نوجيون ساهتيہ مالها نمبر ٦

# گلابي گل

## سچي روحاني جيوت





ڊاڪٽر رگهومل مرڏواڻي




# گـــالـبـــي گـــل

يـــا

( سچي روحاني جيوت )

# Practical Vedantic Life

رچيندڙ

راءِ بهادر ڊاڪٽر رگهومل چنارام موٽواڻي
ايم. ايس

رٽائرڊ پرنسيپال گرانٽ ميڊيڪل ڪاليج بمبئي.

قيمت - ڪچو جلد ٠-٤-١
پڪو جلد ٠-١٠-١



ڇاپو پهريون] ١٩٤٦ع [ڪاپيون ١٢٥٠



ڇپائيندڙ

ڪوڙومل سنڌي ساهتيه منڊل

سدار سيپاءِ، ڪاهي رستو، حيدرآباد سنڌ.

# وشيه سوچي

## ٻه اکر

مان پنهنجي جهوني مِتر راءِ بهادر رگهومل چيتارام موٽواڻي صاحب جو نهايت شڪرگذار آهيان، جو هن صاحب هيءَ سندر علمي ۽ ويدانتي سکيا سان سروپڪارين پستڪ، اسانجي منڊل کي ڇپائڻ لاءِ لکي ڏنو آهي ۽ پنهنجي سنگورن سوامي مولارام صاحب جي لمت منڊل کي چڱي چوکي رقم سهائتا طور موڪلي آهي، جنهن ڪري ڪتاب جي قيمت جا اڄ ڪالهه جي خرچ پٽڪي موجب اڍائي بلڪ ٽي روپيه ٿيڻ کپندي هئي، سا ڪچي جلد سان سوا روپيه ۽ پڪي جلد سان هڪ روپيه ڏهه آنا رکي ويئي آهي، تہ پڻ گهڻا جگياسو پاٺڪ ۽ پريمرون اهو خريد ڪري، سوامي مولارام صاحب جهڙي سمت پرش جي جيونيءَ ۽ سکيا مان واقف ٿي لاڀ پرائين.

### ستگور ڀڳتي

ڊاڪٽر رگهومل صاحب جو پنهنجن سنگورن ۾ اٽل وشواس، شرڌا، صدق ۽ سچي سڪ مهما ڪرڻ يوگيہ آهن، هن ڪلجگ جي سمي ۾ ڊاڪٽر صاحب جهڙن اعليٰ تعليم ورتل ۽ هيڏي اوچ ڪي رسيل، شروڻ، منن ۽ ندڌياسن جي ڏاڪن مان پورن ريت سان لنگهندڙن سنگور ڀڳتن جي بلڪل گهٽي اٿهاڻ آهي. ڊاڪٽر صاحب ٿي، جا سنگورن جي آشيرواد آهي، سا سندس رهڻيءَ، ڪهڻيءَ، ٻولڻيءَ ۽ چولڻيءَ مان پڌريءَ پرسڌ آهي ۽ هو صاحب حياتيءَ جو سڪيو دم گذاري رهيو آهي.

### گلابي گل

هن ڪتاب ۾ گلابي گل جو نالو، اندر لکيل مضمون، ڪوتائن ۽ چوندن ڪلامن سان ٺيڪ طرح ٺهڪي اچي ٿو. نہ رڳو

ايترو، ٻه جنهن اعليٰ انسان سنت سروپ سوامي مولارام صاحب
جي عملي جيولي ۽ سکيا ان پستڪ ۾ ڏنل آهي، سو سچ پچ
هڪ ڏڙيل گلابي گل جيئان، پنهنجي سندر، من موهيندڙ،
دل کي ڪشش ڪندڙ سندر سڀاءَ سان مهر ۽ گلن جي ورکا
ڪندو، پنهنجي عمدي جيولي جو هڪ حيرت انگيز مثال
ڇڏي ويو آهي. ويدانتي سکيا آهي ته عمدي ۽ من ڀاوندي،
ٻه اُن تي عمل ڪرڻ وارا ويدانتي ڳوليا لڀن.

## سنت مولارام صاحب جو درشن

٥٠ سال کن ٿيندا جو هي سنت پرش، ڪن پريمي پرشن
جي ڪوٺ تي، ڪراچيءَ مان حيدرآباد ۾ آيو. دولهي واريءَ
گهٽيءَ جي منهن تي جڏهين گاڏيءَ مان لٿو، تڏهين سندس
مٿي تي جو گلابي گلن جهڙو چٽ پيل هو، اُن سان گڏ سندس
مٺيا وارو منهن جو چمڪي رهيو هو، تنهن مون ٻالڪ تي اهڙو
ته اثر ڪيو، جو مان سندس پٺيان اُن گهر ۾ ويس، جتي هننکي
پڇن پاءِ ۽ ڪتا ڪيرن ٻه ڪرٽو هو ۽ پوڄن ٻه پائٽو هو. گاڏيءَ
مان لهڻ وقت ۽ گاڏيءَ ۾ وري چڙهڻ وقت هي سنت پرش
پنهنجي پاسن کان بيٺل پاڙن پيرن تي گلابي گلن جي پنکڙين جي
ورکا ڪندو مهر جي درشٽي اُڇلائيندو ويو. سندس هلت چلت
۽ من موهيندڙ مکڙي مون ٻالڪ اوسٿا واري انسان تي اهڙو ته
اثر ڪيو، جو مان مٺن مائٽن کان موڪلائڻ کان سواءِ، هڪ ٻي
وڃي ۾ شادي پليءَ جي ٽڪيٽ وٺي ساڻن گڏ شادي پليءَ
اچي پهتس. مون هڪ شڪولي ٻالڪ کي پنهنجي پٺيان ايندو
ڏسي، شادي پليءَ اچڻ جو هنن سبب پڇيو. مون ڪين جواب ڏنو
ته ”هن هل هنگامي واريءَ دنيوي حياتيءَ ۽ اوهان صاحبن جي
گلابي گل جهڙي پوتر ۽ سادي سلوڪ جي وڌاڻ ورتيءَ واريءَ
حياتيءَ ۾ زمين آسمان جو تفاوت ڏسي، مان اوهان صاحبن جي

ڪمل چرنن ۾ رهي، پنهنجي لوڪ پرلوڪ سڦلي ڪرڻ جو سعيو
ڪرڻ چاهيان ٿو.“ تنهن تي فرمايائون ته، ”بابا، تنهنجو پتا ۽
ماتا حيات آهن ۽ انهن جي سيوا ٽهل ڪرڻ، ڪٽنب ڪمائي ڪارائڻ
۽ گرهست ڌرم جو پالن ڪرڻ تنهنجو مکيه فرض آهي. توکي
پنهنجي حياتيءَ ۾ وڏيون جوابداريون اچڻيون آهن، جي توکي
مڙس ٿي پالن ڪرڻيون آهن. دنيا جا ماڻهو، ڪي تنهنجي
ساراهه ڪندا، ڪي تنهنجي گلا ڪندا، مگر تون پنهنجو فرض
پاليندو رهج.

Some will love thee, some will hate thee,
Trust in God and do the right:
Carry on your life mission in that light.

اڄ شام واري گاڏيءَ ۾ تون موٽي حيدرآباد وڃ ۽ ماتا پتا
جي چرنن ۾ داخل ٿي سنديون آسيس وٺ. تنهنجو ڌرم، ڪرم،
ارٿ، موکش چار ئي پدارٿ سڌ ٿيندا، جيڪڏهين تون هن
ڪرم کيتر ۾ پنهنجي حياتيءَ جي جنگ، جوڌي جوان جيان
سنتوکائيءَ سان جوٽيندو رهندين.“

هنن ست پرشن جي آگيا اکين تي رکي، مان رات جو
٩ بجي ڌاري پيارن مائٽن پيرو ٿيس. سنتن جي مبارڪ زبان مان
نڪتل وچن مونکي دم به دم ياد پوندا آهن. گذريل ٥٠ سالن
۾، پنهنجي جيونيءَ ۾، مان ڪيترين مشڪلاتن، حياتيءَ جي
بلڪل نازڪ حالتن، گهرو جوابدارين ۽ پبلڪ جيونيءَ جي
غلط فهمين جو شڪار ٿي، ڪجهه وقت دلگير پڻ ٿيو آهيان،
مگر هنن ست پرشن جي آشيرواد ۽ سري ڪرشن مهراج جي
املهه وچنن کي ياد ڪري، مان حياتيءَ جو دم پنهنجي نماڻي
نموني ۾ سالم ۽ صبر سان گذاريندو رهيو آهيان. دل ۾ چوان ”هنن
به سڀڻ واهه واهه، هونءَ به سڀڻ واهه واهه.“ آخر سچ، نمت سچ
ٿيو آهي ۽ غلط فهميون دور ٿيون آهن ۽ آخر ڪلياڻ ٿيو آهي.

You should remain absolutely unconcerned in the face of greatest sorrows & sufferings, saddest bereavements, greatest ignoring insult and reproach and bear them with fortitude and forbearence (Lord Krishna)

ڪرمن جو قانون انصاف تي ٻڌل آهي. ڪرمن جي گت نياري آهي؛ ڪرم ڀوڳڻ جي ڦل کان ڪير ڪونه ڇٽو. جڏهن دک اچي ستائين تڏهن چوان "هي مالڪ ڪو مڙيوئي هٿ ايمان ڪيو اٿم، جنهن جو عيوض ڏيڻو ٿو پوي." درحقيقت دک سکن جي سونهن آهن، گهوڙيا سک دکن کان. سکن ۾ سائين ڪٿي ياد پوي! دکن ۾ ته ضرور ياد پوي. هڪ سنت جو چوڻ آهي:

"سنسار سارو سگل پسارو، آهي ڪسرت ڪل
الف منجهان آدم آيو، ٿيو هنگامو هل.
هن ڪيل ۾ اچي پيارا، ٿي تون گلابي گل......

## آشيرواد

ڀاءُ نارائڻ. سي. آڏواڻي جو هڪ نمائو، هرد لعزيز، سنت شيوي ۽ ڌرمي ڀاءُ ڏاڍيندر نوجوان ڀاءُ آهي ۽ پنهنجي نموني ۾، شهر جي جدا جدا سنستائن جي شيوا پنهنجو فرض سمجهي ڪري رهيو آهي. تنهن ديا ڀالي هيءَ ڏکين مضمون واري پستڪ جا پروف راتيون جاڳي، وڏي تڪليف وٺي نظر مان پڙهي ڪيا آهن، تنهن تي شل سنتن مهاتمائن جي آشيرواد ٿيندي رهي ۽ هو پنهنجي لوڪ پرلوڪ سهڻي ڪري ۾، ڏن ٻڌ ڏن وڌندو وڌائيندو رهي. اها آهي اڙداس ايشور جي عمل چرن ۾—

مان ڀاڻ کي ڀاڳيه وان ٿو سمجهان ته اڄ صديءَ کان اوائل جي آشيرواد ڪندڙ سنت مولارام صاحب جي ڪمل چرن ۾ شردا جي پشپن چاڙهڻ جو وجهه مليو اٿم. ڊاڪٽر رگهومل صاحب جا عين احسان.

سنت گورن جي چرن ۾
(داس) جڳت راءِ ايسر داس شودساڻي
پرزيڊنٽ
ڪوڙومل سنڌي ساهتيه منڊل، حيدرآباد سنڌ

# مهاڳ

عمر جو گهڻو حصو جوانيءَ جي ٻاڙهڻ ۾ گذاريو اٿم. جڏهن ڪي ٻه جي علم کان واقف ٿي ڪيم، تڏهن موافق وقتن تي سچي صاحب جي چاڙ ۽ وڏائيءَ جو احوال به ٿي هنڌڪي ٻڌايم. شاگردن جو سنڌن رهڻي ڪهڻيءَ تي به جوڳو ڌيان ڇڪائيندو هوس ته وڏا ٿي ڏڳو ٻُڌ ٻوري پنهنجو مقصد نه سمجهن ٻو سڀ سان سُلوڪ ۾ رهن ۽ سڀ جا سک داتا ٿين ؛ جيئن فريد چيو آهي :-

”فريدا خالق خلق منجهه    خلق وسي رب ماڻهن
مدا ڪِس نون آکيي    جانس ٻن ڪوئي ناهن“

هن سچي رستي تي هلڻ لاءِ ضروري آهي ته ٻهريائين پنهنجي رهڻي ڪهڻي سچي ۽ سؤڌي رکجي. گرو نانڪ صاحب فرمايو آهي ته :-

”ڪرم ڪر هوءِ نِهڪرم تس ويشنو ڪا نرمل ڌرم“

سڌن ۽ ٻنا ڪامنا ڪرمن ڪرڻ سان من نرمل ٿيندو. اهڙو من جي هڪ سوءِ تي سڀ وارتا جي سمجهڻ جي ڪوشش ڪندو ته هو سولائيءَ سان ڪري سگهندو. هڪ سوءِ ٿيڻ لاءِ، سڀ شاستر اِشٽ يا سڀ گروءَ جو ڌيان ڏسهن ٿا. ٻگنتي ٻه هنڪي چئجي ٿو. هنمِ ٻه الگ آهن، هڪ ته پنهنجو اهنپڻو ڪلي جي ۽ ٻيو ستگور يا سڀ پُرش جي شيوا ۾ من لائجي. اوتارن ۽ مهاتمائن جي چرترن ۽ قولن موجب هلجي. ڏسو گوپين سري ڪرشن جي پيار ۾ ڪيئن پنهنجو اهنپڻو وڃايو ۽ سک پاتو.

”شيام تن، شيام من، شام هي همارو ڌن
آٺو جام، اوڌو هممن شام هين سهن ڪام هي“

هنڪان اڳتي قدم آهي پنهنجي ۽ ايشور جي ڄاڻ. هي ڳوڙها ويچار اُپنشدن ۽ گيتا ۾ آيل آهن. پڙهندڙ کي ڀڳوت گيتا، ويچار ساگر، وسشٽ ۽ اُپنشدن مان جيڪو به سولو شاستر لڳي سو ويچارڻ کپي. پاٺڪن جي فائدي لاءِ مون گهڻن هنڌ انهن شاسترن مان ٽڪرا ڏنا آهن ته هنن جي رچي انهن ۾ وڌي. مان ڪو خاص مت متانتر يا عقيدي جو پابند ٿيڻ نٿو چاهيان، جو اسانجو ڌرم آهي ته ماکيءَ جي مک وانگر گڻ گراهي ٿيون جو جتي به گڻ ڏسون اُتان کڻون.

هن دنيا ۾ اسان جي اڳيان "راڳ ۽ دويش" سڀني پاسي هلڻ ۾ وڏي اٽڪ آهي. اسانکي اهيا اٽڪ لاهڻ کپي. اهيا لاٿيسون ته هرهنڌ، هر جاءِ ۾ سڀنيءَ وستوءَ جو انڀو ڪرڻ سولو ٿيندو. سڀنيءَ وستوءَ کي شاستر "پورڻ" يا "پرپورڻ" به چون ٿا. هن بي حد کي پوريءَ طرح بيان ڪرڻ مشڪل آهي جنهن ته شرتي آهي ته:-

"يتو واچا نورتنتي اپراپيه مانسا سه"

(معني) هن برهم کي زبان بيان نٿي ڪري سگهي ۽ من به هن کي ڄاڻي نٿو سگهي. انهيءَ لاءِ ضروري آهي ته سنتن مهاتمائن، رشين منين، سالڪن عارفن جيڪي پنهن جا آزمودا ۽ بيان ظاهر ڪيا آهن، تن کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪريون. جئن صاف آرسيءَ ۾ پنهنجو منهن هوبهو ڏسڻ ۾ اچي ٿو، تئن صاف ۽ هڪ جاءِ من ۾ سڀني صاحب جو ديدار ٿئي ٿو. جيڪي اندر آهي سوئي ٻاهر آهي ڇو جو سڀ وستو وياپڪ آهي. سچل هن پرپورڻ کي هيٺين ريت بيان ڪيو آهي:-

"ذات صفات هڪائي آهي ڀول نه وجهن ڀولي
سوئي اندر سوئي ٻاهر سوئي تنهنجي چولي
تو ۾، مون ۾، هن ۾، هرجا سچ سچو ٿو ٻولي."

پڙهندڙن کي هي چوڻ ضروري آهي ته، گهڻ گراهي لي هن ننڍڙي پستڪ مان لاڀ وٺن ۽ سوديءَ هلت، سچيءَ ڀڳتيءَ ۽ پوري گيان سان، پنهنجو مقصد حاصل ڪن.

هن پستڪ کي ”گلابي گل“ نالو رکيو ويو آهي. هڪ هڪ گل کي پنهنجي خوبي آهي. سڀ شاسترن ۽ سڀ پرشن جي وچن سان گڏ پنهنجي ستگر سري مولارام صاحب جن جي چرڻن مان موافق مثال ڏنا اٿم ته علم رڳو خيالي نه رهي پر عمل ۾ به اچي سگهي. گل حقيقت ۾ اهي آهن، پوئڻ جو ڪم منهنجو آهي.

هيءَ ننڍڙو پستڪ منهنجن ڪن پيارن دوستن ۽ سڀ سنگين ڇپجڻ کان اڳ نظر مان ڪڍيو آهي ۽ درستيون ڏسيون آهن جن جي ڪري ڪتاب جي زينت ۽ احوال وڌيڪ دل پسند ٿيا آهن. مهمان صاحب پنهنجا نالا ظاهر ڪرڻ نٿا چاهين پر تڏهن به مان سندن شڪرگذاريءَ کان انڪاري ٿي نٿو سگهان. ڪن ڀيڻسي جي به مدد ڪئي آهي انهي لاءِ ته ستڪورن جي سچيءَ سکيا جو پرچار ٿئي.

ل. چ. م

بمبئي



# مختصر جيون چرتر سري مولا رام صاحب جا

## جنم ۽ ٻالڪ اوسٿا

اٽڪل هڪ سو ورهيه اڳي سکر ۾ چيٽ مهني جي
چوڏس ڏينهن هنن جنم ورتو. ننڍي هوندي کان جيئن صورت
سٺي هين تيئن سيرت ۾ به سٺي هين ۽ انهيءَ ڪري سندن
وڏن کين لاڏلو ڪري پاليو. جيترو پيار سندن پتا پائي لالورام
کين ڏيندو هو انهيءَ کان ٻه وڌيڪ سندن چاچو کين ناز سان
کارائيندو ۽ هلائيندو هو. راند روند وارا سنگتي به هنن کي پيار
ڏيندا هئا. انهيءَ سڪ ۽ پيار واريءَ جيوت هنن جي دل ننڍي
هوندي کان درياه ڪئي ۽ چوندا هئا ته صاحب جو ڳولائو
ٻاول ٿي سگهندو ۽ نه ٻکيو ڏکيو. انهن سڪن پاڻ اندر ويراڳ
آندن. هنن جي شادي ننڍي هوندي ٿي جو مائٽن چاهيو ته من
دنيا جو بار کين ويراڳ مان باز آڻي ۽ وهنوار ۾ چت لڳائي. پر
سالڪن جا اصلي اهڃاڻ ڪٿي ٿا لڪجن.

## ننڍي اوسٿا

هڪ دفعي سوامي دلورام جو سندن گهر اچڻ ٿيو. هو
صاحب ان سان سال به سال وٽن وسشت جي ڪٿا ڪرڻ ايندا
هئا. هنن جي موهڻي مورت ڏسي سوامي جن کين مٿي تي هٿ
گهمايو ۽ چيو ته مولا توکي ڪڏهن پاڻ سان وٺي هلنداسين.
انهيءَ هٿ رکڻ مهل اکر پيدا ڪئي ۽ دل ۾ ويچار پيائون ته
جيترو اهو خوش نصيب ٿئي تيترو ويچار ڪري ڪي لم ٻڌون.
جيئن ته سنا گڏ مدجهن اڳمٽي گهٽا هئا تنهنڪري گهڻو زور
ويراڳ، گهٽ ۽ سادي کاڌ ۽ لعب قناعت تي ڏنائون. اهو سندن

ويراڳ جو احوال سکر ۾ وڏن لنڊن جي ڌيان ۾ آيو. هن وقت سندن عمر اٽڪل ١٨ ورهيه هئي.

## بمبئي مدراس ۽ دوارڪا جو سير

انهن ڏينهن ۾ مسٽر لڪشمڻ جوشيءَ سکر جي مختيارڪار پينشن ورتي هئي ۽ خيال ڪيائين ته ڪو سٺو ماڻهو گڏ هلي ته تيرٿ ياترا ڪجي ۽ ستسنگ جو سنگ ڪجي. صاحبن جو ويراڳي حال ٻڌي هنن ڪي ساڻ ڪري ٻوڙي روانو ٿيڻ لاءِ ڏينهن مقرر ڪيائون. ٻوٽيءَ رات جو جيڪا صاحبن مٿي نهاريو ته ڏٺائون ته آڪاش مان چٽڪاڻ تيلين جهڙي هڪ تاري مان ڪيتري گهڻا تارا ڳلن وانگر ٿي هيٺ پيا ڪرن. سمجهيائون ته اها ايشور جي ڪرپا آهي جو ديوتائون چڙ ته گلن جي ورکا ٿا ڪن. اها شُڀ ڳالهه ڏسي وڏي خوشيءَ سان سمر ٿي لڪتا. لڪشمڻ جوشيءَ سان اديار تائين مدراس ڪالي ۾ ويا ۽ پيا بي ڪي سندس ڏٺائون پر سندن دل ڪٿي نه لڳي. هڪ دفعي ڪنهن ڪم سان ٻوڙي بزار ۾ ويا، ته نظر وڃي هڪ مورت تي پئي، جنهن ۾ هو نه گوپي، سري ڪرشن جي پيار ۾ اهڙو گم هئي جو بار ڪٽي گانءِ جي جنگهه سان ٻڌو هٿائون ۽ ڏڌل ڪم پئي چوٽري ڪان ٻاهر ڪريو. انهيءَ ايترو دل ۾ جوش آندن جو سڀ سڌ گم ٿي وين ۽ اتي ئي بيٺا رهيا. ٽيٺ جوشيءَ ڳولهي اچي لڌن ۽ سڃاڻپ ڪين. پنهنجي ڪوٺيءَ ۽ هنڌ ۾ منڪهڙ گڏ ڪيائون ته جيڪا لنڊ قتي. هننجو ايترو جوش ۽ ويراڳ ڏسي جوشيءَ چاهيو ته ڪنهن تيرٿ ياترا تي موڪليان ته من ڪو سندس گڏجڻ ۽ مدد ڏيڻ. موقع پائي جوشيءَ دوارڪا وڃڻ لاءِ ڪو ماڻهو گڏي ڏنن. هيٺ به سري ڪرشن جي آلي پيار ڪري مندر ۾ اهڙو ٻي خبر ٿيا جو ماڻهن جي انبوه ۾ هيڏانهن هوڏانهن پئي

ڏٺا ۽ سريو جي سڌ نہ ٿي رهين. آخر هڪ ڪمرو ڳنڍيءَ هنڌ ڪي پريم وارو ڏسي جاپ ڳڌايو جو جاپ وٺي سڪر موٽيا. سڪر موٽڻ ٿي جاپ ۾ مشغول ٿيا ۽ ياد آين تہ انهن جو هٿ ڇو نہ وڌون جن اسان کي اڳي پيار ڏنو هو. ڏسو سچي پريم جو ڦل.

## سوامي ڏنورام جن جو هٿ وٺڻ ۽ پنجاب جو سير

قسمت کي سوامي ڏنورام صاحب جو وٽن اچڻ ٿيو ۽ ساڻن پنجاب روانا ٿيا. هنن جو پنهنجن ستگرن سان بلڪل پيار هو. اهو ۽ پيا سندن سچائي ۽ سيانپ جا مثال گلابي گلن ۾ سڪيا طور گهڻن هنڌ آندا ويا آهن جي پڙهندڙ انهن ٻاٻن ۾ ڏسي سگهندا. هت رڳو هڪ مثال ٿو ڏجي جو سندن اندرين سوجهيءَ جي ساک ٿو ڏئي. هڪ دفعي ستگرن فرمايو تہ ”مولا لون سرو آهين“. ٽنهنتي عرض ڪيائون تہ ”هيءُ سرو“ ڇا. ڏنورام صاحبن وري فرمايو تہ ”سرو لون“ آهين. صاحبن ويچار ڪيو تہ ”سرو لون“ ۽ ”لون سرو“ اهو ٿيو ڇڪر. انهيءَ چڪر مان لڌهين لڪربو جڏهين يا تہ ”سرو“ جي يا ”لون“ جي چاڻ پوندي. ساري رات ويهي اها ڳالهہ اندر ۾ اوريائون تہ ستگرن جي اڳيان ڪو اهڙو مثال ڏاهي رکون جو هو خوش ٿين ۽ سندن ڏس ڏين. هيءَ ڳالهہ ڏاهيائون-

”هڪ دفعي مينهون اچي ڪمند جي ٻوڪ ۾ پيون. مهار ٻريان ٻيٺو ڏسي تہ ڪائي ٻمٽ ڀرين تہ ٻوء ڪيان. اينتري ۾ صبح ٿيڻ تي آيو ۽ ڪمت جو راکو اچي لڪتو ۽ مينهن کي ڏسي ڪين ٻڪ ۾ وجهڻ جي رٿ ڏاهيائين. مينهن کي جيئن ٿيئن ڪمت مان ڪڍيائين تہ سامهون هڪ ماڻهو ڏسڻ ۾ آيس جنهن کان پڇيائين تہ هي مينهون ڪنهن جون آهن. هن جواب

ڏنو ته ”مهاڙ جيون.“ پڇيائينس ته ”مهاڙ ڪمر“. جي
جنهن جون مينهون. هي مثال سري دتورام پڌي ڏاڍو خوش
ٿيا ۽ موقعو پائي ”سرو“ ۽ ”ٽون“ جو ڀيد سمجهايائون. مٿيان
مثال ٽوري ۾ سندن گڏجڻ، پريت ۽ ويچار جي ساک ڏين ٿا.
سادو گرهه ۾ جاپ ۽ ويچار ۾ وقت گذاريائون جتي شري شو جي
مهراج استي پالتي ۽ ٻريه لي اپديش ڏنن. لنهن کان پوءِ گهڻو
وقت پنجاب ۾ سير ڪيائون. وچ وچ ۾ سنڌ ۾ ايندا هئا ۽
سنتن مهاتمائن سان گڏبا ۽ روح رهاڻ ڪندا هئا.

## سنڌ ۾ اچڻ ۽ ملير ۾ استان ڪرڻ

اٽڪل ١٩٠٠ ڌاري ٻهرياڻين نوشهري فيروز ۽ رام جهروڪين ۾، پوءِ ملير ۾ ٻه پنهنجو استان ڪيائون. شروعات ۾ هي گهڻو ڪري شانت ۾ گذاريندا هئا پوءِ آهستي آهستي ملير ۾ شاسترن جو ويچار ڪرڻ ۽ ڪرائڻ لڳا ۽ ٻالڪن کي ويدانتي شاسترن مان واقف ڪندا هئا. وسشٽ جي ڪٿا گهڻو ڪري ٿيندي هئي. سال سال ميلي لي ساريءَ سنڌ مان صادق گڏبا هئا ۽ پاڻ ۾ گڏجي خوشيون ملهائيندا هئا. دربار ۾ عام لاءِ صوفي راڳ ٿيندو هو ۽ سڀ لاءِ ڀنڊارو هلندو هو. جگياسن کي سچيءَ وارتا جو وياکيان ڪندا هئا ۽ ڪين ويدانت شاسترن مان سکيا ڏيندا هئا. جگياسن جي سچيءَ رهڻيءَ ۽ ڪهڻيءَ لي گهڻو زور ڏيندا هئا. جيئن ته وهنوار ۾ سوڌو رهڻ، سچ لي قائم ٿيڻ، پر استريءَ کي ماتا ڀيڻ سمان سمجهڻ ۽ رشوت ۽ ڪوڙ جي ڪمائيءَ کان نفرت رکڻ. وڏن ڏينهن لي ٻه جگياسو اچي ملير رهندا هئا ۽ سندن سکيا ۽ ڪرپا جو فائدو وٺندا هئا. اهڙيءَ طرح ملير آشرم آدرشي سکيا ۽ سوڌي وهنوار ۾ هلائڻ لاءِ ٻالڪن لاءِ تيرٿ ليکجڻ ۾ آيو.

ملير آشرم ۾ رهڻ کان پوءِ مونکي سندن صحبت جو خوش
نصيب ٿيو. جتي سندن سچيءَ جيوت ڏسڻ جا موقعا مليا.
سندن جيوت جا مکيه أصول ٿوري ۾ ڏجن ٿا. هنن جو باريڪ
بيان ڪتاب اندر ڏنو ويو آهي.

## سندن سکيا ۽ أصول

(١) نيم سان من کي سمجهائڻ ته ٿات رکو پرماتما جي هجي.

(٢) سمت شاسترن ۽ ستگرن سان آلي پريم ۽ وشمن ۾ ويراڳ.

(٣) ويدانت شاسترن ۾ وشواس. جڏهن ايياس مان فارغ ٿيندا هئا ته اڪيلي سر چدگهن آنند واري گيتا ويچاريندا هئا. جي ڪنهن وقت شش هوندا هئا ته وسشت جي ڪٿا پڙهندا هئا. ويدانت جي ادويت سڌانت ۾ جهڙو پڪو يقين هون ٿهڙوئي انهيءَ موجب رهڻي هين.

(٤) پوئين رات ۽ صبح جو چڱو وقت ايياس کي ڏيندا هئا ۽ اهڙيءَ طرح وري شام جو وقت ۾ ائين گذاريندو هون. بالڪن کي چوندا هئا ته انهن وقتن ۾ اسان کي ڪٿيا مان ٻاهر آڻڻ جي ڪوشش نه ڪريو. ڌيان، گيانيءَ کي جيون مڪت جي لاڀ وٺڻ ۾ مددگار آهي.

(٥) سمت وارتا ۾ وقت جي خبر نه رهندي هين. وقت تي جي رسوئيءَ جو وقت گذري ويو جاءِ دارد. جي لنب جو وقت گسي ويو ته ڌهين ۾ هو بي پرواهه.

(٦) رضا تي راضي رهڻ. چوندا هئا ته "جهڙي ٻهڙي آوي ٿهڙي ٻهڙي گذري. ٻئمت ري من صبر کي هجري."

(٧) وهنوار ڏي گهٽ ۾ گهٽ ڌيان ڏيندا هوا پر جيڪو وهنوار ڪرڻ ٿيندو هون سو سوڌائيءَ ۽ سچائيءَ سان.

(٨) بالڪن کي سمجهائيندا هئا ته پرمارت سڀ ڌهين ٿيندو

جڏهن وهنوار سوڙو هوندو ۽ جگياسو ڏيان ۽ ويچار کي جوڳو وقت ڏيندو. سچو ڀارت معنيٰ سمرڌ ۽ شڪتي گڻ گراهڪ ٿيڻ.

(٩) شانت ۾ هنن جو گهڻو وقت گذرندو هو. هنن جي اهڙي پيار ۽ تجلي واري ڀشالي ڪنهن کان به نه وسرندي. آها صادقن کي امنگ ۽ همت ڏيڻ واري هئي. آهي سمجهندا هوا ته ”جيڏو ئي وڏو ٻاجهه به اوڏي گهران.“

(١٠) دئي؟ بي قاعدي ۽ تڪرار وارين ڳالهين کان ونڌو ويندا هئا. جڏهين سڀ ۾ ايشور نه ڪنهن سان واڳه دويش رکن.

(١١) سوکم اهنڪار کي به اندر ۾ جاء نه ڏيندا هئا جو اهنڪار آتما کان پري ڪريٿو.

دیهانت

صاحبن جو ديهانت سنه ١٩٤١ ۾ گنگا سمتي تي ٣ مـيءِ انڪل هڪ ٻجي ڏينهن جو ٿيو. آنهيءَ ڏينهن تي سندس ورسي هلندڙ آهي ۽ سندن سماڌيءَ تي ٻالڪا پيار ۽ سک سان اچن ٿا.

اوم شانتي

Printed by Lilaram Tahilram Punwani
at the National (Elc.) Printing Works, Hyd. Sind.
and published by Mr. Harisunder Rupchand, Secretary,
Kouromal Sindhi Sahtya Mandal, Khahi Road.
Hyderabad Sind.

# پلغامو

نوٽ:- مهرباني ڪري ٻهرين هي چوڪون درست ڪري پوء پڙهندا.

| صفحو | سٽ | غلط | صحيح |
|---|---|---|---|
| ۴ | ۱۷ | سا | سان |
| ۴ | ۲۱ | سان | ساھ |
| ٦ | ۱۸ | ٿيو ٿيون | ٿيون ٿيو لوڻ |
| ۸ | ٦ | ٻنڌ | ٻنڌ |
| ۱۱ | ۲ | جيوٽڪ | جيتوٽڪ |
| ۱۲ | ۹ | لطو | لظو |
| ۱۴ | ۱ | ٻهڙهي | ٻاڙ هي |
| ۱۴ | ۱۳ | جو | جا |
| ۱٦ | ۱۵ | زمود و | آزمود و |
| ۱۹ | ۱۳ | ڳٽيتون | ڳٽتيون |
| ۲۱ | ۲۰ | رکين | رکون |
| ۲۲ | شروع | ويدانت جا اصول | ڌرم |
| ۴۰ | ۱۰ | ٻلڪ | ٻالڪ |
| ۴۱ | ۱۳ | چاگنواء | چا گنواء |
| ۴۹ | شروع | ٿودي يا | ڳڻ گراهي |
| | | ٿدا ٻئي مورت | ۽ سمدرشٽي ٿيڻ |
| ۷۴ | ۱۷ | لهڻي | لهتي |
| ۸٦ | ۲۱ | لرجي | لهجي |
| ۱۳۷ | ۱۸ | هريه | هرديه |
| ۱۴۸ | ۱۴ | وايدانت | ويدانت |
| ۱۵۰ | ۲۴ | تما | آتما |
| ۱۷۰ | ۲٦ | ٻرم | ٻرهم |




# گل ڦڙيون

## من کي وس ڪرڻ

ٽو من ٻرهم - اٽو من ڀوت (سڀچند)

ڪنهن سياڻي هڪ وقت مون کي چيو ته من هٿ اچڻ ڏاڍو ڏکيو آهي، هن کي ڪيئن هٿ ڪجي؟ جواب ۾ چيومانس ته ٻهارا ٻرابر، جي من پنهنجو دوست آهي ته پرمارٿ سولي ڳالهه آهي، جي من دشمن آهي ته پرمارٿ ڏکيو لڳو ٿوي. ڪٺ اپنشد ۾ هڪ دوشتانت ڏنل آهي، جنهن ۾ آتما رٿ ۾ ويٺل واري سان، ٻڌي سارٿي سان، من گهوڙي جي واڳن سان، گهوڙا اندرين سان ۽ رستا وشين سان ڀيٽيا ويا آهن. جڏهن من لڳامي روپ ٻڌي جي حڪم هيٺ سٺين رستي تي گهوڙن کي هلائي ٿو، تڏهن رٿ ۾ ويٺل وارو، منزل تي سولائيءَ سان پهچي ٿو.

منهنجي ويچار ۾ هن من کي سٺين رستي تي هلائڻ لاءِ ۴ مکيه اپاءُ آهن:-

(۱) پريم سان (۲) پرارٿنا يا ايمان سان (۳) ويچار سان (۴) چڱي صحبت ۽ نيمن سان.

### (۱) پريم سان

ميران هم‌مضمون شبد چيو آهي ”جب مَنَ لي، لب هوي لهمن، جب هري، مَنَ لالهن - پريم گلي هه سا لڪڙي، تا ۾ ڏنه

نه سماءِ". جڏن مهران هريءَ ۾ پريم رکي من کي لئه ڪيو، تڏن
اسان کي به پنهنجي ستگوروءَ يا اشٽ ۾ آٽي پريت رکي من کي
لئه ڪرڻ گهرجي.
(پرماڻ)

" بن گر پريت نه اُپجي - هؤمي ميل نه جاءِ" (گرنٿ صاحب)

هيٺيون مثال سري مولارام صاحب جن جي جيون چرتر
مان ڏيکاريندو ته ڪئن نه اهيو رستو سکيو ۽ ڪارگر آهي. پاڻ
کي همت نه ضرور هٿ ڪپي جو جيڪي منهن سان چئون، تنهن
تي هلي ڏيکاريون. اهيءَ رستي پنهنجو منهن به مٿي ڪريون
۽ ستگور جي پيار جا به حقدار ٿيون.

سري مولارام صاحب، سکر ۾ هڪ معزز گهر ۾ جنم ورتو.
هن گهر ۾ جڏن پئسو چگو هو، تڏن پرمارٿ به هو، جو سري
مولارام صاحبن جا ستگورو سوامي ديوارام صاحب سال ۾ ڪجهه
مهنا اچي وٽن رهندا هوا ۽ وسشٽ جي ڪٿا ڪندا هئا. ننڍيءَ
عمر ۾ سري مولارام جن جو پريم ڏسي، سوامي ديوارام صاحب
کين پاڻ سان گڏ پنجاب وٺي وڃڻ قبوليو. تن ڏينهن ۾ سوامي
جن گهوڙي تي سنڌ مان ملتان ايندا ويندا هوا. اٽڪل ٥ ميل
منزل صبح ۽ شام جو ڪندا هوا ۽ پوءِ رستي ويجهو ڪنهن بستيءَ
يا کوه تي منجهند ۽ رات جو آرام ڪندا هوا. منجهند وقت،
سري مولارام جن ڪاٺ ٿاهي، ستگورن کي کارائي، پوءِ پاڻ کائي،
برتن صاف ڪري خرزين ۾ وجهندا هوا، ۽ شام جو وري سوامي
جن سان اڳتي وڌندا هوا. سوامي جن گهوڙي تي سوار ٿيندا
هوا ۽ سري مولارام جن پٺيان پيري پند هلندا هوا. جيتوڻيڪ
سکئي پلجڻ ڪري، پند ڪرڻ ۽ ڪم ڪرڻ تي هيرل نه هوا،
تڏهن به سچي صدق سان ستگورن جي شيوا ۾ قائم رهيا. هڪ
منزل تي کوه واري هلڻ مهل پڪاري چئن ته اڳين منزل تي
گاهه گهوڙي لاءِ ڪونه ملندو، تنهن ڪري هتان ڪٽي وڃو. جڏن

ته سوامي ڏنورام صاحب اڳيئي گهوڙي تي سوار ٿيا هوا، سري مولارام کي چيائون ته ”مولا، اهو گاهه مٿي تي کڻي اسان جي پٺيان اچ“. مولارام صاحب ٻڌڻ سان حڪم مڃي انهن ڪيو؛ جيتوڻيڪ ڪنڊ گاهه جي ڀريءَ کڻڻ ڪري ٻٽو ٿي پين. ڇڱن سڪن جا پلپل، ٽن لاءِ پنڌ، وري مٿي تي هيڏو ڀار. من فرياد ڪيو ته جي ستگور اهو به ويچار نٿا ڪن ته انهن جي پٽ وٽڻ مان ڪهڙو فائدو. من کي چيائون ته ”هي من، تون آهين ڦرٽي روپ، تو هيڪر ٻاڻ کي ستگر وٽ وڪيو ته فرياد ڇاجو؟“ من ستگورن جي صورت ۾ گم ڪيائون. ڪاٻه سڌ ڪانه رهين. ڪنهن وقت اکيون کلين ته سوامي جن کي اڳيان ڏٺائون. سوامي جن پري لاڙهي چين ته ”مولا آئين“ ۽ ڇاتيءَ سان لڳايائون. جي اهي آزمائشون ڏکيون آهن ته سڌن ڦل به اوچو آهي. سري مولارام جن کي، پنهنجي ستگور لاءِ اٿي پيار جو آزمودو اسان کي ڏهرڪيءَ ميلي تي مليو. جڏهن واڳيءَ ڳايو ته ”تيري دربار آيا هون“ ته سڌن اکيون پوجي آيون. اسان مان جن پيار ڪيو هوندو سي ساک ڏيئي سگهندا ته پيار من جي وس ڪرڻ ۾ وڏو هٿيار آهي.

### (٢) پراڻيام يا اڀياس سان

(١) دم ٿي رکي قدم        عاشق چڙهيا اچ ٿي
جتي ڏينهن نه رات ڪا        نڪو ڪال ڪرم
نڪو جيو نه برهم ڪو        نڪو ڀول ڀرم
اليءَ پد اگم        ستهه رهي سامي چئي (سوامي)

(٢) جي منهنجو تون آهين پرين        ته دم سان رک پيار
دل ۾ ڌيان ڌري ڪري        ڪر اوم جو اچار
قائم سرتيءَ کي ڪري        ڏس عجب هي اسرار
ته چئمن دڪن ڪان دلدار        مولو محبت ۾ چوي (مولارام)

(۳) سدا سامهون جو دامن سان دم
آديسي عدم ٿيا ٿالي اندر ٿاٽ جي (سچل)

مٿيان بيت دل، دم ۽ دماغ جي وچ ۾ گهرو سنبنڌ ڏيکارين
ٿا. سائنس به انهي ۾ همراه آهي.

هوا ناسڪائن جي رستي ڦڦڙن ۾ پهچي ٿي جتي رت کي
صاف ڪري ٿي ۽ صاف ٿيل رت دل ۾ پهچي ناڙين جي رستي
بت ۽ دماغ کي ملي ٿو. دماغ ڌيان ۾ مدد ڏئي ٿو. من کي
ساه روڪي ڌاڳي سان ٻڌڻ آدي آهي. سري شنڪر آچاريه
اپروڪشيه انڀوتيءَ ۾ اها ڳالهه ڇنيءَ طرح ڏيکاري آهي.

”چت آد سرو ڀاويشو برهم تونيو ڀاوناٽ
نروڌه سرو ورتينام پراڻيام سه اُچيتي“ (۱۱۸ شلوڪ)

(معني) پراڻيام ڇنجي پراڻن جي اهڙيءَ طرح ڪٽڻ کي
جنهن برهم جي ڀاونا کان سواءِ ٻيو ڪجهه به نه من ۽ سنڌس
وهنوار ۾ معلوم ٿئي.

”نشيڌن پرپنچسيه ريچڪا کياه سمرڻ
برهمواسميتي يا ورتيه پورڪو وايوريرتهه“ (۱۱۹ شلوڪ)

(معني) ٻاهر نڪرندڙ ساه سا چنتن ڪجي ته پرپنچ نه
آهي، اندر ڪڍڻ واري ساه سان چنتن ڪجي ته مان آتما آهيان.
تت ستت آدووت نشچلن ڪُمڀڪم پراڻيم.
ايم چاڀي پربدا نام گهراڻ پيڙنم (۱۲۰ شلوڪ)

(معني) جيترو وقت اندر سان رهي ٽيترو وقت آتما جو
انهو پڪو رهي. اهو سماڌن لاءِ پراڻيام آهي، پر اجاڻن لاءِ آهي
ناسڪائون بند ڪرڻ. هن رستي ۾ پورن ستگورن جي مدد جي
گهرج آهي ڇو جو نام ۽ ڪمائڻ جي وڏي آهي شش جي لياقت
آهر ڏيئي سگهندا.

## (٣) ويچار سان

انسان ۽ حيوان ۾ اهو ئي تفاوت آهي ته انسان کي ايشور ويچار ڪرڻ جي شڪتي بخشي آهي. جڏهن ويچار ڪجو، تڏهن ويچار وڏيڪ ۽ وڏيڪ مددگار ٿيندو. ويچار ڪهڙيءَ ريت ڪجي، انهيءَ ۾ ڪي نمونا ڏسجن ٿا، جيڪو به نمونو پڙهندڙ کي پسند اچي اهو ئي ڪم آڻي.

(١) پنهنجي اصلي سوروپ جو خيال ڪرڻ ۽ نه من جو. شاسترن چيو آهي ته "مان آهيان پاڪ ذات، لاڳاپن ۽ خرابين کان پري، نرلجن، ڪنول وانگر اڏول رهڻ. منهنجو ڌرم آهي، دنيا ڏانهن وسارو- آتما جو يادگارو".

لڳيءَ سندو ڪلمو مونکي مرشد پاڻ پڙهايو
لاهوديءَ جي لشي الدر سنگور سمر ڪرايو
هٿيو ڏيئي همت وارو سارو بار ڪٽايو
صدقي سچل مان سنگر تان جنهن جانب جوش جڳايو (سچل)

ڪري اُڀتيون اکڙيون پس پاڻ کي پيهي
گهولي لهج الڪ کي وجود ۾ ويهي
دلپت سڀاڻج سپرين دور ڪري ديهي
تان ساجن سنيهي سامي مليئي سترو (دلپت)

اوگت الله ايڪ تون گُهي گسائين ايڪ
عجب الوهم آپ هٿ دادو نام ايڪ (دادو)

(ٻيو نمونو) سڀ ۾ ايشور درشٽيءَ ڪي وهنوار ڪرڻ. ايشواسيہ اُپنشد ۾ هيٺيون منتر آهي:-

"ايشواسيم ادم سروم، يت ڪيچ جگتيان جگت"

معنيٰ ته جيڪي هن سنسار ۾ ڏسون ٿا تنهن ۾ ايشور وياپڪ آهي. جيڪڏهن اسين گل ۾ خوشبوء، پاڻي ۾ مٺرتا، تارن ۾ تيڪڻ، هوا ۾ ورحس، آڪاش ۾ شانت، انهي وڏيءَ

طاقت جو مشاهدو سمجهون ته هوند هڪ هڪ وستو، هن دنيا
۾ اسان جي سڪدائي ٿئي. وهم جا بادل گم ٿين ۽ حقيقت جو
سورج پرڪاش ڪري. (پرماڻ)

روحل راه پرين جو — جان گهڙي ڏنو سمن گهمڻ
ته رب مڙيوئي هيڪڙو — جنهن ۾ ڦند نه ڦير
سا ڪاڏي ڪندي ڦير — جا سُتي ڪعبه الله ۾ (روحل)

آتم آپ پرماتم هڪ سڀ — ناڻهن اناتم اور پيو جو
ايڪ اليڪ پهي هر پاسٽ — پيد پران بناء ديو جو
داس گلاب آپ بنا ڪڇ — پيد پکي هم کوج ليو جو
(گلاب داس)

جيڪڏهن ويدانت موجب برهم جي سٽا، پاسٽ ۽ آنند،
هر جائي، هر وقت هر وستوءَ ۾ آهي ته ڇو نام ۽ روپ جي عارضي
هستي اسان کي الڏو ڪري حقيقي حق کان محروم ڪري؟
مولين مٺان چٽ ڏسي، هار جي لالچ لئي پنهنجو پتي ڇو
گنوايون؟ پتي آهي نه هار گهٽان. هت اشارو آهي ليلا چنيسر
جي آکاڻي ڏي. پلي ڪري وهنوار ڪريون پر حقيقي اصلات
کي نه وساريون ۽ سچ تي قائم رهون.

(نيو لمون) ويچارڻ ته منهنجو پلو ڇا ۾ آهي، هن دک
روپ دنيا جي چنتن ۾ ڪين سک روپ آتما جي کوج ۽ ڌيان ۾.
ڪٿ اپنشد ۾ ٻه راج اپڪيتا کي "پريه" ۽ "شريه" ته
وياکياڻ ڏيندي چيو آ "هي اپڪيتا، تون ناسولت لئي نه موهجي،
لُٽ ۽ سک روپ آتما جي چاه رکينئو" اها سکيا اسان سڀن لاءِ
آهي. اوديا روپي مل کي آتم وديا روپي باداميءَ سان صاف
ڪري، نرمل ۽ صاف رهڻي رهون.

ڪوبه خيال ڪريون، ڪوبه ڪم ڪريون ۽ ڪنهن سان
ٻه ڳالهايون ته چوڻ ان کان اڳ ويچار ڪريون ته هن اسان جي

خيال، لفظ ۽ ڪرم مان ڪو گڻ ٿيندو يا نہ؟ جيڪڏهن پولڊ ڪاٽمن مان ڪو لاڀ نہ وٺون تہ هنن کي ڇو پاريون؟ پنھنجي خيال، ڳالھائڻ ۽ ڪرم ڪرڻ ۾ بہ اسان جي طاقت جي حاجي ٿئي ٿي. اها طاقت ڪنھن فائدي لاءِ ڇونہ ڪم آڻيون. اسان جا ستگرو سوامي ٽيئونرام صاحب چوندا هوا تہ "بندي ڪوچ دل هر روز نا ڦرو پريشاني مائهہ" معنيٰ تہ سمهڻ مهل پاڻ کان ڏينهن جي ڪٿي جو حساب وٺون. چڱن ڪمن لاءِ ايشور جو شڪريہ ڪريون ۽ آسيس گھرون تہ ايشور اسان کي ٻين، چڱن ڪمن ڪرڻ جي شڪتي بخش. ٻين ڪمن لاءِ پشيماني ڪريون ۽ وري اُنهن جي نہ ڪرڻ جو پڪو ارادو ڪريون ۽ شڪر ۽ صبر سان زندگي گذاريون. پرماڻ- "تيري پاڻي ميٺا ڪرو مائي". ويچار جي اها ئي معنيٰ آهي تہ سڀ خلقت مان، سڀ پرشن مان، سڀ وچنن مان لاڀدائڪ ٻڌي رکي گڻ ڪڍون ۽ پنھنجو چت ڏينھون ڏينھن نرمل ڪريون ۽ ايشوري دات وٺڻ جا لائق ٿيون.

## (۴) چڱيءَ صحبت ۽ چڱن نيمن سان

ڪام گھٽي قدر من کي پڪڙڻ جي طاقت رکي ٿو. چڱي من جو تندرستي تي ۽ تندرستيءَ جو من تي اثر ٿئي ٿو. انهي لاءِ چڱي تندرستي پرماڻ ۾ ضروري آهي. انهي لاءِ موافق کاڌي ۽ نيمن جي ضرورت آهي. کير، مکڻ، سبزي ۽ ميوو قبضي لاءِ فائديمند آهن. قبضي "پنداش الدرين" ۾ جوش آڻي ٿي. انهي سان گڏ سويل اُٿي ضروري حاجتون لاهڻ بہ سگھائي آهن. ڪجھ وقت "سِڌ آسڻ" اختيار ڪرڻ، ڌيان ۽ من جي نرملتا ۾ مددگار آهي. انگريزيءَ ۾ پھاڪو آهي تہ "مون کي ٻڌاءِ تہ تنھنجي صحبت ڪھڙي آهي تہ مان توکي

ٻڌائيندس تہ تون ڪير آهين“. صحبت مان مطلب رڳو ”ماڻهو“ نہ آهي، پر ڪتاب، سئنيما، مورتون وغيرہ بہ. امرت بندو اپنشد ۾ هيئون شلوڪ آهي:-

”من ايو منشيا نام ڪارڻم بند موکشيو، بنڌايہ وشيہ آسڪتم، مُڪتم نرو وشيم سمرتم“.

معنيٰ وشين سان پريت وارو من بند جو ڪارڻ آهي، وشين کان پري من موکش ڏي نيٿو.



# ڳالھ ٻيو

## ويدانت جا اُصول خيالي ڪين عملي؟

ڪيترن يورپي فيلسوفن، اُپنشدن کي ”رُوحن جا راحت بخش“ ڪري ڇيو آهي. وري ڪن ڇيو آهي تہ اُهي ”خيالي اصول آهن ۽ نہ عملي“. هاڻوڪن هندستانين ۾ بہ اِنهيءَ باري ۾ غلط فهمي آهي. انهن شڪن کي دور ڪرڻ لاءِ، هيءُ ليک لکيو ويو آهي. ويدانت ۽ تصوف هڪڙائي جو نعرو هڻن ٿا يعني تہ هرجاءِ، هروقت، هرشيءِ ۾ هڪ سَت وستو حاضران حضور آهي. ٻاهريون نانا پڻو يا تہ فقط طلسمي نظارو آهي (وورت واد) يا تہ اُهو بہ سَت وستوءَ جو مشاهدو آهي (پريڻام واد). منهنجي راءِ ۾ تہ جيڪي وهنوار ۾ هر شيءِ ۾ ايشور جي وياپڪتا ڏسي سڀ سان سچائيءَ ۽ سوڌائي سان هلت هلن ٿا اُهي، پرماتما يا حقيقت ڏي اڳتي قدم کڻن ٿا:

(۱) پرماڻ:- ”ڏارنا ڌاري اَڦر جنهن آڪاش جي
مٺيو ننهنجي مَن مون ڀئو ڀرم ڀاري
جاڳي ڏنائين جوت ۾ سامي وِس ساري
سڀ سان سچاري مک رکي موجان ڪري“ (سوامي)

(۲) لهون لک لباس - ڀاڻي ڀسڻ هيڪڙو (شاھ)

(۳) دُرون مولا، بيرون مولا، مولا جاءِ بہ جاءِ
زمين مولا، فلڪ مولا، مولا آب آهي.
عرش مولا، فرش مولا، مولا تاب آهي،
سن مولا مهاسُن مولا خوشبوءِ گلابراي. (مولارام)

سن جي معنيٰ ”پورڻ“ سمجهڻ کپي ۽ نہ ”ڪجهہ نہ“. پريتام واد موجب ماڻهو جڏهن رهٽيءَ سان پنهنجو قدم پڪو ڪري ٿو تہ سندس يقينو بہ وڌيڪ پڪو ٿئي ٿو ۽ وورت واد انگيڪار ڪري اندر جو آرام پائي ٿو، جئن سواميءَ جو مٿيون شلوڪ چاٽائي ٿو. سري گوڙپاد آچاريہ تہ هڪ سٽ وستوءَ کان سواءِ ٻيو هٽڻ ڪجهہ بہ نہ ٿو قبول ڪري (اجات واد) ۽ شرتي بہ چوي ٿي تہ ”ايڪم ايوا اُدوتيم برهم نهين ناناستي ڪنڇن“. معنيٰ تہ هڪ ٻيائيءَ رهت برهم آهي؛ گهڻاپڻو ذرو بہ نہ آهي. اسان مان جن کي سٽ پرشن جي صحبت جو خوش نصيب حاصل ٿيو آهي، سي انهي هڪڙائي جا عملي مثال پنهنجي ستگورن جي جيون چرترن ۾ يا تہ ڏسي سگهيا هوندا يا تہ اُنهن جي ٻولي وچنن جي ذريع ٻڌي سگهيا هوندا. مان هيٺ اهڙو هڪ مثال ڏيان ٿو جو مون سري مولارام صاحب جن جي مکاروند مان ٻڌو هو. اهو مثال پڙهندڙن کي يقين ڏياريندو تہ هڪڙائي ۾ سک آهي ۽ دويت ۾ دک آهي. سري مولارام صاحب جي زندگي جو گهڻو وقت پنجاب ۾ گذريو. ڪنهن وقت ندي‌ءَ جي ڪناري پرسان راجا رنجيتسنگهہ جي جهوني قلم ۾ رهندا هوا. برسات جي موسوم هئي، پاڻيءَ ليٽ ڪئي. هڪ وڏو نانگ سندن طرف ايندو ويو. هن کي سامهون ۽ ويجهو ايندو ڏسي اول خيال ڪيائون تہ شايد اسان کي ڏنگي، پر يڪدم پاڻ کي سمجهايائون تہ نون نانگ ڇو ٿو ڏسين. هيءُ بہ اُهائي سٽ وستو آهي جا هر هنڌ اندر ٻاهر حاضران حضور آهي. ڇاجو ٿو ڀ رکين. موت آهي ڇا؟ اُهي سٽ وستوءَ جو موت ٿئي ٿي ڪو ۽ هيٺيون شعر اُچاريائون ”دنيا ۾ مرنا ناهين سنتي کا خوف ڪانا ڪيا.“ انهن ڇٽي پنهنجي سماڌيءُ ۾ گم ٿيا. ڪجهہ وقت کان پوءِ جڏهن وري اکيون کليون تہ ڏٺائون تہ ساڳيو نانگ

سنڌن اڳيان ڦٽ مٽي ڪري ڇڏيو آهي. ڪجهه ترسي سر جهڪائي
پوئتي موٽيو. هي مثال ڏيکاري ٿو ته جوٽڪ اڳيان جي
وکڻپ شڪتي اول ٽانگ کي ٽانگ ڪري تسلي ڪرائي ٿي،
پر جلدي وري گيانيءَ جي پرڪتا، هن جي مدد ڪري ٿي؛
ڪيس سچو درشن ڏيکاري ٿي. ظاهر ۾ باطن ڪٺن ڏسجي،
انهي لاءِ پڙهندڙ جيڪڏهن هيٺيون رستو اختيار ڪندو ته ابياس
سان فتح پائيندو.

ڪنهن شانت جي وقت، سوير صبح جو يا دير سان تما
شام جو، ڪنهن نويڪليءَ جاءِ تي آسڻ ڪري اندرئين ابياس
جو اول آزمودو وٺجي. اهو نمونو پڙهندڙ سري شنڪر آچاريه
جي اڳي ڏنل شلوڪن مان معلوم ڪيو هوندو. اندرئين انڀو
سان ٻاهر نظر ڪجي ته ڪو پريان ايندڙ هوندو ته "ادم" يا
ڪجهه آهي ٿي معلوم ٿيندو. اوري اچڻ تي معلوم ڪبو ته
انسان آهي يا حيوان. وڌيڪ اوري اچڻ تي هن جا خاص
وشيشڻ يا انگ معلوم ٿيندا ۽ چٽي سڃاڻبو ته فلاڻو جانور يا فلاڻو
ماڻهو آهي. هاڻي حاضر تان درشٽي ڪڍون ۽ وهمي نام روپ نه
ڏسون پر ڏورانهون "ادم" وري اپيو ڪريون ۽ اُن "ادم"
کي استي ڀاتي پريه يا پورڻ روپ سان ڏسون. پورڻ اُن کي
چئجي جو سرو جاءِ، سرو ڪال ۽ سرو وستن ۾ پرپور هجي. انهي
خيال ۾ آڪاش جو ويچار مدد ڪندو.

شاه لطيف ڏيان ڪندڙ ۽ ڏيان واريءَ شيءِ جي هڪڙائي
هيئن طرح چئي آهي. "پائي ڪان ڪمان ۾ متان مارين مون،
مون ۾ آهين تون، متان تنهنجو ئي توکي لڳي". هن عقيدي
کي پڪي ڪرڻ لاءِ مان واجب ٿو سمجهان ته، تنهنجي جوت
مان هڪ مثال ڏيان:-

ڪنهن وقت منهنجو هڪ ذيرد سنت، منهنجي گهٽتائي ڏيکارڻ

جي ارادي سان منهنجن ٻن زيردستن کي ڪجهه ڏيئي ڪري،
جاسوسي رکي، اُهو ونڊ لڳو ته مونکي نقصان پهچي ۽ ڪيس
مون واري جاءِ ملي. عملي ۽ شاگردن کي منهنجي برخلاف
ڪرڻ جي گهڻي ڪوشش ڪيائين. مونکي سري سنگورن جو
حڪم هو ته روز ادويت وچن پڙهي، اهو يقين پڪو ڪج ۽
هلت چلت ۾ الهي قدم تي قائم رهج ته دل هميشه شانت رهنديئه.
جڏهن آفيس ۾ ويندو هوس ته اُن زيردست جون جيتوڻيڪ
اکين سر ٽيون حرفتون ڏسندو هوس، پر تڏهن به دل کي
سمجهائيندو هوس ته تون پيائي ته ڏس، تون بت تي نظر
نه آڻ، پر اُن ۾ جو رهي ٿو، جو پورن ۽ سڀڪو روپ
آهي، انکي ائيءَ ڪر. نه رڳو هنجي ڏنگاين جو وسارو ڪيم،
پر سندس فائدي جي نظر تي ڪيس ڪن ڳالهين ۾ سفارش به
ڪيم؛ اهڙيطرح اٽڪل ڏيڍ سال ڪن شانت ۾ وقت گذاريم.
الهيءَ جو نتيجو اِهو ٿيو جو هنکي مونکان وڏن آفيسرن سان
اُبتي هلڻ جي هير پيئي ۽ آخر ۾ نقصان رسيس جو لاچار ننڍي
عمر ۾ پينشن وٺڻي پيس. مٿين مثالن مان به ڳالهيون ثابت ٿين
ٿيون ته (١) هڪڙائيءَ جي نظر عملي طور رکي سگهجي ٿي
(٢) هڪڙائي جي نظر رکندڙ کي ڪو به نقصان ڪو نه ٿو پهچائي
سگهي. اسانکي اخلاقي رهڻيءَ ڪهڻيءَ سان گڏ آتم چنتن جي
به ضرورت آهي. الهيءَ ڪرڻ سان وهنوار به سولائيءَ سان
هليو ۽ پرمارٿ ۾ به واڌارو ٿيندو. سري مولارام صاحب هڪ
ڀيري اِها زوردار سمجهاڻي ڏني ته ست سنگيءَ جا لڇڻ آهن ته
”پورن سنڪلپ ۽ پورن ڪام“ پاڻکي سمجهي. وهنوار ۾ اجايا
هوائي قلعا نه ٻڌي، نه اجايون تمنائون وڌائي. سنئين سوڌي
هلت هلي. الهيءَ ڪري هنجو وهنوار پرمارٿ ۾ اٽڪ نه ٿيندس.

سنسڪرت پنهنجي واڌاري لاءِ پلي واجبي اُپاءَ وٺي، پر ڦل ايشور
تي ڇڏي، ۽ پنهنجي اڳيان هيءُ اصول رکي ته "جهڙي پيئي
آوي تهڙي پيئي گذري، پڻ ري من صبر ڪري هجري".

هڪڙائيءَ جي فائدي ۽ ڊُئيءَ جي برخلاف وڌيڪ پرماڻ
هيٺ ڏجن ٿا:-

(١) مٺن توں، يهه جڳه هي تهوں، هڪ سڀ ايڪو وام پسارا (گرنٿ صاحب)

(٢) توں توں ڪرلدي وِچڙ جو مرلدين مٺن مٺن دي وچ الله غبارا

اندر باهر ايڪو ظاهر ويکه اٿين تنهن نور نظارا

پهون گهران وچ اڪ گهر والا سڀ وچ وسندا سڀ سي نيارا

عشق اشارا ڏتا دل وچ دلپت ديکيا، عجب ديدارا (دلپت)

جي ڪو شنڪا ڪري ته آدمي، گهٽا، وڌا، ننڍا، ڏُکي،
سکي ۽ جڳت پر جڙ شيون به ته چيتن جيو به جدا نام جدا روپ ۽
جدا شڪتيون، ۽ ڪي بکيا ڪي پراول، پوءِ هڪڙائي جو اصول
ڪئن قبول ڪجي. انهيءَ جو جواب سري گلاب داس، گلاب چمن
پر ڏيهه درشٽانت سان ڏنو آهي. جو سمجهڻ بلڪل سولو آهي
۽ پڻ ڪنهن به شاستر پر موں نه ڏنو آهي. انهيءَ لاءِ پاڻ کن
جي سولائيءَ لاءِ هيٺ ڏنو وڃي ٿو:-

(١) "تن ڪي انگ انيڪ جيون توءِ[١] لرنگ[٢] انيڪ
اُنسي ايڪ انيڪ هي آلم ڪري بيبيڪ[٣]"

(٢) روپ بشا[٤] هي تن ڪو روپ ديکه چڪ[٥] جاءِ
سروط بشا نه روپ ڪا سروط شبد اگهاءِ[٦]

---

١- پاڻي. ٢- ڇولو. ٣- وويڪ. ٤- وشيه. ٥- اک يا واضي.
٦- واضي ٿيو.

(٣) اڪ نڀن ۾ ٻوڙهي، ايڪ نه ٻوڙا هوءِ
ڏک سک ڏُنهه پرڪاش هه، ايڪ سويري سوءِ

(٤) ديهه وکي اوتنگ جيون اوڏي[2] مرتڪ هوءِ
اوڏي ديهه چيتن هي ايڪ سويري سوءِ

(٥) انسي آتم ايڪ هي نام روپ بهه هوءِ
سڪنا[3] سو سڀ ٻن هي انگ انگ پرت سوءِ

(٦) سرب انگ جيون ساکهه ساکي لڇڻ پڇان
ديهه نرانتر ايڪ هي سرٻي انگ سمان

(٧) آتم ستا سرب ۾ گهٽ گهٽ رهي سماءِ
سم هي اوچ نيچ ۾ اُچي نا مرجاءِ

اُميد ته مٿين ست ٻوشن جي وچنن ۽ ست شاستن مان چونڊ ڪرڻ ۽ ٻن آزمودن مان پڙهندڙ کي پڪ ٿي هوندي ته هيڪڙائيءَ جو اصول حقيقت آهن ۽ عمل ۾ آڻڻ جهڙا آهن.



١- اکمون. ٢- اڏ. ٣- شڪتون.

# گـل ٽيون

## هڪ ايشور تي پيار

”جسڪي اوپر تون ميرا سوامي، سو دک ڪيسا پاوي“ (گرونانڪ)

اسان گرھستين تي سنگت جو اثر گھڻو پوي ٿو. وقت تي چڱن اثرن ڪري درياهه به تري وڃون، وقت تي اڙ تي اٽڪي پئون. اهو انھي ڪري آهي جو مول يا پاڙ جو آسرو نٿا وٺون پر ھِن ھُن جي پٺيان ٿا ڊوڙون، ٻين جي چوڻ ۽ رائي کي جيترو وزن ٿا ڏيون، اوترو وزن پنھنجي وويڪ ۽ ويچار کي نٿا ڏيون. اسان سيني جي اندر جو ساکي آهي، تنھن کي گھٽ ٿا ٻڌون. جڏھن به ڪنھن مشڪلات ۾ اچي ٿا پئون ته دل هاري ويڳاڻن وانگر پيا ھِت ھُت ڀٽڪون، پر ڌيرج ڌاري شانت چت ٿي، انھي مشڪلات مان ٻاھر نڪرڻ جو پورو رستو نٿا ڳوليون.

جيو ڇا آهي؟ ايشور ڇا آهي؟ اُنھنجو پاڻ ۾ سنبنڌ ڪھڙو آهي؟ اهو سمجھو ته پاڻ کي شانت چت ٿي وھنوار ڪرڻ ۾ وڏي ھمٿ ايندي ۽ ٿڙڪڻ ۽ ڀٽڪڻ کان بچنداسين.

شاسترن موجب ھن جيو کي ٽي شرير آھن، اسٿول- سوکشم ۽ ڪارڻ. اسٿول بت اسين اکين سان ڏسون ٿا. ھٿن سان ھن کي ڇھي سگھون ٿا. ٻاھرين ڪاروھار ڪري ٿو. اَن مان پيدا ٿئي ٿو ۽ اَن سان وڌي ٿو. سنھو آھي، ٿلھو آھي، ٻندرو آھي، ڊگھو آھي، ڪارو آھي، اڇو آھي، ننڍو جوان ۽ ٻڍو ٿئي ٿو ۽ آخر مري ٿو.

سوڪشم شرير هن ستول بت جي اندر آهي، اندرين طاقت ۽ پراڻن سان اندرين حڪومت لاءِ جوابدار آهي. شاستر هن ۾ ١٩ انگ ليکين ٿا، ٥ ڪرم اندريون، ٥ گيان اندريون، ٥ پراڻ ۽ ۴ انتهه ڪرڻ. سپني ۾ پنهنجي سرشٽي رچي ۽ ڀوڳي ٿو.

ڪارڻ شرير چئجي ڳهري ننڊ واري اوسٿا کي.

هڪ هڪ شرير پنهنجي پنهنجي اڌشٽاتا ديو جي آسري آهي. هڪ ستول بت جي اڌشٽاتا ديو کي "وشو" چيو وڃي ٿو. سپني جيون جي ستول بتن جي اڌشٽاتا ديو کي "ورات" چئجي ٿو. هڪ سوڪشم شرير جي اڌشٽاتا ديو کي "تئجس" چئجي ٿو جو سپني جي سرشٽيءَ کي رچي روشن ڪري ٿو. سپني سوڪشم شريرن جي اڌشٽاتا ديو کي چئجي "هرڻيگربڀ" يا "سوتر آتما". هرڻيه چئجي سون کي. هن جو رنگ سون جهڙو آهي. سوتر چئجي ڌاڳي کي، جو ڌاڳي وانگر اسان سپني جي سوڪشم شريرن کي پوئي ٿو. اهڙيطرح اسين هڪ ڌاڳي سان اندرونيءَ طرح ڳنڍيل آهيون. انهيءَ جو ثبوت اسان مان گهڻن کي هوندو جو جڏهن ڪنهن پريتم کي ياد ڪريون ٿا ته هو به اسان کي ياد ڪري ٿو. ۽ اهڙيطرح ئي ست پرش به پنهنجي چوڌاري پوتر ۽ اوچا خيال ڦهلائين ٿا. انهيءَ سنبنڌ مان اسين تڏهن پورو پورو فائدو وٺي سگهنداسين جڏهن اسان کي پڪو يقين ٿيندو ته اسين گهٽ شڪتيءَ وارا اڪيلا جيو نه آهيون، پر هڪ اننت سروشڪتيوان ۾ اوت پروت آهيون. هڪ ڌاڳو ڇنڻ سولي ڳالهه آهي، پر اُڻيل ڪپڙو گهڻو مضبوط آهي. ڦڙو ۽ درياه حقيقت ۾ هڪڙي آهن، پر ڦڙو درياه سان گڏ هڪ ڳالهه آهي ۽ ڦڙو درياه کان سواءِ ٻي. جي اهو يقين رکنداسين ته اسين اننت شڪتي کان جدا نه آهيون ته همت سان دنيا کي منهن ڏيندا سين. گهري ننڊ ۾ اسانجا سنسڪار "ڪارڻ شرير"

۾ لڳا ٿين ٿا. ڪارڻ اهي ڪري ڇهو وڃڻو جو جاڳڻ لءِ،
سهڻ وقت وارا سنسڪار موٽي ظاهر ٿين ٿا ۽ سوکهم ۽ جاگرت
اوستائن جو باعث ٿين ٿا. هڪ ڪارڻ شرير جي اڌشٽاتا ديو
کي چئجي "پراڳيه". سڀني ڪارڻ شريرن جي اڌشٽاتا ديو
کي چئجي "ايشور". جو ساريءَ دنيا جي وهنوار هلائڻ وارو
"نينتا" مڃيو وڃي ٿو. پڙهندڙ مٿين مختصر بيان مان، پنهنجو
ايشور سان ڪهڙو لاڳاپو آهي سو سمجهي سگهيو هوندو. سچي
سچل جي همٿين ٻن بيتن مان ڏسبو ته دنيوي آسرن تي نه
ٻاڙيون، اهي ڪچي دلي وانگر آهن، پر سچيءَ وستوءَ تي آسرو رکون.

"جمسين دل دلي سان　　ساهڙ ڪين سچو
ڪچو تيس ڪچو　　تا ساهڙ پڳس سور ۾" (سچل)

"ڪچو سچو ڪين ٿئي　　لوڙي اچنس رنگ
سچي سندي سنگ　　ڪچا سچا ٿي ويا"

مطلب ته ڪچي کي سچي جو سنگ سچو ٿو ڪري. خيال سان
ڏسجي ته بت جنهن تي هيترو ٿو ايمان ڪجي، حقيقت ۾ گلائيءَ
جو گهر آهي. پر ست پرشن جي ٻنن کي جو ست وستوءَ جي
اپاس ۽ ويچار جو آسرو آهي، انهن جي صحبت، ۽ چاڪري
دل کي خوشي ڏئي ٿي. هو ايشور سان ڳنڍيا پيا آهن جو اهو
هنن جو يقينو آهي. اسين به چئون ته مٿين يقيني کي پڪو ڪري،
پنهنجي جوت سُکي ۽ سُني ڪريون. سري مولارام اٽڪل
۴۳ ورهيه اڳ، اسانکي اهڙيءَ رهڻيءَ جو مثال ڏنو. اٽڪل
۱۹۰۳ ڌاري جڏهن پنجاب مان سنڌ آيا ته معلوم ٿين ته رام
جهروڪين جي پيتاري جنهن کي "ڪورل آئلنڊ" به چون،
سا منهوڙي جي پرسان هڪ ايڪانت وارو استان آهي. ان تي
رهڻ جو پڪو خيال ڪيائون. هنن انسان ذات جو ڀلو به ڪونه
هو. هڪ جُرهتي جسم رهندا هوا. وير به پورا اندر ايندي هوئي.

اهو وقت ٻاهر نڪرندا هوا. ست سنگين گهڻي مدح ڪئي ته
هت توهانجي ڪم ڪندو ۽ اجايو دکي ٿيندا، پر سمجهائون ته
ايپاس ۾ اڪيلائي جي بلڪل گهڻي گهرج آهي ۽ هڪ ايشور جي
آسري پنهنجي ايپاس ۾ مشغول رهيا. آخر هڪ ست سنگيءَ
کي خيال آيو ته آرتوار آرتوار ئي جڏهن پنهنجي ڪم ڪان فارغ ٿجي
ته ڪوشش ڪري سنتن جو درشن ڪجي. پاڪستان هڪ مٺي
پاڻيءَ جو دلو، ست مٺيون لوليون ۽ ست سلوٽيون لوليون
آڻيندو هو، جي ڪين هفتو هلنديون هيون. اهڙي طرح هن
پيارئي ته تو مهينا گذاريائون. پاڻ سمجهي سگهيا هوندا ته
ست پرش کي ست وستوءَ پائڻ لاءِ ڪيتري نه وشش واسنا ڇڏڻي
ٿي پوي ۽ وئراڳ ۽ ايپاس سان شامل ٿي هن اوچي مقصد جي
حاصل ڪرڻ ۾ ڪئين ٿو مدد ڏئي. ماڻهن جي اچ وڃ وڌي ۽
سرڪار جنگي سببن ڪري انهي پيٽاري جي خالي ڪرائڻ
جو خيال ڪيو. ڪن معزز ماڻهن مولارام صاحب کي ڪراچيءَ
آڻڻ جي ڪوشش ڪئي پر هنن نه مڃيو. ڪنهن وقت پنهنجي
"خيال" ۾ وينا هوا ته سمجهائون ته سنتن جي پاري گڏي
آهي ۽ اسين به ائي آهيون. مکيه ست پرش اسانکي چيو ته
ساڌن کي ڪڙاڪ سان ڪم نه آهي. توهان جي لاءِ نويڪلائيءَ
وارو آستان هتان ويجهو آهي. توهين وڃي ائي رهو. ڪجهه
ڏينهن ڪانپوءِ ست گردر هاٽوڪي مليرواري باغ ورتو ۽ سري
مولارام صاحب جن کي ائي رهڻ لاءِ اوداس ڪئي. جا انهن
قبولي. هتيجي آب هوا ۽ نويڪلائي هنن کي ڏاڍي پسند هئي.
هڪ پيري پنهنجي شش لالچند کي فرمايائون ته جيترو ماڻهن
جو آسرو وٺي رهندين، ايترو پاڻ کي ڪمن ڏسي سگهندين. اسان
ٻالڪن کي سوال ڪرڻ کان ڏاڍو روڪيندا هوا ۽ چوندا هوا
ته ساڌو ڪانجي، ساڌو ٻهر جي، گهٽ کائجي، نه کائجي، پر ڪنهن

جي اڳيان هٿ نه ٽنگجي. منهنجو آزمودو به اهيو آهي ته ايشور
جو ڪيو مِٺو سمجهي ڌيرج سان رهجي ته ڪو نه مشڪل ڪما ايشور
اسان کي ڇڏي ڪو نه ٿو.

ڪيترين احوال مان ائين نه معلوم ڪجي ته اسان گرهستين
کي هٿ ٻڌي ويهي رهڻ کپي. سچيءَ طرح سان، پنهنجي
ڪٽنب جي پالنا جا اُپاءَ وٺون، پر رضا تي راضي رهون. سري
ستگورن هڪ دفعي اسانکي هيئين مثال ٻڌايو:-

ڪنهن مسافر گهوڙي تي ڀار سان ڀريل خرزين رکي پاڻ
مٿانس چڙهي ويٺو. خيال آيس ته گهوڙي تي منهنجو ۽ خرزين
جو ٻٽو بار آهي. گهوڙي تان لهي خرزين پنهنجي ڪلهي تي
رکي، پوءِ گهوڙي تي چڙهي ويٺو ۽ سمجهائين ته هينئر گهوڙي
تان بار گهٽيو. ليڪن اسين به اهڙي ڏاهپ وانگر هلت هلون ٿا.
بار آهي ايشور تي، ڪٽيون ڳارو اسين ٿا ڪريون جڻ ته اسانتي
بار آهي. گيتا ۾ سري ڪرشن چيو آهي ته "ڪرم ڪرڻ تنهنجو
فرض، ڦل ڏيڻ منهنجو فرض". شاهه به سڀن اکرن ۾ ساڳيو
عقيدو ظاهر ڪيو آهي:-

"واڳ ڌڻيءَ جي وس آءٌ ڪا پاڻ وهيڻي"
"پوڙ ٿيڻ چاڙ هٿين تون ڌڻي ٻٽي جو دعواي رسي نه دم
هن منهنجي حال جو محرم تي مرم
رک پيلي جو پرم جو اچي ٻٽو اجهور ۾".



# ڳـل چوٿون

## ڌرم

سُو ڌرم اهي جا ويکهيه ته وکهيتم اوهسي (گيتا)

هنجي معني آهي ته پنهنجي ڌرم تي هلڻ ۾ اسانکي ڏکڻ نه کپي. ڊڪشنريءَ ۾ ڌرم جون فرض. سچ ڌرم جي پاڙ آهي. ديا، دان ۽ دمن (وشين کان پاڻکي روڪڻ) هنجو واڌارو ڪن ٿا. ڀڳتي هنکي پڪو ڪري ٿي. گيان هنجي حد آهي.

هن زماني ۾ گردواري يا ٺڪاڻي يا مندر ۾ وڃڻ ۽ اُت سٽ وچن يا پڇن پڙهڻ يا ڳائڻ ئي ڌرم آهي. ڪن ڪنهن سٽ پرش جو ليڪچر ٻڌو ته پائيندا ته وڏو ڪم ڪيو اٿئون. ڪنهن ڌرمسالا يا کوه يا اسپتال ٺهرائي ته سمجهندو ته حد ڪئي اٿم. اهي سڀ برابر چڱا ڪم آهن، پر ڌرم پنهنجي واڌاري آهر وڌندڙ آهي. جي اسين هڪ جاءِ تي، هڪ منزل تي، هڪ ڏاڪي تي بيهنداسين ته اسانجي انتهه ڪرڻ تي سمنور چڙهي ويندو. جئن هن سرير کي، ننڍائي، جواني ۽ وڏ پڻو آهي، تئن اسانجي ڌارمڪ اُنتي ۾ اُنهن اوسٿائن مان لنگهي ٿي. جئن ننڍي ٻار کي گيان بيفائدي آهي، تئن وري وڏي کي فقط شلوڪن جو اُچارڻ ۽ تنهجو نه سمجهڻ بي سود آهي. مٿي چڙهڻ ۾ ويچار ساگر ست ڏاڪا بيان ڪيا آهن. هڪ ڏاڪي واريءَ اوسٿا کي حاصل ڪري، پٺي

ڏاڪي تي چڙهڻ جي هر انسان کي ڪوشش ڪرڻ کپي ته
پنهنجي مقصد تي پهچي، اهو آهي:-

”سرو دکن کي نورتي ۽ پرمانند کي پراپتي“

ست ڏاڪا هيٺ ڏجن ٿا:-

(١) چاهنا سان چڱا ڪم ڪرڻ، ٻوء چاهنا نام ناموس ڪيڻ لاءِ هجي يا پرلوڪ جي سکن جي ڀوڳڻ جي هجي.

(٢) نشڪام ڪرم ڪرڻ يعني چاهنا کان سواءِ چڱا ڪم ڪرڻ. اهو خيال نه رکون ته انهيءَ مان اسانجو نام ناموس وڌندو يا پرلوڪ جا سک ملندا، جيئن ڪنهن سياڻي چيو آهي ته ”نيڪي ڪري درياءَ ۾ وجهه“. اها ٻه چاهه ڇڏيون ته اهي سٺا ڪم اسانجي انتهه ڪرڻ کي شانت وارو ۽ نرمل ڪندا. راجا ڀرتري چيو آهي ته:-

”چاهه چهڙي چنڊالڻي ات نيچن کو نيچ“.

چهڙي انهيءَ ڪري آهي جو اسانجي مقصد حاصل ڪرڻ ۾ وڏي روڪ آهي.

شرتي آهي ته ”تيڪتينا ڀنجيٿه، ماگرده ڪسيسه وڌنم“.

معني ته تون ڏيندين ته ملندءِ. جيڪي تنهنجو نه آهي انهيءَ جي لمنا نه رک. اهڙيءَ طرح اسين ٻئي جي خير جا ڪم ڪنداسين ته ايشور ٻه اسان تي رحم ڪندو. اجوري جي آس رکمن ته ڦل ڦکو ۽ ٻي سوادي ٿيندو ۽ اسان کي خير کو گڻ ڏيندو.

(٣) ساڪار اپاسنا يا ڀڳتي. ڀڳتي اشٽ جي يا ستگور جي، ساڪار ڀڳتي چڱي وهي تي. هن جا اسان وٽ گهڻي تي مثال آهن. ”ڏلي ڀڳت ڏيان ڪيو، ٽڙ مون ڀالو“. واس ۾ هڪ هڪ گوپيءَ کي پنهنجو پنهنجو ڪرشڻ ڏسڻ ۾ آيو. هنومان مورتين جا دائا ٻيچي ٽڪرا ڪندو ويو جو هنن ۾ هنکي رام ڏسڻ ۾

ڪونه آيو. ٻاول حق آرائي سڏائڻ ۾ فخر ورتو جو مرشد جو اهو ڏانڊو هوس. سري مولارام صاحب ڪي سوامي ڏيورام جو درشن ٿيندو هو ته ٻلهار ويندا هوا، جنهن هڪ ٻيري چيو اٿن ته:-

”جيءَ آئين جاني، ميان تو مهرباني.
تو آئي جيءَ جاءِ ٿيو، لٿي همنشين حيراني“

(٤) اوم جو اڀو برهم ڏوارا چنتن، سگڻ برهم کي چون اڀو برهم.

(٥) اوم جو ٻو برهم ڏوارا چنتن، نرگڻ برهم کي چون ٻو برهم. هيءَ ٻئي اُپاسنا جا نمونا وستار سان ماندوڪيه اُپنشد ۾ ڏنل آهن ۽ جدا باب ۾ بيان ڪيا ويندا. سالڪ ستگورو وٽ ٻنهي تو ۽ جاپ ڏسي ٿو.

(٦) ادرشٽ گيان. ڄاڻ آهي ته سڀ وستو هڪ ئي آتما آهي، جو ست چت آنند آهي ۽ باقي جيڪي ڄاڻجي سو ناسونت آهي، ٻو ويچار اهڙو پڪو نه آهي جو سڀ وستوءَ ڪانسواءِ ٻيو نه ڄاڻجي.

(٧) درشٽ گيان. سڀ وستوءَ ڪانسواءِ ٻي شيءِ نه ڄاڻڻ. نام ۽ روپ رڳو وهم ماتر آهن.

چگن ڪمن (سڪام ۽ نشڪام) ڪرڻ سان جگياسو پنهنجي ڏرم کي وڌائي ٿو. انهيءَ لاءِ اُپنشدن مان هڪ اتهاس وستار سان ڏنو وڃي ٿو ته ڪيئن ڏهندڙ انهي مان لاڀ پرائين ۽ اڳتي وڌڻ لاءِ شروعاتي قدم کڻن.

پراچين زماني ۾ ديوتا، دئيت ۽ منش ٻرجا پتيءَ وٽ ويا ته پنهنجي وڏي وٽ شبوا ڪري، سُکه جو ڪارڻ پڇون ته اسانجو ڪلياڻ ٿئي. ديوتائون جيڪي ڀوڳن جا طالبو هوا، تن کي ٻرجا پتيءَ ”ڏ“ ڪرڻ لاءِ چيو. ديوتائن ”د“ جي معني ”دمن“ سمجهي يعني ته اندرين ئي روڪ ڪرڻ کپي ۽ لذتن ۾ غرق نه وڃائجي. منشن کي جي لوڀي ۽ خود مطلبي هوا تنکي به ٻرجا

ٽيءَ ساڳي ”د“ ڇڏي. مطلب ”د“ جي معنيٰ دان سمجهي.
ديتن جو وهنوار آهي هنسا ۽ ڪروڌ. تن ”د“ جي معنيٰ ديا
سمجهي. انسانن ۾ جڏهن لوڀ ڀوڳ چاهنا، لوڀ، خود مطلبي،
هنسا ۽ ڪروڌ آهن، تنهن حالت ۾ انهن لازم آهي ته دمن ديا
دان، انهن ٽنهي گڻن رکڻ جي ڪوشش ڪن ته پنهنجي وڏي
جو چيو مڃي پنهنجو ڪرتاوت ڪن.

(١) دمن، وشين کان پاڻکي روڪڻ ڇڏجيٿو. وشيون
ماڻهوءَ کي ٻاهر مکو ڪري، اندرين آتما کان منهن ڦيرائين ٿيون.
هڪ هڪ اندري پنهنجو پنهنجو رس وٺي ٿي. اهڙيءَ طرح
روپ آواز وغيره پنهنجي پنهنجي طرف ڇڪن ٿا.

”ال پتنگ، مرگ، مين گج ايڪو ايڪ رس آنچ.
تلسي وانکي ڪؤن گت جانکو وياپي پانچ“

ڪو چوي ته اندريون ايشور ڏنيون آهن پاڻکي خوش ڪرڻ
لاءِ اسين انهن تي روڪ ڇو ڪريون. جواب آهي ته انهن کان
واجبي سک وٺون يا غير واجبي ڀوڳ ڪريون ڪين ايترو ڪائون
پيٺون جو الٽيون ٿين. اسانکي ايشور جي انگ ڏنا آهن سي
جي چڱي طرح ۽ واجبي نموني ڪم آڻبا ته سک جو ڪارڻ
ٿيندا، نه ته دک جا پاڙ ٿيندا سين. اکيون آهن سدرشٽيءَ لاءِ
۽ نه ڪدرشٽيءَ لاءِ. جي قدرت جي سونهن ڏسون ته اُپائهار
جي وڏائي ڪريون، ڪين اُنهيءَ سونهن ۾ ڪدرشٽي رکي
دک ۽ روڳ پراپت ڪريون. مون جڏهن پنهنجو ڊاڪٽري ڪم
شروع ڪيو ته ستگرو فرمايو ته ٻچا توکي گهرن ۾ اچڻو وڃڻو
ٿيندو. استرين ۾ ماءُ ڀيڻ جي واسنا رکجائن ته سکي ٿيندين.
پنهنجي گهر ۾ به جي گرهستي سنجم سان رهندو ته پنهنجو ۽
ٻچن جو به ڪلياڻ ڪاري ٿيندو. جئن آب، هوا، اگني، موافق انداز
۾ آهن ته سکدائي ٿين ٿا. جي بي حد آهن ته دکدائي ٿيو پون.

لڳن پوءِ به جي قدرت جي قائدن پٺاندڙ آهن، نه سک جو باعث آهن. نه نه نه دک جو. (پرمارٿ)

”من ڪا سولڪ لوڀ هٺ، ڄوها سولڪ ڪوڙ

اڪٺين سولڪ ويڪٽا پرڪريا پرڪٽن روپ“ (گرو نانڪ)

جيتو ٽيڪ گيان اگهي سيٺي سولڪن يا چولين کي ساڙي ٿي، تڏهن به جگياسن کي انهن سولڪن کان پاسو ڪرڻ کپي. ڪي پاٺڪي ويشنو جاٽي اپماني ٿيو پون کي ڪا خاص پوشاڪ پايو پاٺڪي ٻين کان اوچو پيا سمجهن. جگياسو سڄڻ! اهڙي هلت هل، جنهن مان سڀ جو سکدائي ٿين ۽ پاٺڪي اهنڪاري نه ڪر. جي اهنڪار کي جاءِ ڏنئه نه پيا گڻ تو ۾ نه رهندا. (پرمارٿ)

”مونکي مون پرين ڪٽي وڌو تار ۾

آيي انين چون نه مڇڻ پالڻ پسائين“ (شاهه)

(۲) ديا. سنڌيءَ ۾ پهاڪو آهي ته ”هيٺي کي هٿي سو هٿن ۾ لهي.“ انهيءَ جا مثال اسان ننڍي هوندي سڪولن ۾ ڏٺا. جن اٽبنگ شاگردن هيٺن کي دٻايو سي خير ڪو پڙهيا ۽ نالو ڪڍيائون. تلسيداس ديا بابت هيٺن چيو آهي:-

”ديا ڌرم ڪا مول هٺ نرڪ مول ايمان؛

تلسي ديا نه ڇوڙيئي جب لگه گهٽ ۾ پران“.

سري سنگورن اسانکي پنهنجي حياتيءَ جا ديا بنسبت ايڪ مثال ڏيکاريا. هڪي پکڻ کي نه پنهنجي هٿ سان روز ڏارو ۽ ماليءَ جا ٽڪرا ڏيندا هوا. اسان مان ڪنهنجو به درد پريو منهن نه سهاري سگهندا هوا. اهو ڏيکاري ٿو ته گياني جنتو ٽيڪ گيان پل ڪري بي پرواهه ۽ شانت چت آهن تڏهن به ديا جو انگ رهون ٿو. جڏهن رام جهروڪن مان ڪجهه وقت لاءِ ڪراچيءَ آيا ته هڪ سنسنگيءَ کون ڪجهه وقت پاڪوت رهايو. ماڙيءَ لئي رهندا هوا. هڪ سماري جي رات، جڏهن سڀ

وڃي آرامي ٿيا ته هڪ ننڍڙي ڪتڙي جي ڏک ڀري ڪُون ڪُون
ٻڌائون. هيٺ لهي ڏٺائون ته هڪ ننڍڙو ڪتڙو ڪسيءَ ۾
ڪريو پيو آهي ۽ ڪوشش ڪندي به ٻاهر نٿو نڪري سگهي.
تن ڏينهن ۾ هڪڙو ڀوريال ڳچيءَ کان پير تائين پائيندا هوا.
ڀوريال جي پلؤ سان ڪتڙي کي اُگهي، ڀوريال جي اندران
هنکي ڇاتيءَ ۽ ٻانهن جي وچ ۾ ڪوسو ڪيائون. ٻاهر نڪتائين ته
ڪين رهندو پائڻ لڳو، انهيءَ تي ڀوريال مان ڪيڏي سوڙ جي
ڪنب هيٺان ڀي ڪيائونس. جيتوڻيڪ ايپاس ۾ ويٺا هوا، تڏهن
به اهو ضروري سمجهائون ته ڏکي ڪتڙي جو ڏک لووت ڪريون.
سچي ڀڳتي اِهائي آهي ته هر شيءِ ۾ ست روپ جو درشن سمجهي،
سڀ جا سک دائي ٿيون. ڪنهن سالڪ چيو آهي:-

”ڪرم ٻنان سوڪي ڀڳتي، ڀڳتيءَ ٻنا سوڪو گيان“

انهيءَ جي معني ته هيڪڙائي جو ڀي ايورو وات سان نه
ڏيون، پر هلي ڏيکاريون. وڏا تڏهن ڏياوان ٿيندا، جڏهن
ننڍي هوندي کان منجهن اهي اثر پوندا. هن زماني ۾ اسانکي
ننڍن جي چال چلگت تي چگو ڌيان ڏيڻ کپي، ڇو ته يوروپي
رهڻ جي نموني، وڏن کي شرطن ۽ ڪلبن ڏي ڇڪيو آهي،
ڪٿان وقت اچين جو ننڍن کي ڏين. اِهو انهيءَ ڪري لکڻو
ٿو پوي جو سڪولن ۾ شاگردن جي اوچيءَ رهڻيءَ لئي اينرو
وقت نٿو ڏيڻ ۾ اچي. ديا جو انگ اهڙو نئي ضروري آهي،
جهڙو سچ آدڪ لڇڻ. ديا ڀلائي دور ڪرڻ لاءِ وڏو هٿيار آهي.

(٣) دان. اسان مان ڪير بمبئي، ناسڪ، پونو وغيره
گهمي ڏسندو ته خبر پوندي ته ڪيترن ڌرمالا پرشن، اسپتالون،
ويم گهر، ڌرمسالائون، مندر، سئنيوُورپم ۽ وديا گهر عام ماڻهن
جي سک، تندرستيءَ ۽ وديا جي واڌاري لاءِ ٺهرايا آهن. اسان
سنڌين کي اِهي ڏسي ڪڏهن به ويچار ڪونه آيو آهي ته اسان

ملڪ جي لاءِ ڇا ڪيو آهي. اسين ٻٽ پرستيءَ ۽ شوق ۾ ٻين قومن کي شهه ڏيئي ويا آهيون. پنهنجون گهرجون ايتري قدر وڌايون اٿئون جو غريب ڀاءُ جي دک سک جو به خيال ڪون ٿا رکون. سوامي رام تيرٿ ڏيکاريو آهي ته جيئن اسانجي ٻڌ سک دائي ٻوٽي جي شڪتيءَ جو دائرو وڌندو، تيئن اسين ويدانت سڌانت جو اڀيو ڪري سگهنداسين ۽ "زنده جا ويد" ڪوٺجڻ جا لائق ٿينداسين. ٿيڻي هوندي جي آزمودي مان اٿون ڇٽي سگهندس ته جيتوڻيڪ اسانکي ايتريون سهوليتون حاصل نه هيون تڏهن به وڏن جو گهر ۾، سٺن شڪول ماسترن جو شڪول ۾ ۽ ٿڌين ٿڌين منڊلين جو ٿڌيءَ وهيءَ وارن تي چڱو اثر هو. مان ته اڄ تائين پنهنجن اوچن آدرشي ماسترن جو شڪرگذار آهيان جن پنهنجي هلت چلت جو مثال ڏيکاري اسان جي حياتين تي خاص ۽ گوڙهو اثر وڌو. اٿين ٻڌڻ ۾ ايندو آهي ته مسلمانن ۾ چاليهون حصو سندن ڪمائيءَ جو چڱي ڪم ۾ خرچڻ ضروري آهي. ڪنهن وقت سنڌورقين ۾ به رواج هو ته فائدي مان رپئي تي پئسو ٽڪو ڌرم جي ڪم ۾ خرچ ڪندا هوا. هينئر اهڙي رواج جي گهٽ ثابتي پيئي ڏسڻ ۾ اچي. هڪ ڀيري سري سٽڪورن وٽ هڪ غريب آيو ته مولڪي ليا ٽيءَ جي ڪارج ۾ ڪجهه مدد ڏيو. وٽس ۳۰۰ روپيه اُنهيءَ وقت رکيل هوا، ساري رقم هن غريب کي ڏئي ويئي. اسان گرهستين تي به فرض آهي ته ڪجهه مڙيئي ڀائي خير جي ڪم ۾ ڏيون. شاه لطيف الهيءَ ٻاري ۾ وڻ جو مثال ڏنو آهي جو اسان لاءِ سکيا سان ڀرپور آهي:-

"وڻ ته ميوا ڪن — ڀاڻ نه ڪائن پاڻهنجو
لڳر ڀنڊ ڇاڙيون — ڏوڙا ڏار سهن
منڊن سان موٽي اچي — ڦر ٿا قولي ڪن
شاباس تن وڻن — اديون شاه لطيف چوي."



# گـل پنجون

## اڌرم جو تياڳ

گل چوٿين ۾ ڌرم جي ٻهرين ٻن ڏاڪن يعني چاهنا سان
چڱن ڪرمن ۽ چاهنا رهت يا نشڪام ڪرمن لـي ديا - دان -
دمن وارو اُلهاس ٻڌايو ويو ، هن ليکه ۾ ڪِرڻ جا سبب يعني
نشيد يا نه ڪرڻ جهڙا ڪرم ڪهڙا آهن ، تنهن تي لکيو وڃي ٿو
ته پڙهندڙ "ڇا ڪجي" ۽ "ڇا نه ڪجي" جو پورو ويچار
ڪري سگهن ۽ پنهنجي جيوت ڪٽڪاري ۽ لاڀدائڪ ڪري سگهن.

جڏهن سري مولارام صاحب سوامي دتورام صاحب جو
هٿ ورتو ته چيائون ته اچا ايترا ٻڌن ته پاٺڪي ٻڌجن جو حماليءَ
جو گڏارو ڏکيو ٿيو پوي ۽ نه وري اخلاقي نيم پڇجن. انهي لاءِ
اسانجي هڪ سٽ ياد ڪر ته "چوري، ياري، مٽيا اور ساڌان
کي اڇا". سري مولارام صاحب انهي سٽ کي وڏيڪ کولي
هڪ وقت اسانکي هيٺين ريت سمجهايو ته جي اسين هيڪو
پاٺسان واعدو ڪريون ته هٿين ڪنداسين هٿين رهنداسين هٿين
ڪائمنداسين ته اُنهن وچن تي اسانکي قائم رهڻ کپي ۽ نه اُنهن
واعدن کي پڄڻ جا سبب ڏجن. انهيڪري نه اُپورو ٿي يا ٻٽي
جي چوڻ تي پاٺسان ٽڪڙو انجام ڪجي جو وري اُنهيءَ تي قائم
نه ٿي سگهجي. چوري ، ياري ۽ مٽيا اهي ٿي اوگڻ يا اڌرم جا
ڪم ضروري ڇڏڻ کپن جو جو اهي جگياسوءَ کي اڳتي وڌڻ

ڏيندائي ڪين. انهن ٽن جا روپ ۽ انهن کي روڪڻ جا نمونا هيٺئين ريت وستار سان ٻڌايائون.

چوري، ڪنهن جو مال اسباب موڪل ڪانسواءِ کڻڻ ۾ نه آهي ۽ ڪيترن نمونن جي ٿي سگهي ٿي. ڪنهن جو ڳڻ پاڻتي ٿئي ۽ انجو انڪاري ٿيڻ به هڪ قسم جي چوري آهي. ڪنهن سنت شاستر يا سنت پرش جي وچنن کي پنهنجو ڪري ڏيکارڻ اهيا به چوري آهي. هن قسم جي چوري هن زماني ۾ گهڻي ٿي ڏسڻ ۾ اچي. ڪا ڪافي ڪنهن فقير جي چيل هجي، تنهن ۾ تخلص ڦيري گهيري ڪجهه اڳي پوءِ ڪري پنهنجي نالي سان چوڻ اهيو وڏو گناه آهي.

جنهن جي من ۾ ٻيائي ۽ پاڻکي وڏو ڪري ڏيکارڻ جا الڳ هوندا سو حقيقي حق جو ڪڏهن ديدار ڪندو. سري رام ڪرشن، سوامي وويڪانند کي هڪ ڀيري چيو ته ”جهڙو اندر تهڙو ٻاهر“ ٿيڻ سنت پرش جو ڳهڻو آهي. ڪنهن سنت پرش جي ڳالهائڻ جو نمونو اختيار ڪرڻ ۾ اُن جهڙي رهڻي نه رهڻ به هڪ چوريءَ جو قسم آهي. هنس وانگر رهجي تڏهن پاڻکي هنس ڪوٺائجي. نه ته هن دنيا ۾ ٻيکي ڪنگ، گهڻا آهن جي اڳيپوءِ ظاهر ٿين ٿا.

ياري - تلسيداس جو چوڻ ته:

پرناري وڪ کي ڇري مت ڪوئي لاوي سنگ
راون جيسا رم رهيا پر ناري ڪي سنگ“

اسان مان گهڻن پڙهيو ۽ ٻڌو هوندو. جگياسوءَ لاءِ ڪسنگ کان هٽڻ بلڪل ضروري آهي. ملمن ٻڌيءَ واري ۾ ايشور جي جوت جو جهلڪو ڪين پوندو. شاسترن ۾ ڪنهن ٻئيءَ ناريءَ جو خيال ڪرڻ به ڪام ڪرم ۾ اچي ٿو. هت منهنجو مطلب آهي ڏيکارڻ ته جگياسو ڪهڙا اُپاو وٺي جو هن ڦندي ۾ نه ڦاسي. (١) ماڻهو

جڏهن گهڻو اڪرن ته، سنڌن اکيون ڏين ڀڄن جي سولهه ۽ پوشاڪ ڏسڻ ۾، انهن ته ڏيڻ گهرجي. جي ٻاڪڪي ته روڪي سگهجي ته اهڙي هيرُ ورکجي جو جپ صاحب، گيتا، سکمني، وچار چندر آديہ يا ٻيو ڪو سٺ شاستر جو ڪنٺ ڪيل هجي، اهو اُچارڻ شروع ڪجي (پرماڻ)

”سرو ڏکا الدا اوکد نام“

اهڙي طرح ٻٽ کي ورزش سان هوا خوري ۽ چڱو وچار گڏ وگڏ فائدو ڏيندا. ڪيترا ڀيرا سنگورن سان گڏ گهڻو مهل اسان معلوم ڪيو ته سنڌن اکيون هميشه هيٺ هونديون هيون. هيڏي هوڏي ڪڏهن نه ڪنڌ ڦيرايائون. فرمايائون ته اسانجي نظر ٿوري پري تائين هوندي آهي جتن ڪنهن کي ڇهر نه اچي ۽ سنڌين رستي تي هلجي. ڪو چوندو ته نيٺ به ماڻهو آهيون ضرور ڏسبو وائسبو. سچڙ، پلي ڏسو پر سُدرشٽيءَ سان. سونهن ۾ اُنهي اپائڻهار جي وڏائي ڏسون جنهن سڀ سونهن پيدا ڪئي آهي. سري ڪرشن گيتا ۾ ارجن کي فرمايو ته ”مان هن ساري سرشٽيءَ ۾ وياپڪ آهيان جتي به اُتم وڀوتيون آهن سي منهنجي تيج مان پيدا ٿيون آهن.“ (ڏهون اڌياءُ گيتا)

هڪ ڀيري شواجي مهراج وٽ هڪ سهڻي ٻانهي آندائون ۽ چيائونس ته تو هين هنکي پنهنجي محل ۾ رکو. شواجي مهراج جواب ڏنن ته ”موٽائي وٺي وڃونس. جيڪر منهنجي ماءُ به اهڙي سهڻي هجي ها ته چڱو“. اسان کي به اهڙي سٺن پرشن جي هلت دل سان هنڊائڻ گهرجي. (٢) اهڙي پاسي نه وڃجي جو من اجايو هرکجي. گهڻو لاءِ اهڙيون گهٽيون ٿي جايون آهن جت من ايشور جي قدرت ڏسي خوش ٿئي؛ جتن ڪ گلڪاري ۽ ساوڪ وارا هنڌ يا نديءَ يا سمنڊ جي ڪناري وارا جهڳٽا. اُهن مان من کي وسرام ايندو ۽ اوچا خيال به ايندا. اهڙن گهرن رستن ۽ مجلسن کان پري رهجي جتي رڳو ڏيکا ڏيکي هجي.

(٣) جي اڪيلائيءَ ۾ رهجي تہ اهڙا ڪتاب پڙهجن جن ۾
شائستہ ۽ نرمل رهي. (٤) وهنوار ۾ اڇڙ وچڙ ٿئي تہ ٻالڪن
لنڍين ۾ ڏيٺ، ٻار جهڏين ۾ ٻيڙ ۽ ٻالڪان وڏين ۾ مان پساوا
رکجي. واجبي مطلب ۽ ضرورت کانسواءِ اجايو وقت ڳالهائڻ ۽
گڏ گذارڻ ۾ نہ وڃائجي. آمريڪا جي جج لنڊسي لکيو آهي
تہ ”هوريان هوريان ٿي صحبت وڌي“. ڏسجي تہ هاڻ هن
سنگت مان نقصان جو انديشو آهي تہ ٻالڪي سويلڻي روڪجي.
ڪي ماڻهو اجائي ٻناڪ هٽندا آهن تہ اسين بي پرواه آهيون. ان
کي ياد ڏيو تہ ڏيارجي تہ وڏن هن رستي تي ٿاٻو کاڌو آهي، اسين
ڪير آهيون جو دم هڻون. مونکي وهياڙن شاگردن جو سالن
کان آزمودو آهي تہ جي سياٽپ ۽ ديريئيءَ سان هلن ٿا، تنکي
هي لهر پسائي ٿي. ۽ جي لنڍڙين شروعاتن تي هرن ٿا سي
وقت سان ڳهجي وڃن ٿا. اسانجا ستگورو لنڍي هوندي
ڪانوتي اسان ٻالڪن کي سمجهائيندا هوا تہ ڪسنگ جو قل ڏاڍو
ٻُرو آهي ۽ ايشور بہ اهڙيءَ هلت تي ڏاڍو ناراض ٿئي ٿو ۽
اهڙي خرابي لئو بخشي. (٥) ويچار ڪجي تہ جي اسين ٻئن جا
حق رکنداسين تہ ايشور بہ اسانجا حق رکندو. اسين ٻئن جي
گهرن ۾ ڪدرشٽي رکنداسين تہ ايشور ڪئن اسانکي بچائيندو؟
ڪير چاهيندو تہ منهنجي گهر ۾ ڪسيءَ رهڻي وارا رهن؟ چوٽي
آهي تہ خون ڪستوري ڳجها ڪونہ رهن. اڳيئوءَ ٻنهنجن ڪڪرمن
۽ سڪرمن جي ڳالهہ ٻولهہ ظاهر ٿئي ٿي. گلا نڪرڻ ۾ ڪير
خوش ٿيندو ۽ ڪئن نہ گلا ٻڌي زندگي زهر ٿي پوندي. انهن
ڳالهين کي خيال ۾ رکي دانائي آهي تہ ڪڪرمن کي ويجهو
نہ وڃجي.

مٿيا - چمچي اسٽ يا ڪوڙ ڪي. پرهر کي يا آتما کي
سٽ چت آنند چئو ويو آهي. سٽ جي اصل معني آهي ” جو

تنهي ڪالن ۾ هر جاءِ ۽ هر شيءِ ۾ حاضران حضور آهي." اسين
انهي اُنتر آهي ۽ تنهيءَ نظر سان مٿيا کي ڪوڙ ڇو وڃي ٿو.
جئن ته اسين اُنهيءَ سَت مان پيدا ٿيا آهيون، اُنهيءَ سَت ۾
رهون ٿا ۽ اُنهيءَ سَت ۾ پاس پيش لئه ٿينداسين، ڇو نه اسانکي
اُنهيءَ سَت جي پوتواري ڪرڻ کپي ۽ سَت جو آسرو وٺڻ کپي.
سَت کان منهن موڙڻ اسانکي الڪار ۾ وجهندو. هڪڙي پيري
سري مولارام صاحبن وٽ ملهو ۾ سري گلاب داس جن جي دربار
وارا گاديسر آيا. هيءَ دربار چٽيانولا ۾ لاهور جي ويجهو آهي.
ڳالهين ڪندي چيائون ته جيتوڻيڪ اسان جي گهر جي سکيا
ساڳي آهي، پر تڏهن به توهين شاهاڻي نموني رهو ٿا، انهيءَ جو
ڪارڻ ڇا آهي. سري مولارام صاحب جواب ۾ چيو ته اسين
سچ ڳالهائڻ جي اُصول تي قائم آهيون ۽ هڪ سَت جي آسري
رهون ٿا. سري گورو نانڪ صاحب به ڪوڙ ڳالهائڻ کي زبان جو
سوتڪ چيو آهي. اندر ۾ هجي هڪڙي ۽ ڪنهنکي راضي ڪرڻ
لاءِ چئجي ٻي، انهيءَ کي به ڪوڙ ڪري سمجهون. جي زبان
هوندي ڪوڙ ڳالهائڻ ٿي، ته جاپ ڪهڙو فائدو پهچائيندو. سچ
ڳالهائڻ جي نيم جو اهو اثر آهي جو جيڪا واڻي اسانجي وات
مان ڪڍي اوچتو نڪرندي آهي ته اها به سچ ٿيندي آهي، پر
اسين ڪرامت ۽ پِتَ جي برخلاف آهيون. دنيوي ڳالهين جي
سڌ ڪرڻ لاءِ سنت پنهنجو وقت نقصان ڪو نه ڪن. جي سواليءَ
جو صدق پڪو آهي ته سندس صدق ڪمس قل ٿو ڏئي. سنتن
وٽ پيائي ڪاٿهي جو ڪنهن جي دنيوي پلي ۽ ڪنهن جي
دک ۾ ورلي هلائين. سچل به هن باري ۾ هيئن چيو آهي:-

"پِت دعا پارالي واري ٿاهي راهه رهالي
هرڪو پنڪو پنهنجو رکي سچل ڪم آسالي."

پر حقيقت ائين آهي ته ڪڏهن اسان کي اندرون ڪم

چوري نہ هئڻ ڇو ته اُهيءَ حالت ۾ اڳلي جو ضرور ڪم ٿئي، اهڙي ”ازخود“ چوڻ جي سچو ٿي ٿوڻ جو مونکي گهڻو آزمودو آهي. جڏهن مون پنهنجو ڊاڪٽري ڪم ڪراچيءَ ۾ شروع ڪيو تہ فرمايائون تہ بچا اسانجون ٽي ڳالهيون مڃ، پرميشور توکي خوش رکندو.

(١) جڏهن ڪنهن گهر وڃو تہ استري شريرن ۾ ڌيءَ، ڀيڻ ۽ ماتا جي ڀاونا رکجو.

(٢) جي هڪ ڏينهن ۾ بيمار چڱو ڀلو ٿئي تہ بہ ڏينهن نہ وٺجو.

(٣) جيڪو توهان جي في ڏيئي سگهي تنهن کان وٺجو؛ ڪنهن تي بہ زور نہ آڻجو.

مون سندن چوڻ انگيڪار ڪيو ۽ ڏٺم تہ اهڙيءَ هلت ۽ نيت ڪري نہ فقط هوش ۽ عقل وڌيم، پر اندر جو بہ آرام مليم. ائين ڪندي اٽڪل سال کن گذريو تہ هڪ ڀيري جڏهن سنگت کي ويڻي ڪارايم تہ ازخود چيائون تہ ”بچا! تون وڌندين، اولاد ۾، نام ناموس ۾، وهنوار ۾ ۽ پرمارٿ ۾.“ اهي سڀئي ڳالهيون ٿورن سالن اندر سچيون ثابت ٿيڻ لڳيون. اهڙيءَ طرح ٻين سنگتين جي حالت ۾ بہ سندن ازخود چيل وچن سچا ٿيا. اسانکي اوچن آدرش موجب هلڻ لاءِ گهڻو تاڪيد ڪندا هوا ۽ فرمايائون تہ سنت وستوءَ جو ڌيان ۽ ويچار باغ جي خريد ڪرڻ وانگر آهي جنهن لاءِ ايڪڙ يا وال تي ملهہ ڏجي ٿو، پر باغ جا وڻ، گل ۽ ميوا روُنگ ۾ ملن ٿا. سنت وستوءَ جي خريدار کي، سُوڌي ۽ سولي جيوت پرمارٿ سان رونگ ۾ ملنتي. مٿين احوال مان پڙهندڙ سمجهي ويو هوندو تہ جو انهن سان سچ ٿو ڳالهائي تنهنکي ڪيترو نہ فائدو ٿو ملي. سنت وستوءَ تي پاڙڻ جو هڪ ٻيو مثال سندن حياتيءَ مان ڏيان ٿو.

سوامي ڏنو رام صاحب، جيتوڻيڪ پرمارٿ ۾ اعليٰ هوا،

تڏهن به وٽن ڀوڻ به وڌيائون هيون، جن مان ڀڻ کي فيض بخشيندا هوا. مثال طور طبابت. وٽن کي اهڙا نسخا هوا جي دم، ناسور وغيره واسطي مفيد هوا. جڏهن سري مولارام وٽن رهندا هوا، تڏهن چيائون ته "مولا، اسان کان اهي نه سکي وٺ." پر سري مولارام عرض ڪيو ته ڪرپالدان، من هڪ آهي سو رتل آهي ست وستوءَ جي ڌيان ۾، پيو من ڪٿان آٽيان جو ڀوڻ ڳالهيون سکي. انهيءَ تي سوامي جن ورڌن ته "مولا، جي ماڻڪين وٽ اُن مهانگو ٿيو، تڏهن به توکي پرواه نه رهندي." اسين سندن ٻالڪا ڇٽي سگهنداسين ته ستگورن جو اهڙو ته ست وستوءَ ۾ اعتقاد هو جو سڌيءَ يا اڻ سڌيءَ طرح، ڪنهن کي ڪڏهن به وائيت نه وڌائون، ائين رضا تي راضي ٿي رهندا هوا. مطلب ته مٿين ٽن اڌرمن جي ڪمن کان پري رهڻ لاءِ اسان سيڻي کي هر هميشه تاڪيد ڪندا هوا. من جيترو ميل سان ڀريل هوندو ايترو هن. جيو جو واڌارو ٿيڻ ناممڪن آهي. ترلوچن ڀڳت هن ٻاري ۾ هڪ سکدائي پڄڻ چيو آهي: ڪجهه سٽون هن مان ڏجن ٿيون.

"انتر مل نرمل نهي ڪينا     ٻاهر ڀيک اداسي
هردي ڪمل گهٽ برهم نهين چينا     ڪاهي ڀيا سنياسي
ڀدت ترلوچن سن ري پراني     ڪن بن گاه ڪرپاهي"



# ڳل چوٿون

## خودي يا خدا ٻٽي مورت

خودي ڇوڙ خدا هو. (رام تيرٿ)

ٻن ترارين جاءِ ناهي هڪ مياڻ ۾. (شاهه)

هن باري ۾ اپنشدن ۾ ٻه لاڳائڪ اتهاس آهن. جن جي پڙهڻ مان خبر پوندي ته جيتر اهنڪار وڃائي من نرمل نه ڪنداسين تيتر آتما جو ديدار ٿيڻ مشڪل آهي. پهرين اتهاس ۾ يڪشيه جي ديوتائن کي سکيا بابت احوال آهي ۽ ٻئي ۾ پرجاپتي ۽ اندر ۽ وروچن جي وچ ۾ گفتگو جو بيان آهي:

### (١) يڪشيه جي ديوتائن کي سکيا

پراچين زماني ۾ هڪ دفعي ديوتائن جي دشمن تي فتح ٿي. سندن فتح ڪري، يگيه هوَن سندن نالي تي ٿيڻ لڳا. ديوتائن کي ايمان ٿيو ته هيتري وڏائي سندن پراڪرم ڪري ٿي آهي. پرماتما کي وساري، اهنپڻي ۾ غلطان ٿيڻ لڳا. پرماتما اهو ڏسي خيال ڪيو ته اهو اهنپڻو ديوتائن لاءِ دکدائي ٿيندو، تنهنڪري ڪو اپاءُ ڳولهجي جو انهن جو اهنپڻو لهي. انهي ارادي سان پرماتما يڪشه جي روپ ۾ ظاهر ٿيو. ديوتائون هي الوڪڪ روپ ڏسي دڱجي ويا ۽ پاڻ ۾ خيال ڪيائون ته هن يڪشه جي حقيقت ڪڍڻ جاڻن. پنهنجي اڳوان اگنيءَ کي چيائون ته تون وڃي خبر ڪڍ ته هي يڪشه ڪير آهي. اگني يڪشه جي اڳيان آيو.

يڪشہ پڇيس تہ تون ڪير آهين ۽ تنهنجي طاقت ڪهڙي آهي.
اگنيءَ جواب ڏنو تہ منهنجو نالو اگني آهي ۽ جيڪي بہ نظر ۾
اچي ٿو تنهن کي ساڙڻ جي شڪتي رکان ٿو. يڪشہ هن جي اڳيان
هڪ ڪک رکي چيو تہ ڀلا هن کي ساڙ. اگني پنهنجي طاقت هلائي
پر ڪک کي ساڙي نہ سگهيو. موٽي اچي اهو احوال ٻين ديوتائن
جي اڳيان رکيائين. انهيءَ تي ديوتائن وايو کي يڪشہ جي جاچنا
واسطي موڪليو. يڪشہ وايو کي ڏسي کانئس بہ ساڳيو سوال پڇيو.
وايو جواب ڏنو تہ منهن جو نالو وايو آهي ۽ جيڪي بہ هن ٻولاڙ
۾ آهي، تنهن کي اُڏائي سگهان ٿو. يڪشہ هن جي اڳيان بہ ڪک
رکيو پر وايو هن کي ڪجهہ بہ نہ ڪري سگهيو ۽ موٽي اچي
ديوتائن کي سارو احوال ٻڌايو. تنهن تي ديوتائن اِندر کي عرض
ڪيو تہ توهين اسان سڀني ۾ اُتم آهيو توهين ڪرپا ڪري اِهيا
کوجنا ڪريو. اندر يڪشہ تاءِ پهتو مس تہ هو انترڌيان ٿي ويو.
اِندر اندر ۾ هار سمجهي ۽ اهنڪار رهت ٿيو ۽ نرمل من سان
چاهيائين تہ ڪا خبر پويم. انهيءَ خيال ۾ هو تہ اڳيان ماتا "اُما"
درشن ڏنس. ماتا کي ڏسي نمرتا سان ارداس ڪيائين تہ ماتا
ڪرپا ڪري ٻڌاءِ تہ اهيو يڪشہ ڪير هو. اُما اِنهي تي ٻڌايس
تہ "اِندر، پرماتما يڪشہ جو اوتار وٺي توهان ديوتائن کي ڏيکاريو
تہ سڀ ۾ مون پرماتما جي شڪتي آهي ۽ مان سڀني ۾ انترجامي
ٿي، سڀني گهٽن جي ڏئڻ وارو ٿيان ٿو. توهين اجايو ايمان ڇڏيو
۽ وري بہ اُنهي ست چت آنند جي ڌيان ۾ لڳو". اِئين چئي
ماتا انترڌيان ٿي ويئي ۽ اِندر اِهيا سکيا اچي ديوتائن کي ٻڌائي.

(٢) اندر وروچن جي پرجاپتيءَ سان سنواد هيٺينءَ ريت
آهي. اهيا سکيا ڏاڍي ڪمال ۽ ڌيرج سان پڙهڻ کپي. شڪ انهہ
ڪرڻ جي بہ هن ۾ ڏاڍي ضرورت آهي ڇو جو وروچن هي
سکيا نہ سمجهي بت کي آتما سمجهيو ۽ ڪين پرايو. پر اِندر

١٠١ ورهيه برهمچاريءَ جي حياتي رهي، نرمل چت سان پرجاپتي جو چوڻ سمجهو ۽ پنهنجو ۽ ٻئن ديوتائن جو ڪلياڻ ڪيو.

ديون ۽ ديوتائن پرجاپتيءَ جو هيٺيون شلوڪ ٻڌو ته "آتما پاپ کان رهت آهي ۽ ڪڏهن به ٻڍو نٿو ٿئي. هو مري نٿو، نڪي کي دک ڇهيس ٿو. هنکي نه بک لڳي ٿي ۽ نه اُڃ. جئن جئن خيال ڪري ٿو اُئين ٿئي ٿو. جيڪا چاهه ڪري ٿو اُها ٿئي ٿي. اهڙي آتما جي ڳولا ڪرڻ کپي ۽ اهڙو آتما ڄاڻڻ يوڳيه آهي". اهيو ٻڌي ديوتائن ۽ دئتن ارادو ڪيو ته اهڙو آتما ضرور ڄاڻجي جو سڀني لوڪن ۽ ڀوڳن کي حاصل ڪري سگهجي. اهيءَ خيال سان پنهنجن اڳوانن اندر ۽ وروچن کي چيائون ته توهين پرجاپتيءَ جي شرن ۾ وڃو ۽ مٿئين سکيا وٺي اچو. ٻنهي اهيا ڳالهه قبول ڪئي ۽ شش ڀاونا سان پرجاپتي وٽ پهتا. پرجاپتيءَ هنکي ٣٢ ورهيه برهمچاري ٿي رهڻ لاءِ چيو جو هنن قبوليو. ٻٽيهن ورهين ڪانپوءِ پرجاپتيءَ وٽ ويا ۽ پرجاپتيءَ هنکي هيٺين ريت چيو:-

"هنن اکين ۾ جو پرش ڏسڻ ۾ اچي ٿو، اهو ئي آتما آهي، اهو ئي امر آهي، اهو ئي بي ڀو آهي، ۽ اهو ئي برهم آهي". ٻنهي سمجهو ته پنهنجي سامهون پرش جي اکين ۾ ڏسندڙ جا پنهنجي پُتلي ڏسي ٿو اهائي آتما آهي. اهو خيال ڪونه ڪيائون ته جڏهن ماڻهو پاڻ امر ۽ بي ڀو نه آهي ته سندس عڪس جو پتليءَ وانگر سامهون ماڻهوءَ جي اکين ۾ ڏسجي ٿو اُهو امر ۽ بي ڀو ڪئن ٿيندو. اهو ئي سبب آهي جو من جي نرملتا کان سواءِ اسين سڀ پرشن جو چوڻ برابر طرح ڪين سمجهون. عڪس ئي آتما آهي، اهي جي صفائي لاءِ پرجاپتي کان پڇيائون ته سائين، اهو عڪس جيڪو درسنيءَ ۽ پاڻيءَ ۾ ڏسڻ ۾ اچي ٿو يا ڪو ٻيو. پرجاپتي جنهن جو عقيدو هو ته آتما هر هنڌ آهي، تنهن چيو

ته آتما پاڻيءَ ۽ درسنيءَ ۾ به ڏسي سگهجي ٿو ۽ جيئن ته پاڻ
کي پاڻيءَ سان ڀريل ٻوڙن ۾ ڏسو ۽ جي آتما کي نه ڄاڻي سگهو
ته مون کان پڇو ۽ مان توهان کي وڌيڪ سمجهائي ڏيندس.
جڏهن وري به پاڻيءَ ۾ پنهنجو عڪس ڏسڻ ويا ته پرجاپتيءَ
پڇين ته ڇا ٿا ڏسو. جواب ڏنائون ته وارن کان وٺي ننهن تائين پاڻ
يعني شرير کي ڏسون ٿا. پرجاپتيءَ انهن کي چيو ته وار ۽ ننهن
لهرائي، چڱا وستر ۽ گهڻا پهري وري پاڻيءَ ۾ ڏسو ۽ ٻڌايو ته
ڇا ڏٺؤ. بعد جي بدليل ويس ڪري، عڪس ۾ ڦير ڏسي به
عڪس کي آتما مڃڻ لڳا. اهو ويچار ڪري آين ته بعد جنهنجو
عڪس اسين ڏسون ٿا اهو ٻڪ، اُڃ، ٻڍاپي، مرڻ کان رهت
ڪين ٿيندو. بعد کي آتما سمجهي راضي ٿيا ۽ پنهنجي پنهنجي
گهر موٽيا. وروچن دئتن کي ٻڌايو ته بعد ئي آتما آهي. اندر
کي واٽ تي ئي خيال آيو ته عڪس کي آتما ڪيئن مڃان. بعد
ڪارو ته عڪس به ڪارو، بعد سهڻو ته عڪس به سهڻو، بعد
ننڍو ته عڪس به ننڍو، بعد انڌو ته عڪس به انڌو، بعد لولو
لنگڙو ته عڪس به لولو لنگڙو، بعد ناس ٿيندو ته عڪس به ناس
ٿيندو. انهن ڳالهين ڪري مون کي عڪس ۾ آتمپڻو نظر نٿو
اچي. اهي ويچار ڪري پوئتي پير ڪيائين ۽ موٽي اچي سارو
حال پرجاپتيءَ سان ڪيائين. پرجاپتيءَ جي چوڻ تي ٣٢ ورهيه
وري برهمچاري ٿي رهيو. ان بعد پرجاپتي هن کي چيو ته
"جو هن سپن ۾ موجب ٿي وچري ٿو ۽ سوپن ڀوڳ ڀوڳي ٿو،
سوئي آتما آهي، سوئي اڀو آهي، سوئي امر آهي، سوئي
برهم آهي."

اندر وري به اهي اکر ٻڌي راضي ٿيو ۽ پوئتي موٽيو ٿورو
سرڳ ۾ پهچڻ کان اڳ، هي خيال آيس ته جيئونڪ سپني جو
ڏسڻ وارو بعد جي گهٽ اوگهٽ کان اڃو آهي تڏهن به انهن هو

ڏسڻ ۾ اچي ته جڙ ته ناشونت آهي، جڙ ته ڀوڳت آهي، جڙ ته
دکي آهي، جڙ ته رئي ٿو. اهڙيءَ آتما ۾ مان راضي نه آهيان ۽
وري موٽي پرجا پتيءَ وٽ آيو ۽ ٣٢ ورهيه ٻيا به برهمچاري ٿي
رهيو. آن بعد وري کيس هُن چيائين ته ”جنهن ۾ هي جيو
گهريءَ ننڊ ڪري پنهنجن سمپورن اندرين جو وهنوار بند ڇاڏي
ٿو ۽ آرام ۾ رهي ٿو ۽ سپنو به نه ٿو ڏسي، اهو آتما آهي. اهو
امر آهي، اهو برهم آهي“. وري به اوڏي مهل اهڙا وچن ٻڌي
راضي ٿيو ۽ گهر موٽيو، پر واٽ تي وري ويچار ڪيائين ته جو
ڀاڻ غفلت جي ننڊ ۾ آهي، جو نڪو ڄاڻي سگهي ته مان هيءُ
آهيان کي هيءُ آهيان، نڪي کي هنن ڀوتن کي ڄاڻي ٿو ته
ڇا آهن ۽ انهن سان گڏ ناس کي پراپت ٿئي ٿو، اهڙو آتما ڪئن
آنند وارو ٿيندو. اهو ويچار ڪري موٽي پرجا پتيءَ وٽ آيو ۽
پرجا پتي هن کي وري ٥ ورهيه برهمچاري ٿي رهڻ لاءِ چيو.
انهيءَ بعد هن کي چياءِ ته ”اندر، هيءُ شرير ناسونت آهي پر هن
ناسونت ٻت ۾ رهندڙ امر آتما آهي. هن امر آتما کي اوويڪ
ڪري هن شرير ۾ ڪوڙو اهمپڻو ٿئي ٿو ته مان ڪرتا ڀوڳتا ۽ سکي
دکي آهيان. جنهن جو سچي ٻوڌ ڪري اهڙو اهمپڻو ناس ٿئي
ٿو، اهڙي گياني پرش کي ڪرم ۽ ڀوڳ ڇهن نٿا. انهيءَ امر
آتما ديو جي سٿا ڪري هيءُ اکيون ڪن آدڪ پنهنجو وهنوار
ڪن ٿا“. مٿيان وچن ٻڌي اندر شانت چت ٿيو ۽ موٽي سرگ
۾ ديوتائن کي سچيءَ سکيا مان واقف ڪياءِ.

هاڻي اچو ته ويچاريون ته پرجا پتيءَ پهريائين جاڳرت اوسٿا جو
مثال وٺي آتما ڏي اشارو ڪيو. شاسترن ۾ چيل آهي ته آتما جي
رهڻ جي جاءِ جاڳرت ۾ سڄي اک آهي. حقيقت ۾ ته آتما سرو وياپي
آهي پر منڊ ٻڌي وارن کي هڪ جاءِ تي يقين ڪرائي اڳتي
وڌڻ لاءِ رستو اختيار ڪيو ويو آهي. پرش جي معني ”وياپڪ

هلائڻ وارو" سمجهڻ کپي ۽ نه "پُتلي". آلما کي اکين جون اکيون چيو ويو آهي يعني جنهن جي ڪري اکيون ڏسن ٿيون. جاڳرت مان وڌي پرجا بڻجيءَ سپن جي ڏسڻ واري آلما ڏي ڌيان ڇڪايو ۽ نه سپني جي وهنوار ڏي، جو جاڳرت جي ڀيٽ ۾ سوکم آهي. اڳتي وڌي پرجا بڻجي وري سشپت يا گهريءَ ننڊ جي ساکيءَ ڏي ڌيان ڇڪايو ۽ نه گهريءَ ننڊ جي اڄاڻ ڏي. ٽنهي اوستائن ۾ آلما جي سَتا کي ڏيکاري، ساکي يا ڏُريا پد ڏي اندر کي وٺي ويو. اهڙي طرح جڏهن اسين خيال ۽ ويچار ۾ سوکم ٿيندا آهيون، تڏهن اندرين سوکم وستوءَ جو انڀو ڪري سگهندا آهيون. اهي ويچار جي سوکم ڪرڻ لاءِ، اندر کي ١٠١ ورهيه برهمچاري ٿي رهڻو پيو. اسان گرهستين لاءِ گهٽ ۾ گهٽ چئن ساڌنن جي نه گهرج آهي. جي آهن (١) وويڪ (ست ۽ اسَت جي وچ ۾ پروڙ) (٢) ويراڳ (وشئي سکن جو تياڳ) (٣) شٽسمپتي (من جو روڪڻ، اندرين جو روڪڻ، ٿڌي ڪوسيءَ ۾ هڪ سمان رهڻ، گرو ۽ ست شاسترن ۾ ويساهه، من جي ڌيرتا، وهنوار ۾ اڏول رهڻ ۽ وشين ڏي نه ڇڪجڻ) (٤) موکشيه جو چاهه.

جڏهن جگياسو اهڙو سوکم ۽ نرمل چت وارو ٿيندو ته ستگور هنکي سولائي سان پوري رستي کان واقف ڪندو ۽ ايشور پاڻ مددي ٿيندو. ڪو چوندو ته اهڙا ستگر آهن ڪٿي؟ هن جو جواب شاهه سهڻي مهار جي قصي ۾ هيئن ڏنو آهي: "اسين سڪون جن کي، سي تا سُڪن پاڻ، هاڻي وچ گمان، مون سهي سڃاتا سپرين". "پهچن جي مهار کي پهچي سي مهار". جيڪڏهن اسين پورا پورا خواهان يا طالبو آهيون ته چوله پرماتما اسان جو سڏ اُلائيندو. هو هر هنڌ حاضر آهي، ويجهي کان ويجهو آهي. چاڻ روپ آهي. سڀ جو سک دائي آهي ۽ اهي يقين

کي ڀيٽ ڪرڻ لاءِ سري مولارام صاحب جن جي حياتيءَ مان
عمدو مثال تو ڏيان.

سري مولارام جن کي سندن ستگر سوامي ٽئورام فرمايو
ته ”مولا، ٻي آسري ٿي، رڳو ايشور کي آسرو ڪري ٽوڪلي
جهنگ ۾ آتم چنتن ۽ ويچار ۾ گذار، موافق موقعي تي توکي
گهرائيندس ۽ اُپديش ڪندس.“ ستگر اهو حڪم وٺي جهنگ
ٻن جي ايڪانت ۾ اڀياس ۾ مشغول رهيا. هڪ ڏينهن ڇا ڏسن
ته هڪڙو ساڌو جنهنکي وڏيون جٽائون هيون ۽ جن جي شڪل
۽ ڀيک تمام شوڀنيڪ ۽ عمر تمام وڏي هئي، سندن ويجهو پيو
اچي. هن کي ادب سان سٺي سٿان تي وهاري پاڻ هنن جي
چرڻن اڳيان ٿي ويٺا. ساڌوءَ ”مولا“ ڇٽي فرمايو ته اچ ته وارتا
لاپ ڪريون ۽ پوءِ اسٽي پانٽي ٻريہ رسٽي سُوروپ جو اُپديش
ڏيائون. مولارام جن کي پنهنجن ستگورن مان تصديق ملي ته
شو مهراج پاڻ اوتار وٺي توکي اُپديش ڪرڻ لاءِ آيا ۽ پاڻ ٻه
وري ساڳي ريت اُپديش ڪيائون. هڪ دفع جڏهن مان صاحبن
کان موڪلائڻ ويس ته هو اڀياس مان اُٿيا هوا ۽ سندن صورت
مون کي شو مهراجن جي نظر آئي.

اُپنشدن ۾ هڪ هنڌين ريت اُپاسنا آهي ”استوما سدگميا،
تمسوما جيوتير گميا، مرتيوما امرتمگميا“ معني ته هي ايشور،
اسٽ مان ست ڏي آڻ، انڌيري مان روشنيءَ ۾ آڻ، موت
مان امرپد ۾ آڻ. ڪا مون ۾ گهٽ، ته ته سڀڻ سباجها آهن.
اسان جي سڀي اڪر ته ڪٿن ته ايشور اُنائيندو.

هن آتما کي سنتن سڀ، جي جاڻندڙن، ڪيترن تمونن ۾
ٻڌان ڪيو آهي. اُميد ٿي ڪجهي ته سڀني طرفن کان جي ماڻهو
واقف آهي ته ڪٿن ته وچي هٽي هنڌ ڪندو ۽ سڀي جاڻ
مان سگهه پرائيندو ڇو جو سچ جو ڳولائو سچ کي ضرور پائيندو.

همت سست ٻرشن جا وچن ڏجن ته نه ٻڌهندڙ ٻورو لاڀ وٺن.

(١) "مرڻ کنان اڳي مئا — مان کي ڪين مڃين
دشمن دوست هڪ ڪيو — گوڏڙا گڏجن
وحدت جي واديءَ ۾ — دانهه دم پرين
تون ۽ مان وڃان وڃائي — پنهنجو پاڻ پسن
هادي مريد هڪ ٿيو — تفاوت نه ڪن
نائين ڏس نيڻن — صورت مورت هڪ ٿي" (سچل)

(٢) "پنهون پنهون ٿي ڪريان — آءُ پڻ پنهون پاڻ
اڏيون ٿيس اڄاڻ — جو ڪين پروڙيم پاڻ کي" (سچل)

(٣) "ٻحر اُنون جا لهر اُٿي ٿي — مونٽي ٿيو مهران.
سچل کي ڪيو ساعت ساعت — حيرت هن حيران" (سچل)

(٤) "اپنا آپ پڇان — تان شهه ويڙهي اندر پائين
هٿڙ وڃاوين تان شهه پاوين — خودي تون ڇاگنواءِ
تان شهه ٿيڏي نظر آوين
دوئي تون دور ڪرين ياد دل مون — بيائي تون ڇا بار
تان شهه تڏهن گهر پڌري آوين
جي پاوين تان شهه پاوين — جيئڻيءَ مر جاءِ
تان شهه ٿيڏي مندرين آوين
قطب ڪوڙي ڪيا قلب مون — ڪميا نال گدار
تان شهه اگڙ اڪثر پاوين".

(٥) "تين لوڪ ۾ ٿهرا داسا — ڪاهي قُربت هوءِ اداسا
جان سکي ڪو جان
جب ميري پريت صاحب سنگ لاڳي — دوحل پمت پورم کي پاڳي
آٿم ۾ غلطان" (دوحل)

(٦) درياخان هي سڀ حق آهه — سالڪن کي سبق آهه
محبت لئي مرڪ آهه — معرفت جنهن جي من ۾ (درياخان)

(٧) "اڪل ڪلا کيل ڪيلارا ڪنڊ ٻرهمنڊ ملپا سو نيارا

روپ نه ورن لکيو نه جاوي جيون ڏوپ ڪلي ڇايا ڪوپ سماوي

حد بي حد پيا هي پسارا

درياخان پهه پد جو نرٻوجهي چوراسي ٽان ڪو نهين سوجهي

آواگون جيسه نهين هارا" (درياخان)

(٨) جسم دي رولي ڏٺم ڏکوئي آهمان جان جهان

بيدل سٽر سيڪوئي منهنجو لا مڪاني مڪان. (بيدل)

(٩) "ڪاٿي بيڪس طالب ٿيٺو ڪاٿي بيدل پير مغان" (بيڪس)

(١٠) ڇولي اندر جوئي ٻولي يار نه ميڏا سوئي

جنهين دي نال مون نينهڙا لايا مٺن پي ذات اهوئي

ٻُلي شاهه نون شاهه عنايت شوق شراب ڏتوئي

مٺن جو پيوط مسه جو ٿيوط صافون صاف ٿيوئي، (بلا شاهه)

(١١) دل درون هوا حال معلوم وه حقيقت کهتي هين

تجلي عجب طرح ڪا نام روشن ڌرتي هين

هردي اندر جو نير پرش يهه شرتي رٽي هين

شمس معني ڪرين نڪي ڪندرو ساکي چرتي، هين

مالپٽو يعني خود کهي اسکو موه جو نهين مرتي هين (مولارام)

(١٢) سامي سب ديدار اٿيئي عجيبن جو

ڏسي ٻڌي پاڻ تو ٻولي ٻولڻهار

نرآڪار آڪار ڌاري آيو جڳ ۾

(سوامي)



# ڳل سٺون

## ڳڻ ڳراهي ۽ سم درشي ٿيڻ.

هن زماني ۾ چوڌاري ائين پيو ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته سڀڪو پنھنجي پنھنجي مت يا پنٿ کي وڏو پيو سمجهي ۽ ٻين کي حقارت سان ڏسي ٿو. حقيقت هيءَ آهي ته اهڙي ڪا به نئين ڳالھ يا رستو آهي ئي ڪونه، جنھن جي خبر ويدن ۽ اپنشدن ۾ ناهي. زماني جي حالت انوسار، جدا جدا مت، ڪرم يا اپاسنا يا يوگ يا گيان مان هڪ نه هڪ جو زور سان پرچار ڪن ٿا. جگياسوءَ کي مٿين اوسٿائن مان ڪا نه ڪا ضرور موافق لڳندي. هو اُنهيءَ رستي اڳتي وڌي. سڀني مت متانترن مان واقف هوندو ته جهيڙو نه ٿيندو ۽ نه کوھ واري ڏيڏر وانگر کوھ کانسواءِ ٻيو ڪجھ نه ڏسندو.

هڪ دفعي ملير دربار ۾ هڪ دکني گريجوئيٽ آيو ۽ شنڪا ڪيائين ته ”گيتا جي جدا جدا اڌيائن جي پڇاڙيءَ ۾ ائين پڙهجي ٿو ته هي اُتم ۾ اُتم اوسٿا آهي. مثلا ڪٿي سنياس، ڪٿي يوگ، ڪٿي ڀڳتي، ڪٿي گيان کي اُتم ۾ اُتم چيو ويو آهي، پر اُتم ڪنھن کي سمجهجي.“ سري ستگورن هن کي سمجهايو ته ”هي شاستر اٽل ڀنڊار سمان آهي، جنھن مان پنھنجي يوگيتا ۽ اڌڪار آهر سڀڪو ڪڍڪو ڪڍي. اهڙن جدا جدا يوگيتا وارن لاءِ سندن پسند ڪمل اُصول کي اُتم چيو آهي ته هو اُن ۾

خوشيءَ سان ڀريو رکي ۽ اُلٽي هلي." اسان جو ڪم آهي گڻ
گراهي ٿيڻ ۽ سيني ۾ سمدرشٽي رکڻ. انهيءَ لئي ستگورن جي
حياتيءَ مان ڪي مثال ڏجن ٿا.

هڪ دفعي هڪ جگياسوءَ ملهو دربار ۾ سورج پرڪاش يعني
گرو نانڪ چرتر ٻڌي پڙهيا. لکڻ واري محنت ته ڪئي هئي، پر
لکڻ جو نمونو وڏاءَ وارو ۽ شدمد وارو هوس. اهو نمونو پڙهندڙ
کي پسند نه لڳو ۽ اهڙو رايو ڏنائين. انهن لئي صاحبن فرمايس
ته اسانکي ڪتاب اندر جي ماڻڪ موتي آهن، سي چڱڻ کپن ۽
نه لقط چيني ڪرڻ کپي. پڙهندڙن جي سون جو ٻٽر ڏٺو هوندو
ته معلوم ڪيو هوندائون ته وڏي اچي ٻٽر ۾ سون جون ذريون
پڙين وانگر آهن. اسانجو ڪم اُنهن پڙين سان آهي ۽ نه وڏي ٻٽر
سان. سري ستگور اسانکي ويدانتي شاسترن سان گڏ سري گرونانڪ
جي وچنن، سواميءَ جي سلوڪن، صوفي فقيرن جي بيتن مان
ٻه واقف ڪندا هوا ۽ اهڙن حقيقت جي وچنن ڪٺن ڪرڻ لاءِ
صلاح ڏيندا هوا. اُپنشدن ۾ صاف چيل آهي ته "جتي ٻيائي آهي
اُتي دک آهي، جي ماڻهو 'ڀُوما ڀاو' وارو ٿئي ٿو ته شانت پائي ٿو."

ٻئي دفعي هڪ ست سنگيءَ جي گهٽي زور لئي حيدرآباد
۾ سوامي ڪلاچند جي ورسيءَ لئي وڃڻ قبول ڪيائون، جيتوڻيڪ
سندن رايو هو ته اهڙن موقعن ۽ ميڙن لئي سچيءَ رهاڻ ۽ سنگت
جو خمر ڪو وجهه ملندو. ورسيءَ جي ڪاروبار ديوان گدومل
سنسڪرت پاٺشالا ۾ ڪئي ويئي هئي. ورسيءَ جي هڪ ڏينهن
ڪجهه سنگتن سان گڏ پاٺشالا ۾ هلڻ ٿين. سڀ ڪاروبار ٻهت لئي
هئي ۽ گرو گرنت صاحب ٻه لنڊي منجيءَ لئي رکيل هو. راڳين
ٻه ڀڄن ٻڌي ڪيو. صاحبن جي اندر گهڙڻ مهل ماڻهو اُٿي کڙا ٿيا
۽ صاحبن ۽ اسان سندن پالڪن کي انهيءَ ڪري خبر ڪانه
پئي ته گرو گرنت صاحب به اُتي رکيل هو. صاحبن کي ٻڌو ۾

سليپر پيو هو، جنهن تي پنگت ۾ چوپولو ٿيو. اُهيءَ خبر پوڻ تي صاحبن مولڪي فرمايو ته پڇا اسانجو سليپر پيرن مان لاهي پاسيرو رکو. پاڻ شالت چپ ٿي مقرر استان تي ويٺا. جيڪي معزز ماڻهو گرانٽ صاحب جي چوڌاري وچ دربار ۾ ويٺا هوا، تن جي ڪن تي جو پرلاءُ پيو ته مولارام صاحب سليپر سان اندر گهڙيا، تن ناراضپو ڏيکاريو. انهي تي صاحبن کين سمجهايو ته سڀڻ اسانکي سڀ پرشن ۽ سڀ شاسترن واسطي عزت آهي ۽ اڇڻ وقت، اسانکي کنهن ڪونه ٻڌايو ته گرانٽ صاحب هيس رکيل آهي نه ته ته سليپر سان اندر چو اچون ها. جيتوڻيڪ اسين باهرين ٿولن ۾ انڪيل نه آهيون تڏهن به سڀ وچن پڙهي پا ٻڌي اُهيءَ تي ويچار ڪريون ٿا ۽ اُنهن تي هلي پنهنجو ۽ پين جو ڪلياڻ ڪريون ٿا ۽ انهي باري ۾ کين هڪ آکاڻي ٻڌايائون جا هن ريت آهي.

ڪنهن زماني ۾ هڪ وڏي سيٺ ٻن منيبن کي جدا جدا ڏيساورن تي موڪليو ۽ وقت به وقت هنکي چٺين ۾ ڏيتي بابت احوال ڏيندو هو. اُنهن مان هڪ داناءُ منيب سيٺ جون چٺيون پڙهي، پوريءَ خبرداريءَ سان ڪم ڪيو ۽ ڏيتي وڌايو ۽ چڱو فائدو ڪيو، پر ٻئي اڻ شرڌالوءَ منيب اُنهنکي ڏڪي چٺي رکي ڇڏيو ۽ پڙهي خبرچار مان واقف نه ٿيو ۽ نه ڏيتي ۾ واڌارو ڪيو. سال کان پوءِ سيٺ گشت تي نڪتو ۽ پهرئين منيب وٽ آيو. منيب سيٺ کي سٽيشن تي وٺڻ ويو ۽ نماز ۽ ادب سان گڏيو ۽ کيس دڪان تي وٺي آيو. موافق رهڻ ۽ کائڻ جو بندوبست ڪري هنکي سڀ وهنوار مان واقف ڪيائين ۽ فائدي جي خبر ڏنائين. سيٺ بلڪل راضي ٿيو ۽ منيب کي چڱو چوکو فائدي مان حصو ڏنائين. سيٺ وري ٻئي ڏيساور ڏي روانو ٿيو. ٻيو منيب ٻڌي وٺي سٽيشن تي آيو، سيٺ کي

هار پاتائين، چرن چمائين ۽ هر طرح سيٺ کي مان ڏنائين. دڪان لـي پهرين شرط، چڱيءَ طرح وهاريائين. سيٺ اينتري مرحبا ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو. ڪاڻ ۽ آرام بعد منيب کي چيائين ته ”فلاڻا، هاڻي چنيون ڪٿي اچ ۽ وهنوار ذندي جي حساب ڪتاب مان واقف ڪر.“ منيب ڏڪيل چنيون ڪٿي آيو. هن لاهي ته پڙهيون هيون ۽ نـه اُنهن تي عمل ڪيو هوائين. ذنڌي ۾ واڌارو ڪونه ڏسڻ ۾ آيو. سيٺ اهو ڏسي ڏاڍو رنج ٿيو، ۽ منيب کي چيائين ته فلاڻا اُنهيءَ ڏکه چت ۽ شان ڏيڻ ڪان اهو چڱو ٿئي ها ته چنيون پڙهي اُنهن تي هلين ها ۽ ذنڌي جو واڌارو ڪرين ها.

متين آڪاڻي پڌائي سيٺي کي چيائون ته سچڻ، شيوا اها نه آهي ته خالي گهنبڻيون وجائجن ۽ چٺور گهمائجن. ٻر سمت شاستر پڙهي، اُهي دل سان هنڌائي اُنهيءَ تي هلجي. رڳو مڌرتا سان وچنن پڙهڻ مان ڪنهنجو فائدو ڪونه ٿيندو. ( ٻرماڻ )

”مـڪـه سـان رام چئي شالـت نه اچي جيڻ کي
اُن پاڻيءَ جي ناتو سان بکه اُچ ڪين لهي
لـکو ٻهتو ڪونه ڪو بنان پند ڪٿي
گـر گـم رهـت رهـي نه سکي ٿئي سامي چئي“ (سامي)

سمر درشتيءَ ۽ گڻ گراهي ٿيڻ ڪانسواءِ، ست سنگ مان ڪنهن کو فائدو ملندو. ساري سرشٽي، تهل آهي چڱي ۽ ٻري جي. جيون ۾ ڪڏهن ڪجهه گهٽ نه ڪجهه وڌ. اسان ماڻهن ۾ ڏکي ڳالهه نه آهي. ٻر فائدي واري ڳالهه، اهيا ٿيندي ته ٻين جون چڱايون ڏسون ۽ پنهنجا عيب. ٻين جون چڱايون ڏسي، پنهنجون چڱايون وڌايون ۽ پنهنجا عيب ڏسي اُنهن کي گهٽايون. ٻر جي ڪٿي ٻين جا عيب ڏسون ته اُنهن مان سبق وٺون ۽ نه.

ٻن جي گلا ۽ هاسي ڪريون. ڪتابن جي ڳالهه آهي ته
ارسطاطاليس کان پڇيائون ته تون سياڻو ڪئن ٿئين ته جواب
ڏنائين ته ٻين جون بيوقوفيون ڏسي آئين ته ڪم. اسان جي
نظر هيٺ گهڻي پورن آتما ٿي جا هر جيو ۾ واسو ڪري رهي
آهي ۽ نه پنج ڀوتڪي شرير تي، جو ضرور ڪن نه ڪن عيبن
۽ گڻن جو پتلو آهي. پر ڪي چڱائي ڏٺو نام ۽ رهڻي ڪري
آهي. (پرماڻ) -

"پري مت ڀاڀا کي سنگ،
اهڙو ٿوهي ناوي کي رنگ" (گرونانڪ)

جڏهن شاگرد هوس ته سنگتي چوندا هوا ته سڀني
ليڪچرن ۾ وڃڻ مان ڪهڙا فائدا. پر منهنجو آزمودو آهي ته ڳڻ
گراهڪ درشٽيءَ سان ليڪچر تي ويندو ته ڪجهه نه ڪجهه پرائي
اچبو. ڪيترا دفعا مون پنهنجن زيردستن مان ڳڻ ڪنيو هوندو.
هن وقت ڏسجي پيو ته جي امتحان ۾ نتيجو چڱو نه آيو ته هڻ
ڏوه پروفيسر تي يا ممتحن تي. پاڻ تي ڏوه ڪير ڌريندي
ڪونه. جيڪڏهن شاگرد چڱي خيال سان ڪم ڪري ته ناپاس
ٿئي ڇو. ڪو ڪٿي سمجهڻ ۾ وقت وڌيڪ وٺندو پر جي هڪ
ماڻهو ڪم ڪري سگهي ٿو ته پيو ڇو نه هولڊ ڪري سگهي.
شاگردن جي پوئتي پوڻ جو وڏو سبب آهي، استادن لاءِ
گهٽ عزت ۽ منجهن گهٽ ويساه. وقتسر ڪم نه ڪرڻ، سستي
۽ ٻاهرين ڳالهين ۾ وڌيڪ ڌيان، اهي ٻه سبب آهن. ويجهو هڪ
ٻار کي مشهور ڪتابن جي دڪان تي هندو فيلسوفيءَ جو ڪتاب
وٺڻ لاءِ موڪليم. ٻڌايائين ته گهڻو ڪري دڪان تي ناولس هوا،
ڌرمي ۽ اخلاقي ڪتاب بلڪل گهٽ هوا. ناولس پڙهڻ هيٺين
عمدي خيالي وڃائڻ ڏک جي ڳالهه آهي. ڪيترا ڪتاب آهن
جي والدر سان گڏ، سکيا به ڏين ٿا. مثال طور:- سري رام

ليکڪ جا اخلاقي ڪتاب. پاڻ وٽ جو پڙهڻ هن زماني ۾ گهٽ
ٿو ٻڌجي ته جي ماڻهو پريم ۽ ڌيان سان ڏهون ۽ ٻارهون
سڪند پڙهن ته ڪيترو نه هوند لاڀ پرائن. ڪيترن پڙهيلن ۾
سوچ ڪرڻ واسطي غلط فهمي آهي جو ڌارين جي واتان گهٽ
وڌ ٻڌن ٿا. پر جي خيال سان پڙهن ته هنن جي جيوت تي ڪو
پوو اثر ٿئي. "سوامي دتاتريه جا چوويهه گورو" هڪ عمدو احوال
آهي، جو پڙهڻ وٽان آهي. ڪٿن نه دتاتريه گڻ گراهڪي ٿي،
پرٿويءَ مان ڌيرج، اگنيءَ مان اُپورتا ڪي ساڙڻ، پاڻيءَ مان
مڌرتا، آڪاش مان نرلپتا، وايو مان الڳ رهڻ، سمنڊ مان
لشچلتا، ۽ ڪنيا مان اڪيلي ٻگنيءَ ڪرڻ جا سبق سکيو.
سوامي هيمراج جو آئينه هند به پڙهڻ وٽان آهي. شاهه ۽ سچل جا
رسالا به نصيحت آميز ۽ ولدار ڏيندڙ آهن.

گڻ گراهڪي ٽڪڻ جو هڪ پيو عمدو مثال سري مولارام
صاحب جي حياتيءَ مان ڏيان ٿو. هڪ دفع ڪنهن راڳيءَ صوفي
ڪلام ڇهو جنهن ۾ "ٻهولد" اکر ڪم آندائين. صاحبن جو اهڙو
اکر اڳي ٻڌل ڪونه هو پر جيئن مطلب نه سمجهائون تيئن اهڙو
اکر ڌيان ۾ رکيائون. هڪ دفعي هڪ مالهي وٽن آيو ۽ ڳالهائيندي
هن به "ٻهولد" اکر ڪم آندو، تنهنتي پڇائونس ته ٻهولد جي
معني ڇا آهي. هن چيو ته سائين "ليمي جي وڻ مان جيڪڏهن
ڪا ٽاري ڪپبي ۽ وڻ سان لڳل ڪپهل ٽاريءَ سان ٽارگيءَ
جي وڻ مان ڪپهل ٽاري ٻهولد ڪبي يا لڳائبي ته اُها ٽارگيءَ
جي ٽاري جيتوڻيڪ ليمي جي وڻ سان ٻهولد ٿي ليمي جو وڻ
ٿي پوندي، پر ٽڏهن به ٽارگيون ڏيندي." اهڙا ڳالهه ٻڌي
صوفي ڪافيءَ جو سچو مطلب اسان کي ٻڌايائون ته جڏهن
ڪامل ستگورو شش کي ضعيف ڏسي ٿو ته هن کي سامهون
وهاري ٻهڳيو "سس ۽ اليو وارو" دم هنکي ڪٽڻ لاءِ ڏئي ٿو

۽ موت ۾ سندس ضعيف دم وڃي ٿو. اهڙي طرح ڪندي
ڪندي شش کي ڌڪو ۽ صدق وارو ڪري ٿو. ساري ايهود
جي سرشٽي اسان جيون کي سک ڏيڻ لاءِ تيار آهي. وڳو اسانجي
ديو آهي، جو اُن ۾ ڪڻ گراهڪ درشٽي رکون. (پرماڻ)

”ڪوهئي وانيات ڪاه پرانيات
يديشا آڪاشي آنند نه سيات“.

معني جيڪڏهن آڪاش آنند ۽ پريم ڏيڻ وارو نه هجي ته
اُن ۾ ڪٿي هوند اسين هلون چلون ۽ ساه کڻون.



# گل اٺون

## اُنتيءَ لاءِ ضروري ڳالهيون

١- سوال- مان سچ ڇو ڳالهايان؟ سچ ٻڌڻ کنهن کي نٿو وڻي؟

جواب- سچ يا ستيم پرماتما جو سروپ آهي. سچ ڳالهائڻ سان ۽ سچيءَ رهڻيءَ هلت سان، اسين اُنهيءَ سچ يا پرماتما سان ڳنڍيل ٿا رهون ۽ سک جا ڀاڱي ٿا ٿيون. جنهن تلاءُ نديءَ سان ڳنڍيل رهندو ته پاڻي کٽو ڪو نه ٿيندس، تئن سچو ماڻهو سچي پرماتما سان ڳنڍيل رهندو ته اوس سکي رهندو، ڇو ته پرماتما جو سروپ آنند آهي. ٻئي کي جي اسانجو سچ نٿو وڻي ته شانت ۾ رهون پر ڪوڙ نه ڳالهايون. جئن پهاڪو آهي ته "سچ کو آنچ نهين سنڀالي."

٢- سوال- وهنوار ۾ ته ڪيتري ئي چالاڪي ۽ رمز، سچ ڪٿي تو مدد ڪري.

جواب- دور درشٽيءَ سان ڏسبو ته اُئين نه آهي. "دود کا دود پاڻي کا پاڻي"، "مدي جسڪي لاٺڪا مدي سر پر هوءِ". معيان سڀ شاسترن جا واڪ ڪڏهن به ڪوڙا ٿيڻا نه آهن. رمزباز، ڪوڙو يا ڪوٽو آدمي ڪٿي ٿوري وقت لاءِ واڌارو پائيندو، پر نيٺ ضرور خطا کائيندو. اُئين به ته گهڻ ۾ گهڻ ڇٽي سگهبو ته ڪوٽي پڇسي مان ڪوٺا ڪم ٿئن ٿا. ڪنهن همرون ۽ عادتون پون ٿيون ٿن مان هرگز نقصان آهي. جهڙو اٿن ته "نيم نان

صدقي جان". واجبي گهرجون ڇو نه رکجن، جو
ويڪ هڻڻ ٿي اهنڪار جي سمنڊ ۾ گم ٿجي. ڪنهن
سنت شاستر ۾ آهي "اُدرم ايما اڌالي ٽوات لنو پوراي
پهماڻي لنهه سپنتام جا ينتي سمو لستو". معنيٰ ته ڪوئن
ڪمن ڪرڻ سان ماڻهو وڏي ٿو، من مراد حاصل ڪري
ٿو، پنهنجن دشمنن تي فتح پائي ٿو، ۽ پڇاڙي ۾ هو
پاڻ کون ناس ٿئي ٿو.

٣- سوال- هن سواري دنيا ۾ ڪيترا سوالي اچن ٿا ۽ مدد لاءِ
عرض ڪن ٿا، هنن کي مدد ڪرڻ گهرجي يا نه؟

جواب- وت آهر مدد ڪجي ۽ اخلاق جي برخلاف نه ۽ نه ٻئي
جي حقن و جائز سان.

ڪيترا پيرا سڄڻ زور ٿا آڻن ته هن شاگرد کي مارڪون
ڏي، هنکي مٿي آڻ ته هو انعام کٽي، هنکي داخلا ڏي،
هنکي نوڪري ڏي، هن کي ڪورٽ جي ڪيس مان
ڇڏاءِ، هن کي ڪوڙو سرٽيفڪيٽ ڏي. اهڙن جي مدد
ڪرڻ گناهه آهي. اڳلو چولدو ته پنهن جي ڀلائي ۾ ڪو ڪوڙ
ڳالهايو يا پاسخاطري ڪئي ته اُنهيءَ ۾ ڪهڙو ڏوهه؟
اُنکي ڇنجي يا پڇجي ته مان حق وڃائي ٻئي کي ڏيان
ته توکي اهيا ڳالهه وڻندي؟ جيڪڏهن اسين هلڪڙائي
ڪري "حق" کان غافل رهنداسين ته خير ڪو پرمارٿ
۾ واڌارو ڪنداسين. اسان جا ستگور صاحب فرمائيندا
هوا ته "جيڪو وهنوار ۾ ڪوڙو سو پرمارٿ ۾ سچو
ڪين ٿيندو". باقي ڪنهن بکئي کي دان ڏيڻ، بيمار
کي چڱو ڀلو ڪرڻ، شاگردن کي رواجي پاڙهڻ سان گڏ
هنجي اخلاقي اُنتيءَ لي ڏيان ڏيڻ، ڪنهن کي سندس
ٿلدي ۾ سچي صلاح ۽ ٻئي جي ڀلي مدد ڪرڻ

گهر جي. سڀنيءَ ۽ سچيءَ رهڻيءَ ڪري، سوار ٿي دوست
۽ عزيز گلا ڪن نه پلي ڪن. ”ڪيمان سي نُورڙ، سالڊلي
سچڻ هڪيان“. جنهن اهر ڪي اڌوهي ڪانه ڪائي، تنهن
سچي ماڻهوءَ کي ڪو به نقصان نٿو پهچائي سگهي.

٤- سوال- هن زماني ۾ خرچ وڌي ويا آهن، ڏينهون لمتيون
وڌي ويون آهن. ڪڏهن مان ڪٿي ٿي پورت پئي.
جي ڪٿي ڪنهن کي مدد ڪئي سين ۽ انهيءَ بدلي
ڪجهه ورتو سين نه انهيءَ ۾ ڪهڙو ڏوه؟

جواب- اسين ماڻهو پئي جو محل ڏسي، پنهن جي ڪتما چو
ساڙيون؟ پئي جا پت جا وڳا ڏسي پنهنجي سادگي ڇو
ڇڏيون؟ شاهوڪار پاڙي سان ڇو پيٽ ڪريون؟ تنهن
ڪان اسين پنهنجي وت آهر خرچ ڇو نه رکون. منهنجو
آزمودو آهي ته ايشور اسانکي وقت ٿي ڪين ڇڏيندو.
سري ستگور اسان کي چوندا هوا ”جو آهي آوي صاحب
کي ڪرمائي، ڪو هووي دل درويش“. پنهنجا
چڱا رستا کليل رکبا ته انهن رستن تان اسان کي پرالبڌ
پهچندي. جي اهي بند رکبا ته ڪنهن رستن تان پهچندي.
ڪبير صاحب به چيو آهي:-

”سهجي آوي دود برابر، مانگ ليا سو پاڻي،
رکڙ ليا سو رڪت برابر کهي ڪبير سُواڻي“

٥- سوال- شموا ڪهڙي چڱي؟

جواب- (١) جا سچيءَ دل سان ديکان ديکيءَ ۽ اجوري ملڻ
جي ارادي ڪالسواءِ ڪجي. سوامي رام تيرٿ ڏيکاريو
آهي، ته شموا جو دائره وڌندڙ ڪهي، پهرين پنهنجي،
پوءِ پنهنجي ڪٽنب جي، پوءِ پنهنجي شهر جي، پوءِ
پنهنجي پرڳڻي جي، پوءِ پنهنجي ملڪ جي، پوءِ ساري
دنيا جي. جيڪاسو جنهن جنهن شموا جو دائره وڌائيندو

ڏٺن ڏٺن منجھس ٻيا ٻه ديوي سمپردا جا ڳڻ ايندا ويندا
۽ سچي مارڳ جو اڌڪاري ٿيندو.

(٢) از يعسواءِ سچي ستگور جي تن من ڌن سان ۽ ڀائي رھس
ٿي شھوا ڪرڻ گھرجي.

٦- سوال - ڀڳتي ۾ ڪھڙو آدرش رکون؟

جواب - ڀڳتي ٽن قسمن جي آهي (١) ساڪار (٢) سگڻ برهم
(٣) نرگڻ برهم جي.

ساڪار ڀڳتي جا گھڻا مثال آهن جيئن ته:-

ميرانءُ، ڪبير، تلسيداس، سورداس، چيتن ڄمارا ڀڳت
ٿي گذريا آهن. هنن جي حياتيءَ تي ڪتاب ملندا ۽
هنن جا ڀڄن مشهور آهن. سري گورو نانڪ ڪيترن
هندُ ڀڳتيءَ جو وستار سان ورڻن ڪيو آهي. سري گرو
ارجن پنهنجي پتا ۽ گرو لاءِ هزاري دي شبد مالجھ
محلي ۾ ڪيترو نه پريم ڏيکاريو آهي. ڪيترن سک پرشن
پنهنجي ستگورن لاءِ تمام گھڻي اُڪير ظاهر ڪئي آهي،
صوفي مت ۾ به ڪيترا اوچا مثال ٿيندا. اهڙن ڪتابن
ويچارڻ سان گھڻي خبر پوندي.



ڀڳتي ڪري پنهنجي اشٽ جي ڳڻن جو اڌڪاري ٿجي ٿو.
اُپنشدن ۾ آهي ته ”جھڙو خيال ڪندين اهڙو ٿيندين“.
جھڙن اُچن آدرشن سان اشٽ جو ڌيان رکبو اوترو
سک پائبو. جي ستگورن وٽ وڃبو ڊلهوي سک لاءِ تہ
اهو ٿيو هيرا وڃائي ڪوڏ خريد ڪرڻ. سري ستگورن
کي ڪنهن چيو ته توهان ٽا پنهنجن شھن کي اهڙ ڀڳتي
ڏسيو ته توهالکي ڪيڙ پيندو. جواب ڏنائون ته پنهنجي
پوڄائڻ لاءِ جو هنن کي پڪڙايون. اسان هنڪي سچي راهه
جهڪا اُپنشدن ڏسي آهي سا ٻڌائيندا آهيون. اسان اها شيءِ

آهيون، جنهنڪري گلا يا وڏائي، مان يا اپمان، ڏک يا سک، ڀُک يا ڀؤ آهيئي ڪونه. اسانکي پرالبڌ ڀڳتي ڇٽين وانگر وهنوار ۾ هلائي ٿي. پوءِ ڇا جي لاءِ ڪنهن جو آسرو وٺون ۽ ڪنهن تي ڀاڙيون. جيڪڏهن ماڻهو دنيا کي خوش ڪرڻ بدران پنهنجي وويڪ کي خوش ڪن ته هوند سولا ٿي پون. جڏهن دنيا ڏکي ٿي تڏهن پرميشور تو پنهنجو ڪري. سچو وهنوار، سچي ڄاڻ، سچو ڌيان، جگياسوءَ لاءِ ضروري آهن.

(٢) سگڻ برهم جي ڀڳتي يا اومڪار جي اپر برهم ڪري ڀڳتي:-

رشي مني ۽ ساڌ سڀ چيائون ايڪ اونڪار
پهتا پد نرواڻ تي اُنهيءَ جي آڌار
جي منهنجو آهين پرين ته دم سان رک پيار
ته ملينئي سک اپار مولو محبت ۾ چوي. (مولارام)

سري شنڪر آچاريه پنهنجي ستوترن ۾ شو، وشنو، درگا، دکشنا موڙتي، گووند، مراري، پرشوتم، رام جي استتي ڪئي آهي. اُستوتر شروع اوتارن جي وڏائيءَ سان ٿين ٿا. پر پڇاڙيءَ ۾ برهم جي واکاڻ ڪن ٿا. ڪن اُستوترن جي معني هيٺ ڏيکاري وڃي ٿي.

”مان ڀڳتيءَ سان اُستتي ڪريان ٿو وياپڪ وشنوءَ جي، جو پاڻ انادي هوندي به سنسار جي پيدائش جو ڪارڻ آهي. هن وشنوءَ ۾ سنسار جو چڪر ڦري ٿو ۽ هن وشنوءَ کي ٿي ڄاڻڻ سان سنسار جو چڪر ناس ٿئي ٿو. انهيءَ هريءَ، سنسار جي انڌاري کي ناس ڪرڻ واري جي مان اُستتي ڪريان ٿو.“

”جو اُتم پرش آهي، جو سڀني ۽ چاگرس ۾ مايا جي اثر

همت سدسار کي جدا جدا پيدن سان جتن ڪَ ڪارڻ ڪاريه،
مالڪ ملڪيت، گرو شش، ايءُ پٽ واڪر ڏسي ٿو،
اهڙي اُتم گرو وڪشٽا موڙيءَ کي مان نمسڪار ڪريان ٿو."
"ديوي درگا، مهر جي ڀنڊارڻ، مان تنهنجو تڏهن ٿو خيال
ڪريان جڏهن ڏکي ٿيان ٿو. منهنجي خود مطلبيءَ تي رنج
نَ ٿيءُ. ٻارن کي جڏهن بک ۽ اُڃ لڳي ٿي تڏهن پنهنجي
ماتا کي ياد ڪن ٿا."
"مان پرڀات جو پنهنجي اُپاڻاهار ديو جي روشنيءَ جو
خيال ڪريان ٿو، جنهن جي وسيلي منهنجو من چد آنند
کي رسي." "رام تنهنجي چرڻن جي رج جي مهر ڪري
پٿر ۾ بـ جاڻ ٿئي ٿي، ڪهڙو عجب ٿيندو جي ماڻهو
تنهنجي چرڻن جي شيوا ڪري چيتن ٿيندو."
(٣) اوم جي "اماترا" روپ سان نرگڻ برهم جي اُپاسنا ڇٽي
وڃي ٿي. هي اوم جي اُپاسنا ۾ ڏيکاري ويئي آهي.
٧- سوال- اُتم يوگ جا انگ ڪهڙا آهن؟
جواب- هيءُ گلاب چمن ۾ هيٺينءَ طرح ڏلل آهي:-

يم يوگ، پهه پهلي پاءِ     ڪُلپه مايا پهه برهم لڪاءِ
نيم يوگ پهه ٻيجي ڌار     برت سدا پهه برهم اپار(ورلي)
آسڻ يوگ ٽيجالو سوءِ     سرب برهم ڏيا سن هوءِ
پراڻيام يوگ پهه چمن     ايڙا پنگلا سشمن لين
ايڙا پنگلا سشمن     تُرم تت سڀي ويچار
يوگ پتاهرت جان پهه     روڪت پوَن گنوار
پرتيهار يوگ پهه پاءِ     برهم مهن سڀ جڳت گهناءِ
پهه ڌارنا يوگ ويچاري     سڀ برهم ڌارنا ڌاري.
ڌيان يوگ پهه اٺسي ٽالي     جڳ سمپورڻ برهم ڏيالي
جوڳ سماڌي اٺسي هوءِ     سوهن سرلي برهم بگوءِ.

ٻوهر آب مٿن جالڪي — آب ٻـرهـم مٿن هـوءِ
گهٽ پٽ مٿي سوٽ جٿن — جو يـن ڳرلـڪي لـوءِ.

هن ليـک ۾ وهنوار ۽ ٻوپارت ٻنهي ڪٿن سڌ ٿين ۽ وهٽيءَ کهٽيءَ جو امولو کهڙو هٿڻ ڪهي سي ڳالهيون ڏسيون ويون آهن. سٺن ۽ ٻوڙ رستن وٺڻ سان نسي، من لومل ٿيندو. لومل من اُسي ٻڪتي ۽ گيان جـو حقدار ٿيندو. سري ستگور اسالڪي چولدا هوا ته گرهستيءَ جا ٻيو جڻ ته ٻن ٻيڙين ۾ آهن. ٻنهي ٻيڙيون سنيون سڌيون لڌهن دوياه ۾ هلنديون جڏهن وهنوار ۽ ٻوپارت ٻنهي سوڏا هولدا ۽ ٻنهي کي موافق وقت ڏبو. جي وهنوار کي گهٽو وقت ڏبو تـه ٻوپارت ٻوٽتي ٻولدو. جي وهنوار خبرداري سان نه ڪبو ته دوکو کائبو. الهيءَ ڪري گرهستيءَ لاءِ:-

"ڏيـهـان ڏور مـقـدمـا، والمان الله لـوڙ
ايوين لٿ ديجي دو ٻيڙيان وچي سو وکو لوڙ."

ٻنهي قدمن لي قائم رهڻ ڪا سولي رالد نه آهي. هڪڙي ٻمري ٻالدون جـي گروءَ، ٻجڻي پائن کي چهو تـه ٿير سامهون استريءَ جي لٽ مان ٻار موڪليو جٿن استريءَ کي، تـه لڳي، جي لڳس تـه ٿير هٽڻ واري کي سزا ملندي ۽ ٿير براهر ويو تـه ٿير هٽڻ واري کي انعام ڏيندس. سزا جـو ٻڌي ٻين ڪوشش ڪاله ڪئي. ٻر ارجن سزا جو ويچار نه ڪري ٿير لٽ مان ٻار موڪلي ويو ۽ انعام ڪمائين. ٿهڙي طرح تڪليف ۽ محنت وٺي، لوڪ جي وڏائي ۽ ٿڪ جو خيال نه ڪري، اوچن آدرشن موجب رهڻي رکي، جهڪي اسالجي رشين منين جهو آهي الموجب گيان ڌيان جي رستي لـي هلي، آنند پراپت ڪريون. اسالجي رشين گيان ۾ ڳرپت ٿي، اتر آتما ۾ گم ٿي، ٻرماتما کي ٻاتو. ٻرماتما کي ٻائي وشيءَ سکن ۽ خود مطلبي ڪان رهت ٿي شانت ٻاتائون. ۽ هر هنڌ، هر شيءِ، هر جيو ۾ الهيءَ ٻرماتما جي جوت جو ديدار

ڪري ۽ سڀ ڀرهڪ ڏسي ڏيرج سان وڃڻ لڳا. اسان هندستانين لاءِ هيٺيان سچا آزمودا، سمت شاسترن ۾ پرسڌ آهن. سمت پرشن جا مثال ٻه اڳيان آهن. ڇوته مکيه ٻه درشٽي ڇڏي، گڻ درشٽي رکون پنهنجو ۽ ٻين جو ڪلياڻ ڪريون.

جوڳين سنڌيءَ جوءِ ٿي   وڃن ٻي سر ڪاهي   ١٠
سنڌرو ٻڌي سچ جو   سانگا ساهه لاهي
ٻوهه جو بادل ٻري   وينا ورسائي
منهن موڙن پائي   ويئو مولو محبوبن سان. (مولارام)



# گل نائون

## آتما جي ڄاڻ ۽ ان لاءِ ساڌن.

دنيا ۾ سيڪڙين کي چاهنا ٿئي ٿي ته مان سکي گذاريان. پر انهي سک حاصل ڪرڻ لاءِ ڇا ڪريان اها خبر گهڻن کي ڪانه آهي. ٻين کي ڪجهه ڪندو ڏسن ٿا ۽ پاڻ به اُئين ڪرڻ چاهين ٿا. اهيو ويچار ڪونه ٿا ڪن ته جيڪي ٻين کي ڪندو ڏسون ٿا سو برابر حقيقي سک ڏيندو ڪين نه.

(۱) انهي لاءِ ڪنهن جي پٺيان هلڻ کان اڳ، اهيو ضروري فرض آهي ته ويچاريون ته هن ڪي هن نموني هلت مان فائدو ٿيندو يا نقصان.

(۲) انهي ويچار ڪرڻ ۾ اسانکي سڀ شاسترن ۽ سڀ پُرشن جي وچنن مان مدد وٺڻ کپي. ويچار ۽ سمجهه سان ڳالهائڻ ۽ هلت هلڻ ۾ اندر جو سوجهرو ٿيندو. اسانجي رشين منين وڏي تڪليف ۽ کوجنا ڪري پنهنجا اُتم رايا ۽ آزمودا اُپنشدن ۽ ٻين سڀ شاسترن ۾ ظاهر ڪيا آهن. اسانجي سنڌڙي ته ڀاڳوان آهي جو اسان وٽ سوليءَ سنڌي ۾ گهڻو خزانو آهي. اهو جي هٿ ڪريون ۽ چڱي طرح ڪم آڻيون ته هو الڪ اسانجي دک دوري پڪ اَڄ لهي وڃي. انهي لاءِ ضروري آهي ته سڀني شاسترن ۽ سڀ پُرشن جي وچنن مان گهڻي واقفي رکون.

(٣) پرمارٿڪ شاسترن جي پڙهڻ ۽ سمجهڻ ۾ ست پرشن ۽ وڏن جي مدد جي گهرج آهي. وڏن مائٽن کي به ٻارن کي هروڀرو پنهنجي منهن ڇڏڻ نه کپي. ننڍي هوندي جا پيل سٺا گڻ، عادتون ۽ ويچار وڏي هوندي تائين ڏاڍو فائدو ڏين ٿا.

(٤) ڪن، ٺڪاڻي، مڙهيءَ، مسجدن وارن گاديسرن جي به رهڻي ڪهڻي هروڀرو لڪسين جوڳي نه آهي جو عام ماڻهن ۾ ننڍي ٽهيءَ وارن لاءِ مثال ٿين. تنهن ڪري ننڍين لاءِ سٺي ڳالهه ٿيندي ته سٺين سنسڪارن ڏي لاڙو ڪن.

(٥) ست شاسترن مان ماڻهو فائدو تڏهن وٺندو جڏهن پڙهڻ، ڪڙهڻ ۽ نروڻ ٿيئي هوندا ۽ هلت به ويراڳ وويڪ واري هوندي.

جڏهن راجا جنڪ اشٽاوڪر اڳيان وينتي ڪئي ته "ڪرپانڌان، آتم ڄاڻ ڪيئن ٿيندي" ته جواب ڏنائونس ته "جي مڪتي چاهين ته وشين کي وک وانگر ڇڏ. ڪميا، سچائي، ديا جي پيروي ڪر ۽ رضا تي راضي ٿي رهڻ سک". جڏهن اهڙيطرح من روپي کيت تيار ڪبو تڏهن ست سنگ روپي ٻج ڦل ڏيندو. جڏهن مئتريه ياگولڪيه جي استري دنيوي پدارٿن کان منهن موڙيو تڏهن رشيءَ هنکي آتم برهم وديا جو دان ڏنو. رشي ياگولڪيه هڪ مشهور گياني راجا جنڪ جي ڏينهن ۾ هو. هن کي ٻه استريون مئتري ۽ ڪاتياڻي نالي سان هيون. جڏهن گرهست آشرم ڇڏڻ ۽ سنياس آشرم اختيار ڪرڻ جو پڪو ارادو ڪيائين تڏهن ٻنهي کي چيائين ته مان هن آشرم کان اوچي آشرم ۾ وڃڻ چاهيان ٿو. اچو ته پنهنجي ملڪيت توهان ٻن ۾ ورهايان. مئتريءَ جواب ڏنو ته، ڪرپانڌان مونکي ٻڌايو ته هنن پدارٿن جي ملڻ ڪري آءٌ امر ٿينديس؟ رشيءَ انهيءَ جي جواب ۾ چيس

نہ ”نہ“. هن سوال جواب مان اُنهن ڏسڻ ۾ ايندو تہ مئتريہ سچي سک جو طالبو هئي ۽ نہ دنيوي مال جي. هن زماني جون استريون چون ٿيون تہ جيڪر گارگي، مئتريہ، ميران، مدالسا، يوگ وسشٽ وارين اهڙيون استريون هجن ته ڪهڙو ٺاهه؟ هن مضمون ۾ هندستان جي سيتا ۾ ڦيرو آڻين. پاڻڪي بہ آمر ڪن ۽ اولاد ۽ پتيءَ جون بہ سکدائي ٿين. مئتري چيو تہ پيارا پتي مونکي اهڙي شيءِ جي طلب آهي جا مونکي امر ڪري. تو هين سروگيہ ضرور ڄاڻندا هوندا. ڪرپا ڪري مونکي بہ ان مان واقف ڪريو. ياڳولڪيہ اهيو ٻڌي ڪيس گيان سمجهائڻ شروع ڪيو ۽ چيو تہ ”پتي انهي لاءِ پيارو نہ آهي تہ هو پتي آهي پر انهي لاءِ تہ هن کي آلما چاهي ٿي“.

هن دنيا ۾ بہ اُهين ڏسڻ ۾ اچيو تہ جڏهن ماڻهو پنهنجي سنبندي جو سکدائي ٿئي تو تڏهن کيس بہ اُن مان سک ملي ٿو. ”منڙا گهور نہ گهرائن“. ”دولت تڏهن پياري ٿئي: ٿي جڏهن پاڻکي سک ڏئي ٿي“.

انهيءَ ڪري ”پاڻ“ ۽ ”سک“ جي معنيٰ چڱي طرح سمجهڻ کپي. اهيو ”پاڻ“ هي بت نہ آهي، هي من نہ آهي، پر هن ديهہ کي ستا ڏيندڙ وياپڪ وستو آهي.

”پهچي جان پاڻ ۾ ڪم روح وهاڻ“

مئيين شاهہ جي بيت مان پاڻ جي اهائي معنيٰ نڪرندي. اهيو ”پاڻ“ پڙدن اندر آهي. اهي پڙدا جڏهن لاهبا تہ پاڻ ڏسبو. پڙدا تڏهن لهندا جڏهن اسانجي ورتي انترمک ٿيندي ۽ وشين ۾ باهرمک نہ ٿيندي. اسين سڀئي اُنهن کا سمجهون ٿا تہ سک اسان کان باهر نہ آهي. ويچار ساگر ۾ اها ڳالهہ هيئن ديت سمجهايل آهي. ”جڏهن ڪنهن دوست يا عزيز کي گهڻي وقت

کان پوءِ ڏسجي ٿو ته، اُن جي ڏسڻ سان سک معلوم ٿئي ٿو.
اهو سک هن جي سانده رسڻ سان معلوم ٿيو ٿئي. انهيءَ مان
اِهو اُمندو ته، وشيءَ ۾ سک ڪونهي. گهڻي وقت ڪانپوءِ آيل
دوست گڏجي ٿو ته ڪجهه وقت وِرتي اندر وڃڻي ۽ آتما اِهو
ڪري سک معلوم ڪري ٿو. انهيءَ اندرينءَ سک ڪي، غلط
فهميءَ ڪري ٻاهران آيل سک سمجهجي ٿو".

ڪنهن وقت ڪو سنت پورش ۽ سندس شش سارين جي
پوک مان ٿي لنگهيا. هاريءَ سنها سلا هڪ هنڌان ڪڍي ٻئي
هنڌ ٿي لڳايا. سنت پورش شش کي انهيءَ تي سمجهاڻي ڏني ته
"هِتان ڪڍي هُت رک،" يعني وِرتي دنيا جي ٻاهرين چيزن
تان ڪڍي، اندر آتما آڪار ڪر ته، سچو سک پائين. "پنڪندڙ
ورتي دک، جو ڪارڻ آهي. انتر آڪار ڏيرج واري ورتي سک
جو ڪارڻ آهي". شاهه چيو آهي:-

"هِتان ڪڍي هُت- جن رکيو سي رسيون،
ساجن سونهن سرت- وڪالئي ويجهو گهڻو"

جي آتما منهنجي اندر آهي ته ٻين جي اندر ۽ هرهنڌ هرجاءِ ۾
آهي. اهيا ڳالهه سمجهائڻ لاءِ ياگولڪيه مئتريه کي ويدڪ هن
ريت سکيا ڏني ته "سڀ شيون انجو نرادر ڪن ٿيون جيڪو
سڀني شين کي آتما کان جدا سمجهي ٿو." مٽئن چوڻ مان
اسانکي ويدڪ خاطري ٿئڻ کپي ته، جيڪي به اندر ٻاهر نور
نظارو آهي سو پنهنجي آتما کان نيارو نه آهي. مٽئن چوڻ جو
"استي ڀاتي پريه" سان مطلب آهي ۽ نه "نام روپ" سان.
هي ڄڻي پوءِ مئتريه کي سمجهائڻ لاءِ ياگولڪيه هيٺيان پنج
مثال ٻڌايا.

(١) جي ڪنهن پنهنجي روبرو ڪمل پولڪ، سنک ۽ ٻين مان
اوڏي مهل نڪرندڙ آواز ٻڌا هوندا سو آهي آواز انهن ٻاجن

جي سامهون نه هوندي به، پريان ئي چڱي طرح سڃاڻي سگهندو، تئن برهم گيانيءَ کي سڀ ڪجهه برهم مان پيدا ٿيل معلوم ٿئي ٿو. (برهم ڄاڻو نه سڀ جي ڄاڻ ازخود ٿيندي.)

(٢) جئن آلين ڪاٺين جي باهه مان دونهون نڪري ٿو، تئن وياپڪ وستوءَ مان ويد نڪرن ٿا. (ويد رشين جي اليو مان نڪتل آهن.)

(٣) ”جئن سيني پاڻين جو هڪ محل سمنڊ آهي، تئن سڀ علم جو محل هردو آهي.“ (سڀ سنسڪار اتان نڪرن ٿا ۽ انهيءَ ۾ لَيءِ ٿين ٿا ۽ انهيءَ لاءِ ئي سڀ پرش ڏيان لاءِ هردي آڪاش جو ڏيان اُلم سمجهن ٿا.)

(٤) جئن لوڻ پاڻيءَ ۾ وجهبو ته گهرڻ کان پوءِ وري ان کي پاڻيءَ مان ڪڍي نه سگهبو، اهڙي طرح سماڌي ۾ گم ٿيل به اننت گيان ۾ گم ٿئي ٿو.

(٥) ”جڏهن ٻهائي ويٺي ته ڄاڻڻ واري کي ڇا سان ڄاڻبي.“ ”نه هم نه تم، دفتر ئي گم“. انهيءَ مان سمجهڻ کپي ته اگيان يا دوئي جي ناس ٿيڻ تي ڦيرڻ ۽ ٻهرون سمنڊ سان ملي هڪ ٿين ٿيون. انهيءَ تي سري گورو نانڪ صاحب جي سير جي ڳالهه ياد اچي ٿي. هڪ دفعي ڪنهن شش جي گهر وڃڻ ٿين. گهر ۾ ٺڪو ٿيو ۽ مٺا مٺا جو آواز پئي آيو. اهو ٻڌي ڇيائون :-

”ڪؤن مٺا ڙي ڪؤن مٺا“.

۽ وري جواب به پاڻ ڏنائون ته :-

”مٺي صورت ٻاڌ اهنڪار، ٻهون مٺا جو بولڻهار.“

ڀڳوت گيتا جي ٢ اڌياءِ ۾ اڪيچار شلوڪ آهن جي آلما

جي اُمو پد کي پهچن ٿا ۽ بعد ۾ من جي لڙڻ جو بيان ڪن ٿا.
ڪجهه شلوڪ هيٺ ڏجن ٿا ته مٿيون اشچو پڪو ٿئي.

"او لاشي ٽو تدِ وِدِ ييئم سروم اوم تتم
وناشم اويياسيہ نہ ڪسچت ڪرتم ارهسي."

معني - جنهن هن ساري جڳت کي وياپت ڪيو آهي، الهي سوکم
وستو کي ڪو به ناش نه ٿو ڪري سگهي.

شلوڪ - "نہ جا يتي مريتي واڪلاچن نہ ايم پوتوا پوتا واته پُھ
اجو نتيہ شا سوتوايم پراڻو نہ هنيتي هنيماني شريري."

معني - هن آتما جو نه اُتپن ٿئي ٿو ۽ نه ناس. ۽ نڪي پئدا ٿي
اپُٽي کي حاصل ڪري ٿو. سرير جي ناس ڪري،
ناس نه ٿو ٿئي. آتما نتيہ هڪ روپ ۽ جهوني ٿم کان
رهت آهي.

هاڻي سوال اُٿندو ته بعد کي آتما کان جدا ڪري ڪيئن
ڏيکارجي. ويدانت شاسترن ۾ ڏيکاريو ويو آهي ته آتما تي پنج
ڪوش يعني پڙدا آهن، جي هڪ هڪ ڪري مٿان لاهجن ته
آتما جو انڀوُ ٿئي. اهي پنج ڪوش آهن:-
ان ميءِ ڪوش، پران ميءِ ڪوش، من ميءِ ڪوش، وگيان
ميءِ ڪوش، ۽ آنند ميءِ ڪوش.

هنن ڪوشن جو بيان ويدانت شاسترن ۾ بخوبي لکيل
آهي، جنان جگياسوءَ کي پڙهڻ کپن. ڪنهن وقت پنهنجي سمجهاڻ
لاءِ هڪ شبد ڪوشن تي چوو اٿم، سو هيٺ ڏيان ٿو. اُميد ته
پڙهندڙن کي سولو لڳندو. آتما کي ست چت آنند شاسترن
ڄاڻايو آهي.

ڀو ڪئن ڪو سمجهائي — مان چوله پاڻ سمجهايان
پنج ڪوش پري ڪري — مان اندر آتما پايان
(١) اج بعد آهي سيان ناهي — لنبائي، چوائي، ونڌ پاڻ ٿائي

هڪ ڇهڙو جو هميشه ناهي — ستيہ[1] تنهن کين چوان
(٢) پران ۽ ڪرم اندريون — هڪ ڇهڙيون تنيون رهن
عقل منجهن ناهي[2] ڪو — چيتن کين چوان مان
(٣) منولي آهي جنهنجو ڌرم — من تا تنهن کي چون
آرام لاهي جنهن کي — تنهن آنند وارو[3] کين چوان
(٤) بدي آهي ڏيو واري — ٽڏهن ۾ آهي پر پرڪاش[4]
آتما آهي آد ڪون — شد سويم پرڪاش
(٥) آهي آنند سکوپت جو — پريچن ۽ اڄاڻون[5]
گيان سروپ کين چوان — اهڙي محدود اگيانا
(٦) مهر مولارام جي سان — شانت وستو پايان
قائم رهي قدم لي — جيون جوت جڳايان

جن ستگورن ڪان سرمو وٺي، پنهنجي اصلي اکين سان ديدار ڪيو آهي سي ڌسو چيا تا چون.

سواميءَ سندر ۽ سولي نموني ۾ آتما جي حاصل ڪرڻ ۾ ستا سلوڪ چيا آهن جي هيٺ ڏجن ٿا:-

(١) سچڻ منجهه لهار — باهر ٻه واليم ٻوور جيان
ٻچ تنهن کون خبران — جن اهائي ڪار
چو ٻه والين ٻئي ٻار — اٿئي شهر منجهه سپرين
(سوامي)

---

١- ستيہ = ٽنهي ڪالن ۾ هڪ رس. ٢- گيان سروپ ناهن.
٣- پنڪندڙ چيز سکدائي کين لڳندي. ٤- پرڪاش جو عڪس ڇهڙي ٿي، پر پنهنجو پرڪاش ڪونهي. ٥- سکوپت جو آنند غفلت جو آهي.

(٢) اکين منجهه آهين اکيون عجيب جون
جنهن ڏسان لڙ پري تني واجهائين
متون پالڻ مهر جو هڪ لحظو نه لاهين
لنؤ لنؤ لڪائين درسن دردولدن کي. (سوامي)

(٣) سٿ گور صفائي ڏني دل درپڻ کي
انهد مورت اليثي درشت ۾ آئي
مٿي ويئي من مون پانيڻ چوي ڀائي
سهجي سمائي بوند وڃي سر سمر ۾. (سوامي)

(٤) سچ ۽ سوڌائي ڪنهن گرمکهه جي گهر ۾
تنهن ملي ساڌ سنگت سان ممتا مٽائي
سامي سيائي جوت ڏسي جگديش جي. (سوامي)



# گل ڏهون

## گيان جي پرک.

جڏهن سچي سون ۽ ڪوڙي سون جي پروڙ لاءِ سونارا
ڪسوٽي ڪم آڻيندا آهن تڏهن پرميشور اسان کي "سچن اوستا"
ڪسوٽي مثل ڏني آهي، جنهن سان پنهنجي سچيءَ حالت کي
جاڻي اڳتي موافق قدم کڻون. پارسي ۾ چيل آهي ته:-

"ڪردن وگفتن فرق دارد."

ڪرڻ ۽ چوڻ ۾ وڏو فيرو آهي. هن زماني ۾ ڳالهائڻ گهڻو
۽ ڪرڻ ٿورو. خاص ڪري جن ٿورو ڪجهه علمي پڙهيو آهي.
اهڙن ماڻهن جي هلت ويدانت ۽ صوفي مت تي بيهود و ڪلنڪ
تي آڻي. ڪاليج هاسٽل ۾ جڏهن رهندو هوس تڏهن ڏٺو هوم
ته هڪ ماڻهو اسانجي سامهون ساوڪ واري ٽڪري تي ويهي يوگ-
ابياس ڪندو هو. پر سو ڇوڪرن جي نظر ۽ اچ وڃ ۾ ڪٿن هو
ڌيان لڳائي سگهندو هوندو اهيا ڳالهه مونکي خيال ۾ نٿي
اچي. ويجهو هڪڙو بزرگ مون وٽ دان وٺڻ آيو، انهي ارادي
سان ته پنهنجا لکيل شعر ماڻهن جي فائدي واسطي ڇپايان ۽ ڪي
شعر پڙهي پڌايائين جي چڻ ته ورڊ سورٿ ۽ ٻين شاعرن جي
ڪاپي هوا. چيو مانس ته سڀڻ اهڙا شعر ته اسانوٽ گهڻائي آهن.
انهيءَ تي جواب ڏنائين ته مان ويدانت شاستون مان واقف
آهيان، منهن جو سو روپ سڀ ڇڪ آنند آهي. چيو مانس ته

سمت چت آنند نہ ڪتابي علم آهي. ڪو عملي تجربو پيدا نہ
مونکي خاطري ٿئي. عملي تجربو هوس ڪون سو ڪهڙو ڳالهائي
واپس پيو ڪمائين. اهڙي طرح ڪيترا سڄڻ گڏيا اٿم جي ڪجهہ
پستڪ پڙهي، لفظن ۾ نہ وڏيون ڳالهيون ڪن ٿا. پر جڏهن
هنن جي رهڻي ڪهڻي ڏسجي تہ عجب پيو لڳي.

”ڪرتوت پسون ڪي ماڻس ذات“

ڪي تہ ڏسي وائسي لوڪن کي ٺڳين ٿا، ڪي وري پاڻکي
بہ ٺڳين ٿا. اشٽوڪر گيتا جي ٽئين اڌياءَ ۾ ڪي شلوڪ
آيل آهن جي هيءَ ڳالهہ بلڪل صاف ڪري ٿا ڏيکارين.

(١) پاڻکي امر ۽ هڪ جاڻي، ڌيرج وان ۽ گياني سمجهي بہ، ڪٿن ٿو، تن ۽ دولت جي چاهنا رکين.

(٢) جيئن سپيءَ جي نہ جاڻڻ سان، وهمي چاندي سان پريتي ٿئي ٿي، تيئن آتما جي نہ جاڻڻ سان وهمي وشيئن سان پريت ٿئي ٿي.

(٣) پاڻکي پوتر، شڌ گياني ۽ سندر پڌي وان جاڻي بہ ڪٿن ٿو پاڻکي ڪاموان ۽ اپوتر ڪرين.

(٤) جنهن ڌيرج وان پاڻکي آتما جاتو آهي، سو پدارٿن ۽ ڪاڏن سان خوش نٿو ٿئي ۽ انهن جي نہ هئڻ ۾ ڏکي نٿو ٿئي.

(٥) جو مهاشيہ پنهنجي شرير کي ٻئي جي شرير سمان هلائي ٿو، ڪٿن هن کي ڏوهہ ۽ شاباس منجهائيندي.

سري ستگورن فرمايو تہ جگياسوءَ کي اهڙي رهڻي ڪهڻي
جو خيال، وچن ۽ ڪرم ڪرڻ ۾، اُنهي ڀاوَ کي قائم رهي تہ
”مان ئي آهيان، مونکان سواءِ ٻيو ڪجهہ بہ نہ آهي.“ جڏهن
”مان“ ۾ هڪو نہ آهي تڏهن ”ٻئي“ جو خيال ايندس. ٻئي
جي خيال سان گڏ آهن لالچ لوڀ ۽ ڀؤ. جي مان ئي آهيان تہ
ڪنهن کان فائدو وٺان، ڪنهن سان وير ڪريان، ڪنهن کي

ٿڳيان، ڪنهن کي اهو ئي سمجهان. جي مان سوڌي رهمت رهندس ته ڪنهن کي طاقت آهي جو ڪير مون کي ڪک به اچلي سگهي. سڀ سنگوڏن اهيا ڳالهه ٻڪي ڪرڻ لاءِ حاتم طائي مان هڪ ڳالهه ٻڌائي.

هڪ دفعي حاتم طائي اهڙي ملڪ ۾ پهتو جتي زور وارا جادوگر هوا. حاتم طائي ”اسم اعظم“ سان پنهنجي چوڌاري ڪوٽ ٻڌو. جادوگرن مٿس مينهن، باهه، نانگن وغيره جو وسڪارو ڪيو. پر جا جا خوفناڪ شيءِ حاتم ڏي پئي اچي سا قلعي کي لڳي موٽي پئي وڃي. اهڙي طرح جيڪو آتم گياني پنهنجي اليو ۾ پڪو آهي تنهن کي لهر نه لوڏو. جي ڪيس لهر ته لوڏو ته چوته بي خوفو ٿي رهي. چوٽي جي مال ۾ اکر ڪي، جڏهن پرالبڌ سندس لاءِ اڳيئي بندوبست ڪيو آهي. پار جاڻو نه آهي نه ماءُ جي ٽڻن ۾ ڪير ٿئي ٿو. گياني نه فقط جاڳرت اوستا ۾ گيان ۽ ڌيان جي مدد سان پاڻ کي مايا جي ڦندن کان بچائي ٿو، پر سپني رهڻيءَ ۾ ورڻي هلڻ سان هنجا سپنا به سڄاڳيءَ وارا ۽ سکدائي ٿين ٿا. جئن جاڳرت ۾ درسني پنهنجو پاهريون روپ ڏيکاري ٿي، تئن سپنن ۾ پنهنجي من جو سچو روپ ظاهر ٿئي ٿو. (پرماڻ)

جاڳرت ۾ جوئي، سپني ۾ سوئي اچي؛
سمهي سکپت ۾ ڪري آنند اهوئي؛
ترِيا سان تدروپ ٿي، تو ساک ڏئي سوئي؛
آتم اهوئي، جو چئني کي چيتن ڪري. (سوامي)

شاستر وچار سان عقل کي خاطري ٿئي ٿي ته ويدانت جا مهاواڪيه ”اهم برهم اسمي“ وغيره برابر آهن. انهي خيال کي پڪي ڪرڻ لاءِ ڌيان جي ضرورت آهي. جئن ڌيان گهڻو وقت ۽ پوريءَ وڏيءَ سان اختيار ڪبو ته سنسار ۾ گهٽ ڦاٿي ٿيندي؛

ڇو جو جگياسو آتما جي اڻٽٽ سک ۽ سنسار جي ڪچي ۽ وقتي
سک جي وچ ۾ ڀيٽ ڪري سگهندو. هڪڙو سچي سک جو مزو
ورتائين ته دنيوي سک هن کي ڦڪو لڳندو. اهو سڀ مدار رکي
ٿو جگياسوءَ جي محنت ۽ ستگرو جي سکيا ۽ ڪرپا تي. جڏهن
جگياسو اصلي ۽ نقلي جي وچ ۾ فرق سمجهي سگهيو، ٻوءِ ڪٽي
ٿو آتما جي ڇڪ ڪان ڇٽي. جڏهن جڏهن هن جو اڀياس پڪو ٿيندو
ويندو، تڏهن سنسار جون ڇڪون هن کي گهٽ ڇڪينديون ۽
بي پرواهه، نراڇا ۽ اڇاهه ٿي وهنوار ۾ ورتندو، جنهن ڪري هن
جا ڇرتر ۽ سنا ٿيندا ويندا ۽ هن جي ڪرتي ۾ شڀ اڀياس
۽ شڀ هلت ڪري وڌندڙ ۽ سگهائي ٿيندي. جن جگياسن ست
پرش جي آنند روپ حضور ۾ فائدو ورتو هوندو، سي اهيا
ساک ڏيئي سگهندا. جي رڳو اکين ۽ ٻاهرين نمونن ۾ اٽڪيل
هوندا، سي ڪٽي ڳالهائڻ ۾ چتر هوندا، پر هنن جو خير ڪو اثر
ٻين تي ٿي سگهندو.

اپنشدن ۾ گياني جي بيان ۾ آهي ته هو "ستيه ڪام" ۽
"ستيه سنڪلپ" آهن. جيتوڻيڪ جيڪي چاهين ٿا، سوئي ڪين
مليٿو ۽ جيڪي سنڪلپ ڪن ٿا، اُئين ٿئي ٿو، تڏهن به هو
انهن طاقتن کي ڪم نٿا آڻين. هڪ اهڙي سچي پرش کي قيد
۾ داخل ڪيو ويو. هن جي شش ۾ هڪ وزير هو، جو پنهنجي
مرشد جي قيد ٿيڻ جو ٻڌي ڪيس جيل ۾ ڏسڻ ويو ۽ مرشد
کي عرض ڪيائين ته موں سان ٻاهر اچو. مرشد ڏيکاريس ته موکي
دنيا کي الٽي ڪرڻ جي طاقت آهي؛ پر مان ايشوري حڪم
کي آڏو نه ايندس. جيل ۾ يا ٻاهر مان اُن سچي ذات ۾ گم
آهيان. موکي ٻئي ڳالهيون ساڳيون آهن. منهو ڪڙو صابڻ
سان صاف ٿيندو؛ بيماري دوا سان لهندي. دک سک جو
واجبي جتن ڪجي. پر انت ۾ جيڪي ٿئي اچي، ان تي شاڪر

رهجي، اهو آهي گياني جو مقصد. شاسترن ۾ گيان جون سڀ
پرڪارون ڄاڻايل آهن. پر اهي هاڻوڪي زماني ۾ وهنوار ۾
رهندڙن سان ڪيتري قدر لاڳو ٿي سگهنديون، سو سيکڻو پنهنجي
آزمودي مان ڄاڻي سگهندو. جن سڄڻن سري ڪرشن، سري
رامچندر، وسشٽ، وياس، سکديو، دتاتريه، جڙ ڀرت جي حياتين
جو احوال پڙهيو هوندو، سي ڄاڻي سگهندا ته گياني ڪو هڪ
سانچي مان نڪتل نه آهن. جيتوڻيڪ آتم انڀوي آهن، پر تڏهن
به ٻاهرين ورتاءُ جدا جدا نموني رهي اٿن. سري ڪرشن کي
ارجن چيو آهي

"ترگڻ وشيا ويدا، نس ترگڻ ڀوُ ارجن"

مايا ۽ سنسار وهنوار ٽن گڻن سان ٺهي ٿو، جڏهن ته آتما
انهن گڻن کان مٿي يا پري آهي تنهن گيانيءَ کي ٽي گڻ ڇهن ئي نٿا.
ڪٿ اپنشد ۾ به چيل آهي ته

"مايا کان پري مهتت آهي ۽ مهتت کان پري پرش آهي".

هتي مهتت جي معنيٰ آهي "هرڻگربه جي سرشٽي".
سريو سان ته ضرور چار بندن ٿيندا. اهي وهنوار ۾ نظر ايندا،
پر گياني انهن بندن ۾ اهڙو پڪل آهي، جهڙو وهمي نانگ جي
بندن ۾ سچي نوڙي آهي. اها ڳالهه اهوئي پرش ڄاڻي سگهندو، جنهنجو هردو نرمل هوندو. انگريزيءَ ۾ پهاڪو آهي،

"هيرا هيرن کي وڍين ٿا"

اسان گرهستين جو ڌرم آهي ته رڳو سٿول درشٽيءَ سان
ٻين کي نه ڏسون. ڪجهه رهون، ڪجهه ٻڌون، ڪجهه باريڪ نظر
سان رهڻي ڏسون پوءِ ڪنهن کي سٺو مٺو چئون. مان نه الهيءَ
راءِ جو آهيان "ته گڻ ٻئي جا ڏسجن اوگڻ پنهنجا ڏسجن".
الهيءَ جي معنيٰ اها نه آهي ته الٽو ٿي رهجي ۽ ڳڻ ۾ ڪوجي.
شڪ ويچاروان کي الدرين ساکر ملڻي ته ڀين يا ڀڻ کان پاسو

ڪر. اسان سڀني ۾ هڪڙي آتم وستو آهي. ٻئي جي گڻ يا
اوگڻ جي اسانکي خبر پوندي، جيڪڏهن اسانجو هردو نرمل
۽ صاف هوندو. جيڪڏهن پاڻ ئي هونداسين گپ ۾ پيل تہ
ڪهڙو حق آهي اسانکي ٻين کي گپ لڳائڻ جو. ڪنهن سياڻي
جو چوڻ آهي تہ

”دنيا آهي اسانجو عڪس“.

هوندو اسانجو اندر اپورو تہ ٻئي ۾ ڪٿين پورا ڏسبي.
مٿين لکيہ مان هيٺيون ڳالهيون ثابت ٿين ٿيون تہ:-

(١) پاڻکي جاڻڻ سولي ڳالهہ آهي پر ٻئي کي جاڻڻ ڏکي.
(٢) جي اسانجو من وشن ڏي ڊوڙي ٿو تہ سمجهجي تہ منزل اڃان دور آهي.
(٣) جي اسان پر از خود دنيا، سچائي ۽ سهڻتا جا خيال ظاهر ٿين ٿا تہ سمجهون تہ اسين پرماتما جي ويجهو ٿيندا ٿا وڃون.
(٤) جيترو اسين پرماتما کي ويجهو ٿيندا وينداسين، اوترو ئي اسان ٻين کي بہ عزت، پيار ۽ همدرديءَ سان ڏسنداسين.
(٥) گيان ۽ ڌيان جو اوس اسانجي حياتيءَ تي اثر پوڻ گهرجي. جي اهڙو اثر ظاهر نہ آهي، تہ ڪا ترٽي گهٽتائي آهي. اُنهيءَ گهٽتائي کي ڳولي دور ڪريون.
(٦) گيان ۾ پڪي ٿيڻ لاءِ سچيءَ وستو جو وري وري ويچار ۽ ڌيان ضروري آهن.
(٧) گيان جي پڪتا تڏهن ڄاڻجي، جڏهن اندر ٻاهر سڀ وستوءَ ڪالسواءِ ڪجهہ بہ نہ ڏسون.

هاڻي ڏسون تہ سڀ پرش پاڻکي ۽ ٻين کي ڪئن ٿا ڏسن ۽ ڪئن ٿا ورتڻ ڪن.

”پوليهو پوليهو وچتت“ (شري).
سڀ کي هڪ آتما ڄاڻن ٿا.

يڪم روپم ٻهُدا يه ڪروتي تم آتمسٿم يي انوپشنتي ڌيره
تيشام سکم شاشوتم نيترشام (شرتي)

ڌيرج وان پرش اننت آنند جو حقدار آهن. هو پاڻ سڀ کي ڏسن ٿا.

رنگ ريٽي، ٻي رنگ ٿي سچا، تاهه انهيءَ ۾ نهندا ين. (سچل)

صورت جو رت هڪ اٿي ــ نانئين ڏس ليکن
اکيون ڪن زبان هيءُ ــ وچان جڻ وڃن
نپ نپ لائي نوپا اهي ــ نوبيءَ منجهه نپن
پاڻي جي پاڪائي سان ــ پاڻهي پاڪ ٿين
اننگي پهر اچ ۾ ــ عاشق گم رهن
سالڪ سمجهائن، مامن سان ماڻهن کي (سچل)

حرص ڇڏي هڪ ٿيا موه سک ۾ رهن سدائي (مولارام)

ساهه سا سهڻي، سائر پٽ سوئي
آهي لجوئي ڪهه ڪجهالدڙ ڳالڙي. (شاهه)

"آتمنيوا آتمنا تشٽه" پنهن جي اندر پنهنجي آتما سان راضي. (گيتا)



# گل يارهون

## اوم جي اپاسنا

”جل ٿل مهيل ڀوريا سوامي سرجڻ هار
الک پانڻ هو ڀريا نانڪ ايڪ اونڪار“ (گرنٿ صاحب)

ويدانت شاسترن ۾ گهڻو ڪري ڀريائين انو ٻنڌ لکندا آهن. انهن مان هڪڙو آهي ته سڀ شاسترن جي پڙهڻ جو ڪير حقدار آهي. اهڙي جگياسوءَ جا لڇڻ وويڪ ويراڳ، شٽسمپتي ۽ مموکشيتا ليکيا ويا آهن. هن زماني ۾ گهڻا اهڙا جگياسو ليندا، جي ساڌن سمپت ٿي ستگورن جي شرن وٺي برهم وديا حاصل ڪن؟

'وويڪ چئجي ٿو سڀ ۽ اسٿ جي پيد ڄاڻڻ واري شڪتيءَ کي. ويراڳ، ته ٿڏهن ٿيڪو ۽ سچو ٿيندو جڏهن سڀ وستوءَ جي اکٽ آنند ۽ درشيه جي نقلي ۽ وقتي سک جي ڀيٽ ڪري سگهبي. دک، سک، ۾ هڪ ورتي وارو رهڻ به ڪا سولي ڳالهه نه آهي. اتي چاهنا پرم سک جي هن دنيا جي ٻه ڀوريءَ واري ڪال ۾ به ڏکي ڳالهه آهي.

”جيئن لالو ڪٺي لب ٿيئن ڪرهه وڃي اڇامي“

جيئن هن زماني ۾ ماڻهو جگياسوءَ جي حقداري لاءِ ڪوشش ڪري، تيئن گهڻو وقت هن جو ويندو؟ سڀ ستگورن جو چوڻ هو ته هن ڪلجڳ ۾ شش کي ستگورن ۾ وشواس ۽ شبد پاونا سان گڏ شردا جو انگ هوندو ته آهستي گٺوان ٿي،

پنهنجي سنگورن جي ڪرپا ۽ سکيا سان برهم وديا جو به حقدار
ٿيندو. مليو اڇڻ کان پوءِ ٻهرين ڏينهن ۾ هو گهڻو وقت شالس
۾ گذاريندا هوا. جنهن جنهن وقت گذرندو ويو، تنهن ششن جي
ڪلياڻ واسطي هنن کي لنديا پوءِ وڏا شاستر پاڻ پاڙهيندا هوا،
جهڙوڪ، سارڪتاولي، ويچار چندرودي، ويراڳ شتڪ ۽ ويچار
ساگر. ويچار ساگر جي پڙهڻ کان پوءِ اپديش ڏيندا هوا. اپديش
ڪالپوءِ گيتا، وسشٽ، اپنشد، برهم سوتر وغيره پڙهائيندا هوا،
ڪٿا گهڻو ڪري وسشٽ جي هلندي هئي. ازان سواءِ پيا به
شاستر ڪو جگياسو ڪڻي ايندو هو ته اهي به سمجهائيندا هوا.
سنڌي هندي ۽ اڙدو شاستر موقع آهر ويچارڻ ۾ ايندا هوا.
پوين ڏينهن ۾ ڏٺو ويو ته دل ڏاڍي درياهه هئن ۽ توري
شيوا ۽ گڻ ڪنهن جو ڏسندا هوا ته اپديش جي ڪرپا ڪندا هوا
۽ چوندا هوا ته هن ڪنن زماني ۾ اڳئين ڏينهن جون تڪليفون
ڪير سهي سگهندو. هڪ دفعي ائين به چيائون ته اسان جيڪي
تڪليفون سڀ وسنو پاڻ ۾ ڏٺيون سي بيان کان ٻاهر آهن. ۽
اسين پنهنجن ششن کي اهڙين تڪليفن ۽ ڏاکڙن کان بچائيندا سين.
مونکي ڪنهن هٺ يوگيءَ ليعي، ڌوتي، پراڻيام، بند آسڻ ڪرايا
۽ انهن جو بيان لکايو. سري سنگورن وٽ اهو بيان به پڙهيم
۽ پراڻيام وغيره ڪري ڏيکاريم. فرمايائون ته اهڙن ڏاکڙن جو
مطلب ڪهڙو، جڏهن اسين توهان کي سولي ۽ سهج نموني سچي
سک جو رستو ڏيکاريون. ڪيائون به ائين. مٿين احوال مان
پڙهندڙ سمجهي سگهندا ته سڀ پرش پاڻ الهي خيال جا آهن
ته هاڻوڪا جگياسو تڪليف وٺڻ لاءِ تيار نه آهن.

هڪ دفعي هڪ غريب وڌوا ٿي ڪنهن لهڻيدار ڪيس
ڪري هنکي جهوپڙيءَ مان ٿي ڪڍايو. به لنديا پار هئس. جنب
پوهن پٽي وقت گذاريندي هئي. صاحبن جي سون آئي ته "پوپو،

مون کي هن تڪليف کان بچايو". ڇوڪري ويٺي ته ڪٿي رهنديس. ڪٿي معصومن جي پالنا ڪنديس. سياڻي بلڪل ايندا ۽ مون کي اٿاريندا. سري ستگورن کي کل پئي ۽ هن کي "اوم" جو جاپ ڏسيائون. مائي کي هو ڏاڍو فڪر، سو ڏاڍي صدق سان ساري رات جاپ ڪيائين. بلڪل مون کي ڪو نه آيا ۽ مائي جو اڄهو سالم رهيو.

هڪ سرير ڏاڍي شانت سڀاءَ وارو هو. صوفي فقير جو هٿ ورتل هوس، جو مجذوب هو؛ يعني جنهن جو گهڻو وقت "جذب" ۾ گذرندو هو. سالن کان مون کي هن اُتم پرش سان گڏ رهڻ جو خوش نصيب ٿيو. سويل اُسر جو اٿندا هوا ۽ ٻه ڪلاڪ کن ڌيان ۾ رهندا هوا. هنن جي رهڻي ڪهڻي تپسين جوڳي هئي. هڪ دفعو سخت ڪنگهه ٿين ۽ گهڻو وقت هلين. تڏهن به پنهنجي نيم تان گهنوار نه ٿيا. ديهانت کان ٻه مهينا اڳ پيٽ جي ڪنڊي جو سخت سور ۽ تپ ٿين. پر تڏهن به هنن جو چهرو شانت وارو ۽ وات مان شڪر جا لفظ پيا نڪرندا هئا. هنن جو شانت سروپ ۽ نرمل اکيون مون کان اڄ تائين ڪو نه ٿيون وسرن. ڪڏهن ڪڏهن سواميءَ جا سلوڪ پڙهندو ڏسندو هوسان. پر جڏهن وقت نوڪريءَ کان فارغ هوندا هوا سو پنهنجي منهن شانت ۾ گذاريندا هوا.

لنڊي هوندي جي ڳالهه آهي. جڏهن بيٺو هوس؛ منهنجي ناني ٻاهر نڪتي ته دروءَ جو درشن ڪريان. واٽي شروع ڪياءِ. ڪڪر پري ٿيا ۽ دروءَ درشن ڏنس. نانيءَ منهنجي ماتا جي ڳالهه ڪئي ته مرڻو کان اڳي چالهه، ڏينهن دروءَ جي ڏسڻ مان خبر پئيس ته هلڻ جو وقت آيو آهي. اهڙا ڳالهه اُپاسنا جي وڏائي ڏيکاريني.

صوفي مت وارا ذڪر ۽ فڪر پئي ڏسن ٿا. ذڪر ڇاجي

نام جو جاپ ۽ فقر ڇنڊي ويچار ڪي. جيتوڻيڪ گيان يا معرفت
جو درجو بلڪل وڏو آهي، پر اهڙا خوش نصيب ٿورن جي
حق ۾ آهي. ويچار ساگر ۾ گيان جهاز سان ۽ جاپ ٻيڙي سان
ڀيٽيو ويو آهي. سري ستگورو به فرمائيندا هوا ته جاپ آهي ٻيڙ
وانگر، جو ڪڏهن نه ڪڏهن درياهه پار ڪرڻ ۾ مدد ڏيندو.
پر گيان آهي جهاز وانگر، جو سڀني سڪان جي مدد سان جلدي
سنسار روپي درياهه مان پار لنگهائيندو. مٿين ليکڪ مان جگياسوءَ
کي جاپ جي گڻن ۽ حد جي خبر پئجي سگهي هوندي. ڪيترا
"جاپ" پڙهڻ ۾ اچن ٿا، پر ويدانت شاسترن ۾ "اوم" جو
جاپ سريشٽ ڪيو آهي. ويچار ساگر جي ڇهين ترنگ ۾ ائين
ئي سڌ ڪيو ويو آهي ته جگياسو جيڪڏهن گيان ۾ پڪو نه آهي
ته اللاءِ مٿيون جاپ ضروري آهي. ڪيترن سڄڻن مان خبر
پئي ته ڪين جاپ نه مليل آهي، پر انهي سان وڏي ۽ ريت جي
خبر اصل ڪانه ڏني ويئي اٿن. ڪنهن ته ائين چيو ته ڏيان
وڪان ڪرڻ جي مورت جو ۽ جاپ ڪريان "اوم" جو. اهڙي
غلط فهمي جي هٽڻ ڪري سچو نمونو ظاهر ڪرڻ ضروري آهي.

مانڊوڪيه اپنشد جا (١٢) شلوڪ ڏجن ٿا جي جگياسن
کي چڱا ڪارگر ٿيندا.

(١) هري اوم اومتيتڏ اڪشرم اِدمُ سروم تسيوپ وياکيانم ڀوتم
ڀوَد ڀوشياد ته سرو اومڪار ايو يتچانيه ترڪال اتيتم تد
پيو اومڪار ايو"

معني- هري اوم، اوم لفظ هي سڀ آهي. انجو صفا بيان هيٺ
ڪجي ٿو. گذريل هلندڙ ۽ ايندڙ زمانو حقيقت ۾ اوم
آهي. ٽن ڪالن کان الڳ به اوم آهي. پرماتما جو نالو
"اوم" آهي. هن سرشٽي ۾ جيڪي به ڏسڻ ۾ اچي ٿو
انهن کي نالا آهن. شيون پنهنجي نالن کان جدا نه آهن.

سچيٽي ڏالا اوم کان جدا نه آهن. اوم جي معرفت ۾ ماتما
جي ڄاڻ ٿئي ٿي. ڪال ۽ اڪال يا ظاهر ۽ باطن به اوم آهن.

(۲) "سرو هيتد برهم ايم آتما. سوايم آتما چتش پاد"

معني- هي جيڪي به آهي سو درحقيقت برهم آهي. هي آتما
به برهم آهي. هن آتما کي چار پاسا آهن. هن شلوڪ ۾
آتما ۽ برهم کي هڪ ڏيکاري آتما جون چار اوستائون
ڏيکارڻ ۾ اچن ٿيون. ڇو ته جيوت ۾ هر هڪ انسان
انهن چئن اوستائن جو آزمود وهر روز وٺي ٿو. انهيءَ
ڪري ڄاڻل مان اڻ ڄاڻل ڏي رستو ڏيکاريو وڃي ٿو.

(۳) "جاڳرت استانون بهشپرگيه، سپت انگ، ايڪوانيشتي
مکه، ستول ڀُڳ ويشوانر پرٿم پاد."

معني- هن جو پهريون پاسو آهي ويشوانر، جنهنجو رهڻ آهي
جاڳرت ۾. جنهنکي باهرين شين جي ڄاڻ رهي ٿي.
جنهنکي ست انگ آهن ۽ اوڻويهه مکه آهن. هنجو وهنوار
آهي ستول سرشٽي مان. جاڳرت ۾ سڀئي اک آتما جو
استان ليکي وڃي آهي. ڇو جو جاڳرت جو وهنوار گهڻو
ڪري اکين جي مدد سان ٿئي ٿو. اکين سان گڏ ٻين
گيان اندرين جو ليکڻ ۾ به ايندو. ست انگ آهن مٿو،
اکيون، ڇاتي، پيٽ، ٽڪون، پير ۽ وات. هنن جو
وڌيڪ بيان اپنشدن ۾ پڙهڻ کپي. اوڻيهه مُکه آهن پنج
گيان اندريون، پنج ڪرم اندريون، پنج پراڻ ۽ چار
انتهه ڪرڻ. استول ڀوڳ انهي ڪري چيا وڃن ٿا جو
سرشٽي جون شيون ستول روپ واريون آهن.

(۴) "سوپنه استانون انتهه پرگيه، سپت انگ، ايڪوانويشتي مکه
پروِوِڪت ڀُڪ تيجسو دوتيه پاد."

معني- ٻيو پاسو اٿس تيجس، جو ڪم ڪري ٿو سپني ۾. اندرينءَ

ورلڻ جي ڄاڻ رکي ٿو. هنکي ست انگ ۽ اوڻويهه مک
آهن. سوکم سرشٽيءَ ۾ وهنوار اٿس.
جڏهن جيو جاڳرت اوستا مان سپني ۾ وڃي ٿو ته تهين
سرشٽي پنهنجي رچي ٿو. هن کي پنهنجي روشنيءَ سان
روشن ڪري ٿو. تنهن ڪري سندس نالو تيجس ڇو
وڃي ٿو. ڪنٺ ۾ هنجو استان آهي ۽ ننڍڙي ناڙي ۾
ساري پنهنجي سرشٽي پرسڊ ڪري ٿو. انهيءَ ڪري
سوکم سرشٽي ۽ سوکم ڀوڳ اٿس.

"ڇت پرک هي برهما تيرو سپنا رچي هارا ري."
(گلاب چمن)

اهيا سوکم سرشٽي باهرين ستول سرشٽيءَ وانگر نسلي
ٿئي ٿي. پر جئن ٿوريءَ جاءِ ۾ وڏي ٿي نظر اچي ٿي،
تنهنڪري انکي سوکم ڇو وڃي ٿو.

(٥) "يتر سُپتو نه ڪنچن ڪامَم ڪاميتي
نه ڪنچن سوپنم پشيتي تت سشپتم
سشپت استان ايڪي ڀوته پرگيان گهن ايوا آنند ميو
هي آنند ڀُڪ چيتو مک پرگيام تتيه پاد."

معني- گهريءَ ننڊ ۾ جاڳرت وانگر نڪي ڪا ڪامنا ڀوڳڻ جي
رکي ٿو ۽ نڪي ڪي سپنا لهي ٿو. گهريءَ ننڊ ۾ هنکي
"پراگنيه" چئجي ٿو، ڇو جو جاڳرت جون واسنائون
پاڻ سان کڻي پنهنجي پاڻ ۾ گم ٿئي ٿو. اهو آهي سندس
ٽيون پاسو "پراگنيه". گهري ننڊ هنجو استان آهي (اها
جاءِ دل جي مٿان چئي ويئي آهي.) هت سڀ آزمودا
ملي هڪ ٿي وڃن ٿا. هت آنند آهي. جئن ته هتان جيو
اٿي وري سوپن ۽ جاڳرت ۾ اچي ٿو. انهيءَ ڪري هن
اوستا کي باهرين ۽ سپني سرشٽيءَ ڏي ويندڙ رستو يا

پُل ڇهو وڃي ٿو. اهو سڪوپت جو آنند غفلت جو آنند آهي ۽ پرچين آهي ۽ آتما آنند سان منجهائڻ نه ڪبي. ننڊ مان اُٿي جيو چئي ٿو ته رات مونکي گهري ننڊ هئي پر مونکي ٻي ڪا به خبر نه هئي. انهيءَ مان سمجهي سگهجو ٿو ته گهريءَ ننڊ ۾ هو اگيات هو.

(٦) ” ايشه سروي ايشور، ايشه سروگيه ايشو انترياميه
ايشه يوني سروسيه پرڀو اپيوهه ڀوتا نام.“

معني- هي سڀ جو ايشور، سڀ جو ڄاڻڻ هار، سڀ جي اندر رهي هلائيندڙ، سڀ جو پيدا ڪندڙ، سڀ کي ليءِ ڪرڻ وارو آهي. سيني جي ڪارڻ شرير جو اڌشٽاتا ديو ”ايشور“ ليکيو ويو آهي. مٿيان ان جا لڇڻ آهن.

(٧) ” نه انتر پرگيم نه ٻهه پرگيم نه پرگيا نه گهن نه پرگيم نه اپرگيم ادرشٽيم اوييوهاريم اگراهيم الڪشڻيم اچنتيم اويپديشيم ايڪ آتم پرتيه سارم پرپنچوشم شانتم شوم ادويتم چترٿ منيئنتي سه آتما سه وگييه.“

معني- تريا يعني چوٿون اندرينءَ سرشٽيءَ جي ڄاڻ کان پري، ٻاهرينءَ سرشٽيءَ جي ڄاڻ کان پري، ٻنهي جي ڄاڻ کان پري، گڏيل ڄاڻ کان پري، جڙ چيتن کان به پري، اندرين ۽ من کان اگوچر، وهنوار کان پري، اچت، الومان کان پري، بيان کان پري، سويم پرڪاش مايا رهت، شانت روپ، سک روپ هڪ آهي. اهو آتما آهي ۽ ان جو انڀوُ ڪجي.

مٿين بيان ۾ ٻاهرين ٽن اوستائن کي رد ڪري چوٿينءَ کي پهچڻو آهي. انهيءَ چوٿينءَ جي جاءِ هردي آڪاش ۾ ڄاڻائي وئي آهي. سري شنڪر آچاريه انهيءَ ڌيان کي هيٺينءَ بيان ڪيو آهي.

اندر ساھ کٽڻ سان "مان برھم آھيان" اھو چنتن ڪجي، ساھ کي ٻاھر ڪڍڻ مهل چنتن ڪجي تہ سرشٽي نہ آھي. ساھ جي ٻيھڪ مهل انهيءَ شانت روپ ۾ سٿت ٿجي.

(٨) "سو ايم آتما اڌ يکيہ اومڪارو اڌ ماترم پادا ماترا ماترا سچ پادا اَڪار اُڪار مڪار اِتي."

معني - اھو آتما اومڪار آھي اکرن جي ويچارڻ سان. ماترائون پاسا آھن. ماترائون آھن، اَڪار اُڪار مڪار.

(٩) جاگرت ستانو ويشوانر اَڪار پرٿما ماترا اَپتيرا آد متوا اَپنوتي ھ وئي سردان ڪامانہ آد سچ ڀوتي يہ ايوم ويد."

معني - جاگرت ستان وارو ويشوانر اَڪار آھي انهيءَ لاءِ تہ اھو اکر پهريون آھي ۽ وياپڪ آھي، جيڪو اھو ڄاڻي ٿو، اھو پنھنجون سڀ ڪامنائون حاصل ڪري ٿو ۽ سڀني ۾ سرشٽ ٿئي ٿو.

(١٠) "سوپنہ استانو تيجس اُڪارو دوتيہ ماترا اُتڪرشاد اُڀيتوادو اُتڪرشتي ھہ وکي گيان سنتتہ سمانشچ ڀا سيا برھم وت ڪُلي ڀوتي يہ ايوم ويد."

معني - سپني استان وارو تيجس اُڪار، اوم جو ٻيو اکر آھي، ھڪ تہ اکرن ۾ اوچو آھي (ساھ کڻڻ مهل) ۽ اوم جي وچ ۾ آھي، جو انهن ڄاڻي ٿو سو اتم گياني ٿئي ٿو. سڀڪو هنکي ھڪ ڪري ھلائي ٿو، هنجي اولاد ۾ ڪوبہ برھم جو اگيانا ڪونہ ٿو ٿئي.

(١١) "سشپت استانو پراگيو مڪار ترتيہ ماترا متير اپيتيرو وا اُوم سروم پنھسچ ڀوتي يہ ايوم ويد."

معني - جنهنجو گهري ننڊ استان آھي، اھڙو پراگنيہ مڪار آھي. ڄاڻڻ تہ ماپ آھي ۽ ھن ۾ سڀ ھڪ ٿي وڃن ٿا. جيڪو اھو ڄاڻي ٿو سو دنيا کي سڀ ڄاڻي سگھي ٿو

۽ سڀ ازخود سمجهي سگهي ٿو.

(١٢) ”اماترا سچترو او هوارپ- برهنچو ابشم شوم ادويئ
ايو موڪار الميو سنو شتيه آتمانا آتمانم يه ايوم ويد“

معني- جنهن ۾ ڪجهه حصا نه آهن، اگوچر، سرشٽي جنهن ۾ گم ٿئي ٿي اهڙو آنند روپ، هڪ اوم آهي. اهيو چوٿون حقيقت ۾ آتما آهي. جيڪو ائين ڄاڻي ٿو سو پنهنجي آتما ۾ هڪ ٿي وڃي ٿو. اماترا معني بي آواز. شانت يعني بي آواز مان آواز شروع ٿئي ٿو. اماترا سڀني ماترائن ۾ وياپڪ آهي.

مٿيان شلوڪ اوم جي حقيقي معني ڏيکارين ٿا. اوم جي وسيلي سڀ وستوءَ جو ڏيان ڪري سگهجي ٿو. ان جاپ ڪري درشيه جي اڻ هوئڻ ۾ صدق پڪو ٿو ٿئي. سچي ڌيان مان مٿي بيان ڪيل گڻ ضرور اڀرندا جيڪڏهن ڌيان پوري طرح سان، پوريءَ جاءِ تي ۽ پوري سمجهه سان ڪيو ويندو.

مٿين ليک ۾ سڀ ضروري ڳالهيون ويدن انوسار ڄاڻايون ويون آهن. هاڻي باقي آهي ڇڏيل جگياسن جي لياقت ۽ محنت تي. اهي گڻ جيڪي اوم جي جاپ مان حاصل ٿيندا سي مٿين شلوڪن ۾ ڄاڻايل آهن. اهڙو جيئن ته:-

(١) سڀ ڪامنائون حاصل ڪري ٿو جيتوڻيڪ دنيوي چاهنائن کان جگياسوءَ کي پري رهڻ کپي.
(٢) سڀني ۾ سرشٽ ٿئي ٿو.
(٣) آتم گياني ٿئي ٿو.
(٤) سڀڪو هنکي هڪ ڪري هلائي ٿو.
(٥) هنجي اولاد ۾ ڪوبه اگيانا ڪوله رهندو.
(٦) سڀ درشيه کي سهي ڄاڻي سگهي ٿو.
(٧) سڀ ازخود سمجهي سگهي ٿو.



# ڳل ٻارهون

## جدا لباسن ۾ ھڪڙو حقيقي حق.

ويدانت ۽ تصوف ٻئي ھيڪڙائي جو نارو ھڻن ٿا. ست پرش ۽ معرفت جا صاحب پنھنجي رھڻي ۽ ڪھڻي سان مٿين اصول جي حمايت ڪن ٿا. سنڌ جي سنتن ۽ فقيرن ۾ اھڙا گھڻائي صاحب ملندا جي ھندو مسلمان ۽ ٻين مذھبي رنگن کان آجائي رکن ٿا. جن تہ روح جي گھر جي واٽ ھندي ھئي ۽ صورت ٻھار ۾ اڙدو ۽ فارسي زبانون ڪم آنديون آھن. ھاڻوڪي زماني جي طالبن کي بہ اھڙي درشٽي رکي، ھڪ ٻئي جي قولن ۽ عقيدن جي پوري ڄاڻ حاصل ڪرڻ کپي، ۽ سچيءَ معني مان واقف ٿيڻ کپي ۽ نہ ھڪ ٻئي کان پري ڀڄڻ کپي.

اسانجي ستگورن سري مولارام صاحبن جي ھندو خواھ مسلمان سنت پرشن سان روح رھاڻ ھلندي ھئي ۽ وقت بہ وقت اسانکي انھن مان واقف ڪندا ھوا ۽ ڪيترن اشارن ۽ قولن جي سچي معني کان آگاھ ڪندا ھوا. ھڪ دفعي ھڪ صوفي فقير چيو تہ "حضرت محمد صاحب روز دُل دُل گھوڙي تي چڙھي خدا تعالي جي دربار ۾ ويندا ھوا." صاحبن مضمون اشارو ھيئنءَ ريت سمجھايو. دم يا سواس اچا آھن ۽ گھوڙيءَ مثل آھن. دربار آھي اياس جي جاء، جنھن کي ڪٿ اپنشد ۾ "گھا" جي نالي سان سڏيو ويو آھي. ھاڻي جي ويچار سان ڏسو تہ ٻنھي ڌرمن

۾ هڪ ئي رستو جدا اکرن ۾ ڏسيو ويو آهي. انهي لاءِ اسانجو فرض آهي ته ٻاهرين نڪتہ چيني کان اندرين معني جو ڌيان ڌريون ۽ اصلي حقيقت کي حاصل ڪريون.

تازو سر راڌا ڪرشنان جو "هارٽ آف هندستان" پڙهيم. هن مشهور فيلسوف هندو، مسلم ۽ ڪرستان ڌرم جا مکيہ اصول هڪ جهڙا ڪري ڏيکاريا آهن. جيتوڻيڪ ٻاهريون پوش پرايو سندن جدا جدا پيو ڏسڻ ۾ اچي. مٿين بيان کي ثابت ڪرڻ لاءِ، هن ٽي مثال ڏنا آهن:-

(١) مهاواڪين ۾ هڪ چوڻي تہ "تت توم اسي" يعني تون اهو آهين. (٢) يسو مسيح جو چوڻ آهي تہ "مان ۽ منهنجو پتا هڪ آهيون. (٣) قرآن ۾ آهي تہ "هو توهان ۾ آهي، تون هن کي ڇو نہ ٿو ڏسين."

سري سنتگورن ملڻ وقت کان اڳ، پنجاب، سنڌ، بمبئي ۽ مدراس ڪالن جو چڱو سير ڪيو، روهڙي واري پائي وسڻ صاحب، لاڙڪاڻي واري سوامي ڌرمداس صاحب، حيدرآباد واري سوامي ڪلاچند صاحب جن سان هنجو رستو هوندو هو. صوفين ۾ ڀچل شاهہ سکر واري، درازن واري صاحب ۽ ماستر نرملداس صاحب سان بہ حقيقت بابت ڳالهائڻ ٿيل هون. امرتسر دربار ۾ ويساکيءَ جي ميلي تي وڃڻ ٿيندو هون، جتي جدا جدا پاسن کان سڀ پرش گڏيا هوا ۽ اهڙي طرح پاڻ ۾ سڀ سنگ ڪرڻ جو موقع ملندو هون. هن مان پڙهندڙ سمجهي سگهندا تہ سڀ پرش پونور وانگر ڪئين نہ گلن مان خوشبوءِ ڪڍن ٿا ۽ سڀ وستوءَ جو جدا جدا طرفن کان ديدار ڪن ٿا ۽ هڪ ۾ هڪ ٿي وڃن ٿا.

پنجاب ۾ ڪڏهن پاسري جهنگ ۾ رهندا هوا. ڪپڙا جلدي جلدي نہ ڌوئجن ۽ اجايو وقت نقصان نہ ٿئي. انهيءَ لاءِ هڪ لمرو پهريان جو ڳچيءَ کان پيرن تائين پٽ ٿي سگهي،

ٻهريندا هوا. هڪ دفعي ڪو شخص رسوئي ڪٺي ڪين ڪاراڻ
آيو. ٻاٻل اڳيان رکي هٿ ڌاريائين، پر انهن نه ڇيائين نه هاٺي
ٻوڄن ڪريو. الهي ڪري صاحب شانت ۾ رهيا ۽ کاڻ شروع
نه ڪيائون. اينتري ۾ هن شخص کي ڪو خيال آيو ته هي نه
مسلمان آهن. الهي خيال اينڊي، هن ٻاٻل موٽائي ڪنئي. صاحبن
سمجهي ورتو ته ڳالهه ۾ ڇا آهي ۽ هڪ خيال آين ته هن شخص
کي ڇٿون ته اسين هندو آهيون. ۾ سوچ ڪيائون ته فقيري
وڳي اٿون ٻاڻ وڃائڻ لاءِ ڪين ٻاڻ ٻڌائڻ لاءِ. اهيو ويچار ڪري
شانت ڇت تي پنهنجي ڌيان ۾ لڳي ويا. ڏسو ٻلا شاهه ڪئن
تو پنهنجي حالت جو بيان ڪري:-

هر طرح ديسي دلدار پيارا رنگ رنگ دي روپ بنائڪي جي
کهون آپ ٻلاءِ رنجور هويا ارت اُرد ٻرمي دڪه پائڪي جي
جڏي آپ مون آپ ٻرگهٽ هويا لڄانند ڪــي مالهه سمائيا جي
ٻلا شاهه جو آد تا انت سوئي جاءِ نير ۾ نير سمايا جي

ملير ميلي تي جام صاحب يا سندن فرزند ايندا هوا. ٻئن
وقتن تي ٻه جي مسلمان صاحب ايندا هوا ته هڪ جاءِ تي اسان
سيڻي سان ۾ شاد ور ٿائيندا هوا. شاه جو رسالو ته ڪيترا ڏينهن
پڙهڻ ۾ ايندو هو. ڪيترا صوفي بيت ۽ ڪافيون ٻه ملير دربار
۾ ٻڌڻ ۾ اينديون هيون. جي ويدانت سدانت جا اوچا شاستر
اسان ٻالڪن کي ٻاڙهيندا هوا ته ٻين ڪاملن جي وچنن کان ٻه
واقف ڪندا هوا. حقيقي حق ۾ ثابت قدم هوا، ٻر مذهبي ٻنڌن
کان آجا هوا. سنڌ ۾ سچل سچي جو مثال. ڪنهن کان ڳجهو هوندو.
ڇا هنن جا حيرت انگيز وچن آهن.

ڪٿي وسنه وار جي ڪٿي جالب جدائي
اندر ٻاهر هڪڙو آهي صورت سيائي
ڳالهه نه سمجهڻ جهڙي جا ستگور سمجهائي
ڪافر مومن هڪڙو سچا ٻوڙ ڄ ٻهائي.

جڏهن هو ”ٻاڻ ئي ٻاڻ“ ٿا سمجهن ته پوءِ ڇو جي بناوت تي نظر ڇو ڪن؟ ڪهڙي مُهر ڇاپ لڳي پئي آهي اسان تي ته هن ڪي هن مذهب جا آهيون. اسان جو فرض آهي ته پنهنجي پنهنجي ڌرم تي رهي ۽ ٻين سان ساز ۽ سلوڪ ڪندي، الهيءَ حقيقي هستيءَ کي ڪامل ڪريون. هيڪڙائي اسان جو مقصد هجڻ کپي. اِنهيءَ تي ننڍي هوندي جي هڪ ڳالهه ياد ٿي اچيم. پنهنجن سنگتين سان گڏ سائين قطب شاه جي درگاه تي وڃڻ ٿيو. هو صاحب ايترو پنهنجي ڌيان ۾ گذاريندا هوا جو ڪنهن ٿي پٽو ٿي پيو هون. جڏهن اسان ڇرن ۾ سين ته پڇائون ته ٻيا ٿو هان جا ٿالا ڇا آهن. اسان پنهنجا هندڪا ٿالا ٻڌايا. فرمايائون ته ٻيا ”سڪمني پڙهو.“ جنهن سنڌ ۾ هتڙا فقير ۽ مهاتمائون، تنهن سنڌ ۾ ڇڪ تاڻ ڏسي دل ٿي شرمندي ٿئي. هندو مسلمانڪي ته ڇڏيو، پر هندن ۾ ٻه جدا جدا فرقن جي ٻاڻ ۾ ڇڪ تاڻ. الهيءَ لاءِ اسان سڀني کي ڪوشش ڪرڻ گهرجي ته اهيا دوئي دور ٿئي. دنيوي مال خزانن جي لالچ تي اسين اڪت حقيقي خزانو وڃايون، ڪهڙي نه دک جي ڳالهه آهي.

هڪ دفعي امرتسر ۾ مذهبي (اڇوت) سِکَه سري ستگورن کي ڏاڍو پيار ڏيکاريو. صاحبن جي نرمل دل، سو هندڪي ٻه چاليءَ سان لڳايون. اُچن سڪن کي اها ڳالهه نه وڻي، پر سڀن جو پريم ڪٿن ٿو ڏبي سگهي. جيتر اها مذهبي ٻاهه اندر ۾ ٻاريندا سين ايتر اندر جو سک ڪٿان حاصل ڪنداسين. ويدانتين لاءِ ”ست چت آنند“ ۽ صوفين لاءِ ”حق موجود“ فقط چوڻ ماتر لفظ ٿي رهندا جيستائين هنن جي اندر مان ٻيائي جي ٻاهه نه لڪتي آهي. ”جت ٻيائي آهي اتي دک آهي“ اهي شرتي جا زور وارا لفظ اسانکي وسارڻ نه کپن.

سوامي رام تيرٿ جن جي رسالي الف جي منڍ واري صفحي تي هي پوءِ لکيل آهي:-

"مذهب عشق از هر ملت جدا است
عاشقان را مذهب ۽ ملت خدا است"

معني - عشق جو ڌرم سڀني مذهبن ۽ فرقن کان جدا آهي. عاشقن جو مذهب ۽ فرقو خدا آهي.

اسان غلط فهم ماڻهن لاءِ جي خدا ۽ خلق کي جدا سمجهي جدائي ۽ بيائيءَ جي دوزخ ۾ سڙون ٿا، هيءُ حقيقي راز جاڻندڙن جا وچن دل سان لائق ڪين. هڪڙو ئي سنڌيءَ ۾ عربي ۽ فارسي اکر ٺمبي ۽ ٻيو وري ويٺو سنسڪرت اکر جاءِ بجاءِ ڪم آڻي. ڇو نه اسان روح ۽ سچل جهڙن جي ٻولي ڪريون ۽ انهيءَ باهه کان بچون ۽ هندو ۽ مسلمان ويدانت ۽ تصوف هڪ وڻ جا ٻه ڏار سمجهون. سڀڪو پلي پنهنجي پنهنجي نموني وڏي ويجهي، پر پاڙ جا سڀني جو مول آهي تنهنکي ڪهاڙو نه هڻي. هندو ۽ مسلم رسمن کي ڇڏيون ته پلي پنهنجي پنهنجي نموني ڪم ڪن. پر هڪ اکنڊ آتما يا حقيقي حق کي هر هنڌ ڏسون. ٻيءَ تي نظر نه رکون پر اڻ ٻيءَ ۾ رهندڙ ٿي.

| | |
|---|---|
| جي پسڻ چاهين پرجو | ته لڪي پاءِ نه پو |
| جئن حباب آب مان | آدم ائين ٿيو |
| فرق ٿورڙي جل جو | ڪنهن ڪو نه ڇيو |
| جنهن ڳوليو ٿي يار کي | سو وڃان پاڻ ويو |
| جنت پرتي ٽالهه پن جي | ٽٽ ٽڪي ڪٿي ٿيو |
| جي لڙت ڪيو نم جي | نه ڪنڊو ڪنهن ڪيو |
| جي اسلام ٿيو الله کان | نه ڪفر ڪنهن ڪيو |
| مڙهيءَ ۽ مسجد ۾ | روشن هڪ ڏيو |
| اچي ڪٿان ٻيو | دلپت خلل خلق ۾ (دلپت) |

انهيءَ لاءِ ضرور آهي ته سچ جا طالب هڪ ٿي سچ کي نظر ۾ رکون ۽ هڪڙائيءَ جو ڌيان دل ۾ رکون. اسان جا صاحب

شانت ويٺا هوندا هوا تہ ڪنهن وقت سندن مکارولد مان هيٺين
شرتي اُڪرندي هئي.

” پورڻمده پورڻم ادم پورڻات پورڻم اُد اُچيتي
پورڻ اسيه پورڻم آدايه پورڻم ايوا او ششيتي. “ (شرتي)

معني- جيڪي ظاهر آهي سو بہ پورڻ يا پرپورڻ آهي، جيڪي نظر کان ٻاهر آهي، سو بہ پرپورڻ آهي. پرپورڻ مان ئي پرپورڻ چيو ويو آهي. پرپورڻ مان پرپورڻ ڪڍبو تہ باقي بہ وڃي پرپورڻ رهندو.

جڏهن آتم گياني بہ ٻاهرڪي هيٺين اُتم شبدن سان حقيقي حق جي يادگيري ڏيارين ٿا ۽ اُنهن هلاءِ هلن ٿا تہ اسان کي بہ جڳائي تہ هڪ ٻئي جا حق رکون ۽ ٻاڻ مان حقارت ڪڍون. خود مطلبيءَ تہ هن دنيا ۾ هيڏو رولو آندو آهي. رڳو عقل کان ڪم وٺڻ ۽ دل کي نفي ڪرڻ اهڙو آهي جهڙو هڪ ڦيٿي سان گاڏيءَ کي هلائڻ. جيڪڏهن اسين وهنوار بہ حقيقي نظر اڳيون رکي ڪنداسين تہ وهنوار بہ سوڙو هلندو ۽ سچي رستي کان بہ نہ ٿڙنداسين. هڪ طرفي ٿيڻ کان، اسان کي ضرور آهي سڀ طرف ڏسڻ. نہ تہ انڌن جهڙو حال ٿيندوسين، جي هاٿيءَ کي سهي نہ ڪري سگهيا.

مٿي هاٿي سين ماڙو اچي پيو انڌن
منا ڙين هٿن سين اکين ڪن پسن
في الحقيقت فيل کي سچا سڃاڻن
سندي سردارن بصورت پنا ڪري. (شاھ)

سرمو سياهيءَ جو رتن کي رهاءِ
ڪالي ڪارائي جي مڙس لئي م لاءِ
اکين ۾ اُڪاءِ، لالائي لالن جي. (شاھ)

سرمو سفيديءَ جو جڏهن وڌو جن
لڏهن ڏٺي تن، اجائي عالم ۾. (شاھ)

ملڪ ۾ هڪ دفعي رات جو وقت هو، ڪاٺ پٽڻ جي ڪا
شيءِ آئي. هميشه وانگر وراهي ويئي. اهو نيم هوندو هو ته ڪو
شهواداري ان وقت نه حاضر هوندو هو ته به ان لاءِ سندس
حصو رکيو ويندو هو. پيا جي ڪو دربار کان ٻاهر ٻئي ڪنهن
ڪم ۾ هوندو هو ته انکي به اتي سندس حصو موڪليو ويندو
هو. ڪنهن شش ارداس ڪئي ته صاحبان فلاڻو ڪي فلاڻو،
انهيءَ جو قدر نٿو ڪري؛ اُلٽو توهان جي گلا ٿو ڪري. صاحبن
جواب ڏنو ته اسان پنهنجي ڌرم ۾ قائم رهون، اڳلي جي مرضي
ڪٿن ۾ سمجهي. انهيءَ تي حضرت موسيٰ جي ڳالهه ٻڌايائون.
حضرت موسيٰ ڪنهن وقت خاوند کي عرض ڪيو ته ڦبلا مونکي
حڪم ڏيو ته ساري خلقت کي اج ڪاڏو وراهيان. هنکي اهو
حڪم مليو. هن ساري خلقت کي ڪاڏو پهچايو، پر هڪ غريب
جنهن خدا تعاليٰ کي گهٽ وڌ ٿي ڳالهايو، ان کي نه ڏنو.
ڏينهن پورو ٿيو حضرت موسيٰ ساري ڏينهن جي ڪم جو
احوال خدا تعاليٰ جي اڳيان عرض رکيو. جڏهن هن غريب کي
ڪاڏي نه ڏيڻ جي ڳالهه ظاهر ٿي، ته خدا تعاليٰ فرمايس ته
حضرت موسيٰ، تو وڏي ڀُل ڪئي آهي.

اها ڳالهه ٻڌائي سري ستگورن چيو ته ”ٻچا، ايشور ڏئي
ٿو ڏسي ڪينڪي.“ جيڪڏهن هو ڏسي ته ڪيترن گنهگارن
کي هوند ڪجهه به نه ملي، اهڙي طرح سڀ پورش جيڪڏهن
ٻاڪيائي رکندا؛ وڏو ننڍو، غريب شاهوڪار، چڱو مندو،
پوڙو ٻالڪ، خوشامدڙيو گلاخور وغيره ڏسندا ته اد ويس آتما ۾
ڪيئن هدن جو رهڻ ٿيندو.

”چڱي دي نال سڀڪو گذاري ڪوڙهئي دي نال گذار ميان.“

گهڻتايون وڌايون ڏن ڳڻن ۾ آهن. آتما ڏن ڳڻن کان پري
آهي. وقت تي ستن جي اهڙي پورڙ دورشٽيءَ ڪري، دنيا

جا ماڻهو اُن لقنچڻ ۾ ڪري سگهن ٿا. ديوان ڏيارام جو مثال ڪيترن سنڌين اڳيان آهي ته ڪيئن هن سڀ پورش ٻاڻ تي ڪلڪ هموار ڪيو.

جڏهن سري سنگور رام جهوڪن مان آيا ته پوءِ ڪجهه وقت ڪراچيءَ رهڻ لڳا. ماڻهن جي گهٽيءَ ٻهه ۽ اچڻ وڃڻ ڪري سڀ وسنوءَ جي ڏيان ۾ اٽڪ پوڻ لڳا. ايشور ڪي پرارٿنا ڪيائون ”اي پريو، موکي توهين ڪپو. مان هن گوڙ مان ڇا ڇاڻان.“ سردار ڊيالسنگ جي آسٽرين زال (مس گِل) سردار جي قضيه ڪان پوءِ تڪليفن ۾ پئي هئي. هن سري سنگورن جي هيڏي وڏائي ڏسي، اچي سندن شرن ورتي ۽ ارداس ڪئي ته سنگورو منهنجي صدر واري بنگلي تي ڪرپا ڪري هلي رهو. سري مولارام صاحبن هن شريف زال جي ارداس قبول ڪئي. هن تي ماڻهن جا انبوه، جي صاحبن جي پنهان لڳل هوا، ٽڙي پکڙي ويا ۽ باقي سڀ يا اڪ پريمي وڃي رهيا جي آڌوار آڌوار تي وٽن پڇڻ پاءِ ڪندا هوا. صاحب آرام پائي ڏاڍو خوش ٿيا ۽ وري پنهنجي آتم آنند ۾ گذارڻ لڳا. لوڪ جي شاباس يا گلا سڀ پورش لاءِ هڪ ڳالهه آهي.

ٽورن سالن جي ڳالهه آهي ته اخبار ۾ ڪي ليک صاحبن جي برخلاف پيا. هڪ جهونو سڀ سنگي الهن ليکن جو جواب لکي آيو ۽ ارداس ڪيائين ته صاحبان رخصت ڏيو ته هي جواب اخبار ۾ ڇپايان. جواب ۾ فرمايائون ته ”فلاڻا، ڪير وت وڃي اخبار جي ڳالهه پولهه پڙهو. جي ڪير جواب ڏيو ته توهين به پلي اخبار ۾ جواب وجهو.“

مٿين ٻن واقعن مان پڙهندڙ سمجهي سگهندا ته سڀ پورشن لاءِ هڪ ئي آتما آهي، جنهن جي خيال ۾ رهن ٿا. هڪ ئي آتما تي ڳالهائين ٿا، هڪ ئي آتما جو پرچار ڪن ٿا، هڪ ئي -

آتما ۾ هن جو رهڻ آهي. سڀ ۾ هڪ ئي آتما ڏسن ٿا. هن لاءِ نه ڇڳو نه منو. هڪ انهي آتما ديوئي وسي ٿو، جو هو ڏسن ٿا. جنهن مها واڪيه فرمائي ٿو:-

"ايم آتما برهم"

"ڪترا هي ڪيڏه ڪايسه جو ها، ڪترا هي ڪديتي،
منهه ڪترا پي لتف لهڪتوا پرشارت سڻتہ سکم. (اشٽوڪر گيتا)
بس، زبان ۽ من لاءِ ڪٿي نه ڪٿي تڪليف آهي. هن ميهي کي ڇڏي مان پرم سکه ۾ سکي رهان ٿو.



# ڳل تيرهون

## سنگورن جي مهما.

١٩٠٧ ۾ ڪاليج ۾ پهرئين سال ۾ داخل ٿيس. سنڌي ماستر شاهه
جي رسالي ۾ پريم وڌايو هو. گهڻو اُچو خزانو اُنهي مان وقت سر
دل کي جوش ۽ راحت بخشي ٿو. سٺن سنگتين جي ڪري
ٽينيسن جو ان ميموريم ۽ ڪنگ آرٿر جون اڊلس نظر مان
ڪڍيون هيم جن جي ڪري پريم جا نقطا دل کي اوچن مٿن
جي يادگيري ڏيندا رهيا. پر اهڙي سمجهه نه هئي ته اهي اوچا
خيال ڪهڙي طرف مددگار ٿيندا. ونڪيشن ملي. هرنائيءَ وڃڻ
ٿيو. اُتي والد ڪائي سان گڏ قدرتي چشمن، ننڍين ندين ۽ ٽڪرين
جي صحبت حاصل ٿي. دل چوندي هئي ته هل هلي اڪيلائي
۾ نديءَ جي ڪناري تي ويهه. ڪٿي نه پاڻي آهستي آهستي
هليٿو. ڪٿي نه چنڊ ۽ تارا پاڻيءَ ۾ پنهنجو جهلڪو وجهي قدرتي
سونهن پيدا ڪري رهيا آهن. دل خوش ٿئي ٿي پر ڇا لاءِ؟
ڪير ٿو ڏکڻ ڏانهن سڏ ڪري چوي ته مون وٽ اچي سک وٺ.
شانت ڇوڏاري دل کي خوشي ڏئي ٿي پر سمجهه ۾ نٿي اچي
ته اُنهي مان ڇوٿو مزو اچي. شاهه ٿو يادگيري ڏياري.

”ڪڙو منجهه، ڪڙي جتن لهار لڳئو
منهن جو جيءُ جڙي سپيريان سوگهو ڪيو“

پر اهي سمرين ڪئي آهن. سک جا صاحب ڪٿي ملندا.
ڪانهه اُنهي باپ سگر ته هئي. ونڪيشن پوري ڪري ڪراچيءَ موٽيس.

ٻارن سنگتين ڳالهه ڪئي ته ملير ۾ ميلو ويجهو آهي. هو لڏ اُتي هلجي. ليڪ موقعو پاڻي ٽيئي گڏ وياسين. اُڪير هئيسين پر گهڻ پريم جي ڳالهين کان اڻواقفي هئي. دربار ۾ پهتاسين. سچا صاحب پلنگ تي براجمان هئا. واڳون واڳ پئي ڪيو. چرن ٻرسي پاسو وٺي وڃي ويٺاسين. هنن جي شانت واري پيشانيءَ جو دل تي چڱو اثر ٿيو. ڪراچيءَ موٽندي وري پئي چڪ ٿئي ته چوڻ هر هفتي ڇنڇر آرتوار اُتي گذار جي. ٽن ڏينهن ۾ صاحب گهڻو وقت شانت ۾ گذاريندا هوا. گهڻو وقت شيوا ٽهل ۾ گذاريندو هو. ۽ جڏهن دربار ۾ درشن ڏيندا هوا ته اوڏي مهل چڻ ته ڪنهن شانت جي سمنڊ ۾ ٻاٽڪي معلوم ڪندا هواسين. ٻاهرين دنيا جا خيال ويجهو ڪونه ايندا هوا. رڳو سندن ٿيجسوي پيشاني دل ۾ جاءِ وٺندي هئي. مطلب ته اهيا چڪ ٿي اسانجي دلين کي ساڻن ٻڌلدي رهي. هڪ ڀيري گاڏي گسي ويئي ته ٽنهي خيال ڪيو ته موٽڻ ڪم ڪچن جو، پنڌ ڪري هلي ملير پهچون. اٿين آهستي دل ٻڪي ٿيندي ويئي. ٻئي دفعہ رات جو يارهين بجي واري گاڏيءَ ۾ ملير وياسين. گاڏي ٻارهين بجي پهتي. اڳيان جهنگ، جو ڍ پ ٻه ٻيو ٿئي ته هنڌي مهل اڳتي ڪٿن هلون، ٻر پاڻ ۾ چيوسين ته:-

"اسين سڪون جن کي سي تا سڪن پاڻ
هاڻي وچ گمان مون سهي سڄاڻا سپرين" (شاهه)
"پڇن جي مهار ڪي، پڇي سي مهار" (شاهه)

آخر دل ٻڌي دربار ڏي قدم کڻڻ شروع ڪياسين. سامهون مٽي ٻني ڏسڻ ۾ آئي. اِنهيءَ اڳتي وڃڻ لاءِ همٿايو. اچي لوڙهي وٽ پهتاسين. جيرن ڪٿن جو خيال ٿيو، ٻر اوڏو ڪونه آيا. خيال ڪيوسين ته هنڌي مهل ڏيئي جو در ڪٿن کڙڪايون. ڪير هنڌي مهل جاڳندو هوندو جو در لاهيندو، ٻر

دل ٻڌي دل ڪڙڪايوسين. يڪدم دل لٿو ۽ سڌن چمڪي ٻماو
ڏيئي وهاريو ۽ چيائين ته وڏا صاحب جاڳن ويٺا ۽ هلي درشن
ڪريو. اندر وياسين، ستگورن جا چرن ٻرسياسين. فرمايائون ته
"ٻچا هن اندازي وات ۾ اينرو دير سان آيا آهيو. ٻرميشور
اسانکي چڱي مت ڏني جو ٻني انگلاس تي تنگائي سين ۽ ڪتا
ٻڌاياسين". ٻڌهندڙ، هي ڏيکاري ٿو ته ڪيئن ٻر ٻه ايمان ست
ٻرش پاڻ ٿا وجهن. جي هنڙي رکيا ڪندا تنهان ٻلهار جونه وڃبو.
جيڪو دل سان ڏسي ٿو آهوئي ڏسي ٿو. (ٻرماڻ)

رتنا سار نه جاڻئي، اگياني الڪ انڌار (گورونانڪ)

ڏسو روحل صاحب اهڙن ست ٻرشن جي وڏائي ڪئن ٿو ڪري.

"اگم ٻنٿ ڪي مهما ٻاري ڪهون نه آتري ٻريم خماري
(١) گيان نه ڌيان جوڳ نه سادن سمجهڻ ڪي مت جيتڙ هاري
ساکي نه شبد اوم نه سوهم ٻيدڪتيب سڪل سون هي نياري
(٢) هند ولاتر ڪجوڳي نه سنياسي وهت اڏول نهين ٻيک ڌاري
سوار سوئي جو سنمک جهونجهي ٻيت ٻرم ڪي گهمر بياري
(٣) ان من ٻرش مليا گهٽ مانهين جاسون ٻريت لڳي اٽ ٻاري
انترياميء انتر ڪوجا من ڪي ممتا سهج سون ماري
(٤) جهان ڪڇ ناهين تهان ڪڇ ٻاتو ستگور صاحب تان ٻلهاري
روحل رٿن گئي دن ٻايا ارس ٻرس سائون مليو هي مراري."

هن وقت به هن جو آسرو اسان ٻالڪن لاءِ وڏو اڇهو آهي.
جئن سچل عمر ماروئي ۾ چيو آهي:-

"ڪيتي هيس وار مارن گڏ مليو ۾
درد نه هوڪو دل کي مٺن هيس مختار
وي ابائن آر عمر ڪنديس ڪنهن سان".

ٻريم سان گڏ وشواس جي به درڪار آهي. ٻر اڳي ٻوءِ
ستگورن جي مهما ٻريم ۽ صدق ٻئي ٻخشي ٿي (ٻرماڻ گلاب چن مان)

ڏين ڪو ديال گُرو | هوت هي ڪرپال جب
نام ڪو آڌار شش | ڏيت هي ٻُلاءِ ڪي
ٻان ڪي سمان گُرو | جڳت ۾ پرڪاش اُر
شش ڪو سروپ ٻوڌ | ڪرت هي جڳاءِ ڪي
ٻريت ڪي سُريت شش | آپهي سڪاءِ گُر
ڪرت هي نهال ڦير | درشت ۾ لهجاءِ ڪي
ڪهي هي گلابداس | لج آنند پئي جاس
هر رنگ ٻوڄ ڪري | سنڪا ڪو اُٺائڪي."

جئن باغ ۾ گلن جي هٻڪار دماغ کي خوش ڪري ٿي، تيئن سنت ٻرشن جو حضور ۾ صادقن جي دل ۾ اُمنگ اُٿاري ٿو. ٻريم ۽ وشواس جڏهن ڏليون هڪ ڪيون ته صادق کي اگهتي سنت وسنتوه جي ٻائرن ۾ کهڙي تڪليف آڏو ايندي؟ من ۾ جو مل ۽ وڪشيپ جا دوش آهن تن کي سنگورن جو پيار اُڏائي ٿو ڇڏي. اهڙي نرمل چت ۾ آتما جو عڪس ضرور ظاهر ٿيندو. ڪو چوندو ته سنت سنگ ۾ پرالبڌ جي آڌار آهي. "ليک نه مٽئي هي سکي جو لکيا ڪرتار". پرابر پرالبڌ وهنوار ۾ هلائي ٿي؛ پر سنت سنگ ۾ پرشارت جي گهرج آهي. جيتوڻيڪ پرالبڌ وهنوار سڌ ڪري ٿي پر تڏهن به گرن جي مهر ڏک سک ۾ مددگار ٿئي ٿي. سورج پرڪاش ۾ هئن آيل آهي ته هڪ دفعه منڊلي جو راجا گرو ارجن جي دربار ۾ آيو. "ليک نه مٽئي هي سکي جو لکيا ڪرتار" اهيو شبد ڪن تي پيس. گرن کي اوداس ڪمائين ته پريو جي ليک ٿئو مٽي سگهي ته سنتن وٽ اچڻ جو پريوجن ڪهڙو؟ گرن جواب ڏنس ته انجو جواب تون اڪمن سان ڏسندين. رات جو سپني ۾ ڏسي ته مان چنڊال ٿيو آهيان. آخر اهڙي حالي رهي سرير ڇڏيو الم ۽ مولڪي پوديو الٿون. جاڳ ٿيس. فڪر ٿيس ته هي ڇا؟ ٻئي ڏينهن گرن سان ڪڏ شڪار تي

لڪتو. ٻاڻ ڪجهہ اڳتي ڪري ويو. چنڊالن اچي ورايس تہ
تون اسانجو عزيز، ٽوڪي ڪيئن ڇڏينداسين. اينري ۾ ستگور اچي
رسيا ۽ قبر کولائي چنڊالن کي خاطري ڏيارايائون تہ توهانجو
عزيز قبر ۾ پوريو پيو آهي. هن جي پيڇر ڇڏيو. راجا کي پنهنجي
منهن وٽي سمجهايائون تہ سڀڻ ٽوڪي هنڙي ساري حياتي ڪاٽڻي
هئي. ٻر گرن جي شرن ۾ اچڻ ڪري تو اهيا حياتي سپني ۾
ڪاٽي ڇڏي يعني تہ ستگور سوريءَ مان ڪنڊو ڪيو. اهيا
حقيقت جي ڳالهہ اسانکي دل سان هنڊائڻ کپي تہ ستگور تہ
فقط پرماورت سڌ ٿا ڪن، پر وهنوار ۾ بہ ٻالڪن کي کوسي واءِ
ڪان بچاءِ ڏين ٿا. اهڙا آزمودا اسان ٻالڪن کي گهڻا آهن. ڪي
چولدا تہ اهيا تہ ٻاسخالري آهي. پر ائين نہ آهي، پنهنجو صدق
ست پرشن مان مدد جهڪي ٿو وٺي. جڻن سعي ڇو مو ڏي
جهڪجي ٿي وڃي.

ستگورن جا لڇڻ پرهم ويتاپڻو ۽ پرهم نشيٺو شاسترن ۾ ڇيا
ويا آهن يعني جو پرهم کي ڄاڻي ۽ پرهم کي سمجهائي سگهي، پرهم
۾ جنهنجي اهڙي نشٺا هجي جو پرهم ڪالسواءِ ٻيو ڪجهہ بہ نہ ڄاڻي.
هي ڳالهيون سمجهڻ ڏاڍيون ڏکيون آهن پر جي شش ڏيرج
وارو ٿي گرن جي سيوا ۾ رهندو تہ اهي سڀ لڇڻ گرن ۾ ڏسندو.

سنہ ١٩٠٠ ڌاري صاحب جڏهن پنجاب مان سنڌ ڏي موٽيا
تہ خيال آين تہ سکر نہ ٿرسجي، پر سڌو يعني ڪراچيءَ طرف
وڃجي. پوءِ پين تہ الهيءَ ڪري يعني سکر لهڻ ڪري شايد
ڪو ڪرڪسو ٿئي. روهڙيءَ سٽيشن تي ٻاڻي وسڻ جا ماڻهو اچي
بيٺا تہ ضرور لهو. گهڻي زور آڻڻ تي قبول ڪيائون. رات ٻاڻ ۾
گفتگو هلين. صبح جو پوڙي اچي ٻهاريائون تہ سير ڪرڻ هلو.
سير ڪندي پوڙي آئي سکر جي ڪناري تي ٻهاريائون. صاحب
لاءِ پلنگ وڇايائون ۽ سنگت ٻاهران لاءِ ۾ لڳي ويئي. هڪ نوجوان

دکي استريءَ جي ڪن تي آواز پهتو ته سري موليرام آيا آهن، سو اُن لوڪ لاڄ جي پرواهه نه ڪري اڃي ڪليءَ دروازي ۾ سندن شرڻ ورتي ۽ ڇهو ته پنهنجو دک ڪاٽيو. ماڻهن ۾ چوٻولو هليو. پر سڀ ۾ آتما واري پرکي رکڻ واري ستگوروءَ هن دين عورت جو پلو ڪيو ۽ سڀ اُپديش ڪري ڪرتارٿ ڪيو. هن مان ڏسبو ته سنسار جي پلي ۽ بُري کي نه ڏيئي هڪ اکنڊ آتما واري ورتي سان هن دکي استريءَ جو پلو ڪيائون ۽ نام جو دان بخشيائونس.
(پرماڻ)

" اهڙي ڪرم ڪري سامي بنا ستگورو
پڳت جوڳ وئراڳ جا ڏٺي ڀنڊار ڀري
اليئي جوت اندر ۾ ستهه سد بري
پلڪ نه ٽڪي پري، رمنا رام اکين ڪون " (سوامي)

هڪ دفع ڪنهن شريف ٽلاءِ مان ٽئي بار جي لاش ليڻ جي ڳالهه ڪيئي. فرمايائون ته ڀلا، انهيءَ ڳالهه ڪرڻ مان ڪهڙو فائدو. سڀ سنگين تي وڏو بار آهي ته نه فقط پاڻ سوڍي رهيا آهن، پر ٻرائي پچار ڪان به پري رهن. پوتر درشٽي رکن ۽ اهڙيءَ طرح دنيا ۾ وچرن جو پنهنجا پلو نه پسائين. (پرماڻ)

" ايشواسيم ادم سروديت ڪنچ جگتيان جگت
تين تيڪتين ڀنجيٿا ماگرڌهه ڪسيسا ودڌنم." (ايشواسيهه اپنشد)

معني- هن بدل صدل واريءَ دنيا ۾ جيڪا به قوليتز صورت واري خلقت ڏسڻ ٿو سا ايشور سان وياپل آهي. جڏهن ڏنل تان من ڪٽندين تڏهن وياپڪ سڀ وستو حاصل ڪندين. ٻئي جي ڌن جي لچا نه ڪر.

هي اعليٰ اُصول اسان سڀني جي اڳيان آرسيءَ مثل آهي. جيڪڏهن سڀ ۾ جوتي پرش جو هڻڻ الڳڪار ڪنداسون ته پرماتما پاڻڻ ڪهڙي ڏکي ڳالهه ٿيندي.

ستگور لاءِ پيار، ايشوري پيار ۾ ڏاڪو آهي. خالق لاءِ پيار معني سندس خلق لاءِ به پيار.　　(پرماڻ)

"بن گر پريت نه اُپجئي　هو مَن ميل نه جاءِ." (گرونانڪ)

"گُرو ۽ گوبند صورت ساڳي　واھ اِنهي ۾ رهندين
رنگ ريٽي ٻي رنگ تي سچا　ناھ اِنهيءَ ۾ ٿهندين." (سچل)

ميلي ٿي سندن اڳيان آرتي پئي ٿي. ڪنهن شنڪا اُٿاري ته ستن اڳيان آرتي ڇو ٿيڻ کپي؟ مون موقع پائي وٽن اوداس ڪئي. فرمايائون ته ٻچا، اسان اوڏي مهل نرگڻ جي ڌيان ۾ رهون ٿا، جنهن جي آرتي ڪريو ٿا نڪي ملي ٿي. ست شاسترن قبول ڪيو آهي ته:-

"برهم داڪم گيانتا آتمانم امرتسيه ايشيا سيتوُ."

اهڙي آتما کي ڄاڻ. هو پرماتما ڏي وڃڻ لاءِ پُل آهي.

"تلسي ڪنول نه جل جسي　روشش بسي آڪاش
جو جاڪي من ۾ بسي　سو تاهيڪي پاس." (تلسيداس)

ست پرش ماس چولي ۾ ڏسڻ ماتر رهن ٿا، پر هنن جو واسو هر هنڌ آهي.



# گل چوڏهون

"تت توم اَسي" (مها واڪيه)

معني- "سو تون آهين."

هي ويدانت جو مها واڪيه ڇاندوگيه اُپنشد مان آهي. جڏهن اُدالڪ رشيءَ ڏٺو ته سندس پٽ سويتڪيتو اڃا پاڻيهي پڙهڻ جو چاهه نه ٿو ڏيکاري تڏهن هڪ وقت چيائينس ته "پيارا، اسانجي ڪُل ۾ ڪوئي به اهڙو ڪونه ٿيو آهي جو برهم وديا کان اَڄاڻ هجي. پورو گرو ڪري اها وديا وٺي اچ، ۽ ڪُل جو منهن مٺو ڪر". سويتڪيتوءَ جي عمر ان وقت ٻارهن ورهيه هئي. هو آگيا وٺي وديا وٺڻ ويو ۽ اها پائي چوويهن ورهين جي عمر ۾ واپس پتا وٽ موٽيو. جنهن نه وديا ڪري ايمان پيدا ٿيس، تنهن ڪري پتا کي نمسڪار ڪونه ڪيائين ۽ ري نمرتا جي گهر ۾ رهڻ لڳو. اُدالڪ رشيءَ پٽ ۾ ايمان ڏسي چاهيو ته کيس اڄاڻائيءَ کان واقف ڪريان ته من سندس اهو ايمان لهي.

پٽ ڏي نهاري چيائين ته "بچا! اهڙي ڪهڙي وستو آهي جنهنجي ٻڌڻ ڪري اڻ ٻڌل وستو به ٻڌي وڃي ٿي؛ جنهن جي ويچار ڪرڻ ڪري اڻ ويچاريل جو ويچار ڪري سگهجي ٿو ۽ جنهن جي ڄاڻڻ ڪري اڻ ڄاتل شين جي به ڄاڻ لڳي ٿي؟"

سويتڪيتو انهن سوالن جو جواب نه ڏيئي سگهيو ۽ لڄي

ٿيو. اهنڪار جو ناس ٿيس. هيٺائين وٺي ٿرمالنا سان ٻيءَ ڪي عرض ڪيائين ته ڪرپا ڪري توهين سمجهايو ڇو جو مان گروءَ وٽان اهڙي ڳالهه ڪانه ڄاڻي سگهيو آهيان.

هن ڳالهه مان ثابت ٿيو ته جيترو انتهڪرڻ صاف ۽ نرمل نه آهي ۽ جگياسو پوريءَ طرح پنهنجن ستگرن جي شرن نه ورتي آهي، تيترو هيءَ آتم سکيا حاصل ڪرڻ ڏاڍي ڏکي آهي. هن وديا ۾ پڙهڻ، ڪڙهڻ ۽ ٻرڻ کپي. ڏسڻ ۾ ٿو اچي ته هن زماني ۾ سيڪو ٿو پڇي يڪدم آتم گرنٿن جي پڙهڻ لئي. اهو خيال ڪونه ٿو ڪري ته پرمارٿ لئي هلڻ ۾ ڏاڪا آهن. پهريائين پنهنجي رهڻي ڪهڻي سڌار جي ۽ ننڍا ۽ سولا شاستر پڙهجن ته وڏن شاسترن پڙهڻ جو لائق ٿجي. منهنجو هڪ دوست ڊاڪٽر چوڻ لڳو ته مان گيتا جي پوري ڪندڙ آهيان. پر هن جي هلت مان معلوم پئي ٿيو ته خودي اڃان گهڻي هيس. جنهن اڃان خودي نه ماري آهي سو گيتا ڪيئن سمجهندو. پئي سڀئي شاگرد ڪي اپنشدن مان چوڏهن ڏين پڙهڻ لاءِ ڏنم. ڪلاڪ ٻن ۾ پڙهي پورا ڪيائين. ڇا ان وقت ۾ هن مان لاڀ ورتو هوندائين سو سياڻو سمجهي سگهي ٿو. هنن اوچن شاسترن کي ڌيرج سان پڙهڻ کپي ۽ آتم اصول دل سان هنڊائڻ کپن ۽ جڏهن پنهنجي ورتي سو ڪم ٿيندي تڏهن ٻوڙها ويچار ڪري سگهبا. ڄاڻو ستگروءَ جي بلڪل گهڻي گهرج آهي ۽ جڏهن ستگر ۾ وساهه، ايمان ۽ پريم، وشين ۾ نرآسڪتا رکندا سين تڏهن پورو لاڀ پائيندا سين. گهڻن ننڍ ۽ پين ساڌن جي به ڏاڍي گهرج آهي.

سري مولارام صاحب جن جڏهن دوارڪا جو سير ٿي ڪيو، تڏهن هڪ ڪمرو پڻئي گڏين، جنهن هڪ سواءِ اڪرن جو شبد ڪمائڻ لاءِ ڏنن. سڪر موٽي پنهنجيءَ ڪوٺيءَ ۾ پنهنجي مٽي جي چوڌاري اهڙيءَ طرح ڇڻن پاسن کان چار ڏيئا ٻرائون

جو جي اپياس وقت جهونو اچي ته ڏندن لڳڻ ڪري وري
هوشيار ورڻي ٿئي. ڪاٺ و ساڏ و رڳو دال ڦلڪو هڪ دفع ڏينهن
۾ کائڻ لڳا. بت سائو ٿيڻ لڳن جو خوراڪ گهٽ هئڻ ۽ لند
نالي ماٺر. وشواس سان اپياس ۾ ته ويٺا، ٻه ۱۰۸ اکرن واري
شبد جو ڪيئن ويچار يا ڌيان فائدي وارو ٿيندو. ٻه مهمشور کي
سندن هيڏي تڪليف ڏسي قياس آيو. سري ديوارم وٽن آيا
۽ چيائون ته ”مولا، احوال ڪر، هيتري ڪشالي هوندي ڇا هٿ
حاصل ٿيو ائيئي.“ صاحب ڪڇن نه. آخر سوامي ديوارم جن
ٻڌاين ته سچي اپياس مان ضرور ڦل جلد ملڻ کپي.

پڙهندڙو، گهڻا اسان مان سنگرن جو هٿ وٺي سچو ٻور هيو
خيال ۽ ڌيرج سان ٿا ڪريون؟ سوامي ديوارم هيئين ڳالهه
صاحبن کي ٻڌائي. ”ٻه سنگتي هئا. هڪ شاهوڪار جو ٻار ٻيو
غريب جو ٻار. گڏ شڪول ۾ ايندا ويندا هئا. هڪ ڀيري
شاهوڪار جي ٻار کي ماٽس سڏ ڪري چيو ته کير ٽي ٻوء راند
ڪرڻ وڃ. غريب جي ٻار کير جو اکو ٻڌو، ۽ پنهنجي ماء کي
چيائين ته امان کير ڏي. سو ماٽس اٽي ۾ پاڻي گڏي مٿان اڇو
پاڻي ڪيڏي تنهن ۾ پتاشو گڏي ڏنس. ٻار سمجهيو ته هي کير
آهي. هڪ ڏينهن شاهوڪار ٻار جي ماء هن غريب ٻار کي گهرائي
کير پياريو. ٻار موٽي اچي ماء کي چيو ته ”امان، جيڪو کير
مونکي پياريندي آهين سو ته سچو کير نه آهي.“ صاحبن اها
ڳالهه ٻڌي، سري ديوارم جن سان پنجاب ويا ۽ وٽائن سکيا
ورتي. ٻوء وڃي اڪال ڳڙهه جي قلعي ۾ اپياس ۾ رهيا. جي
ڪڏهن ڪاٺ و ملڻ ٿي ته واه ڀلا ته خير. ڪنهن به آسري ڪانسواء
بک، اڃ، گرمي سردي، سهاري پنهنجي مقصد حاصل ڪرڻ ۾
جوش سان لڳي ويا. جي اسين سچي ويدانت جي اصولن تي
هلندا سين ته، ٻه پڙهندا سين ته خير ڪو ڪلياڻ ٿيندو سين. دوجل

فقير طالب لاءِ هيٺين ريت هدايت ڪئي آهي.

اُو ليکائيون لوڙ جون عاشقن آهن
هڪڙو وهن واٽن تي ٻيو ڪاڻ نہ ڪائين
ٽيون سر سيڪنهن اڳتون ٿا لڙيون لوائين
چوٿون ٻڌي ڪنهن سان هو وري نہ ورائين
پنجون ٻهه ٻرين سان ٿا ٻڪو ٻڌائين
ڇهون ڇنن ڪينڪي اهو ناتو نباهين
ستين سڪ سڄڻ جي ٿا لنو لنو لڪائين
اٺين ڳالهہ عجيب جي ٿا ويندي ورائين
نائين لنب ليٽڻ ڪي ٿا جوڏئون جاڳائين
ڏهين سيبائين روحل دوساڻي دربار ۾. (روحل)

مٿيون روحل صاحب جو بيت انهيءَ لاءِ ڏنو ويو آهي تہ جاڻجي تہ پرماتما جو پاڻ ڪا واند نہ آهي. جي پنهنجو سدارو چاهيون تہ سچي پچي ڪوشش ڪريون ۽ آرام طلبيءَ ۽ اجائي ڳالهائڻ کان پاڻ کي روڪيون. ڪنهن شرير چيو تہ اسين هلون ڪنول وانگر. سڄڻ جي هلو نہ هوند چٽوئي ڪين.

”مُٺ پيرپائي پلي“ (شاھ)

اسان جگياسن لئي فرض آهي تہ پاڻ کي ڏسندا رهون تہ ڪا وک اڳتي وڌون ٿا ڪين رڳو ٿالي ۾ نهال آهيون.

جگياسوءَ جي ساڌن جو بيان ڪري اڳتي مٿين مهاواڪ جي سمجهاڻي جا اُدالڪ رشيءَ ڏني آهي سا ڏيان ڏيو. انهيءَ لاءِ نہ پڙهندڙ اها ڌيان سان پڙهي ۽ اُنتي ويچار ڪري.

اُدالڪ رشيءَ پٽ کي هيٺينءَ ريت چيو تہ:-

”جيئن مٽيءَ جي پنوڙي جاڻڻ سان دلن وغيره جي جاڻ لڳي ٿي، جيئن سون جي جاڻڻ سان ڪنگڻ ۽ ڪنڊلن وغيره جي جاڻ لڳي ٿي، ٿهڙيءَ طرح سڀ وستوءَ جي جاڻڻ سان مڌهاڻس

اُپايل قدرت جي ڄاڻ ٿئي ٿي. هن سنسار جي پيدا ٿيڻ کان
اڳ سڀ وستو هئي. برهم جي سنڪلپ ڪري هن مان تي
تت تيج جل، ۽ اُن پيدا ٿيا ۽ انهن ٽن مان ساري سرشٽي پيدا
ٿي. ٿهڙيءَ طرح انهنجو آتما ساکي چيتن سرشٽيءَ کان اڳ ۾
سڀ هو. تون ٻاڻ سرشٽي رچي اُن ۾ ايمان ڪري جيو روپ
ٿي رکي ٿين ٿو. سکوپت ۾ اهو تنهنجو پورو نورت ٿئي ٿو ۽
تون سڀ ۾ پيدا ٿين ٿو. ٻن الهيءَ ڳالهه کان اڄاڻو رهين ٿو."

اهو ٻڌي سوينڪيتو عرض ڪيو ته پتا، سکوپت ۾ برهم سان
ايڪ ٿي ٻه، پنهنجي سروپ جي ڄاڻ ڇو نه ٿي رهي. تنهن تي
اُدالڪ رشيءَ هيٺيون جواب ڏنو.

جواب - "جيئن ماکي جا گهڻن گلن جي رس مان ٺهيل آهي،
پنهنجي گلن کي ڇڏڻ بعد ٻڌيءَ جي نه هئڻ ڪري
اهو ٿي ڄاڻي سگهي ته مان ڪهڙن گلن مان آيس،
تيئن سکوپت ۾ ٻڌيءَ جي لئي ٿيڻ ڪري جيو کي
پنهنجي سروپ جي خبر نه ٿي رهي."

تنهن تي شويتڪيتو شنڪا ٿو ڪري ته "جي سمهڻ
مهل جيو غافل آهي ته اُٿڻ مهل نه هوشيار آهي. پوءِ ته
ڇو نه ٿي خبر رهيس."

سوينڪيتوءَ جي هيءَ شنڪا جيتوڻيڪ حقيقت جي
برخلاف آهي يعني سمهڻ وقت جاڳرت سوپن پوءِ سکوپت ٿين
ٿا، تيئن اُٿڻ مهل اول سکوپت پوءِ سوپن پوءِ جاڳرت ٿئي ٿو.
پر تڏهن به اُدالڪ رشيءَ هيٺينءَ ريت جواب ڏنو.

جواب - "جيئن گرميءَ ڪري پاڻي مٽي ڪجهي ٻاڦ ٿي پوءِ
بادل بڻجي ٿو ۽ بادل وسي نديون نالا ٿين ٿا ۽ پاڻي
ندين مان وهي اچي سمنڊ ۾ پوي ٿو ۽ سمنڊ سان هڪ
ٿي وڃي ٿو ۽ اها خبر نه ٿي رهيس ته مان ڪٿان ته

سمنڊ مان، ۽ پوان به سمنڊ ۾ ئوءِ تهن جو برهم مان
جاڳرت اوستا ۾ ٻاهر اڪري ڪرم ڪري ٿو ۽ پنهنجي
آد ۾ ملي وڃي ٿو. جيئن سمنڊ ۾ پورڻ آهي تيئن ٿون
بس آهن.“

الهيءَ پڇڻ سان سوپنڪيتوءَ کي شنڪا ٿي ته سکوپت ۾
جو سڀ ۾ ملي وڃي ٿو ۽ جاڳڻ مهل وري سڀ مان ٻاهر اڪري
ٿو. انهن ته نه آهي ته وري نوان نوان جيو پيدا ٿين ٿا ۽
ناس ٿين ٿا؟ تنهن تي پڻس هيٺيون جواب ڏنو.

جواب- سکوپت ۾ جيو جو ناس نه ٿو ٿئي پر اوستا بدلجي ٿي.
پٽ کي چيائين ته ”کهاڙو ڪٽي اچ.“ هن ائين ڪيو.
چيائينس ته ڪهڙي ٿاري ڪپ. هن ائين ڪيو.
پڇيائينس ته ڪپيل ٿاريءَ جو جيو ڪيڏانهن ويو ۽ جواب
ڏنائين ته باقي رهيل وڻ ۾. تيئن سڀني ٿارين جي
ڪپجڻ تي سندن جيو ٿڙ ۾ ويو جو وري جڏهن ٿڙ
مان ٿاريون نڪرنديون ته انهن ۾ وري جيو ايندو.
ٿاريون جاڳرت ۽ سوپن آهن ۽ ٿڙ سکوپت وانگر آهي.
جيو آتما سڀ آهي پر اوستائون مٽيا آهن. لوڙي سچي
آهي پر نانگ جي منجهس جا ڀلي ٿئي ٿي سا مٽيا آهي.
سوپنڪيتوءَ کي شنڪا ٿي ٿي.

شنڪا- جاڳرت ۽ سوپن ۾ ڪجهه نه ڪجهه ڏسڻ ۾ اچي ٿو.
تنهن ڪري اسٿول آهن. سکوپت ۾ ڪجهه نه آهي
يعني سوڪم آهي. سنسار جو اسٿول آهي سو سوڪم
برهم مان ڪيئن پيدا ٿيندو.

جواب- سوڪم ٻج ۾ سارو وڻ آهي. الهيءَ سوڪم انگور مان
پوکڻ بعد سارو وڻ پيدا ٿئي ٿو. تهڙيءَ طرح سوڪم آتما
مان اسٿول سرشٽي پيدا ٿئي ٿي.

اهو انگيڪار ڪري ٻه سوئيتڪيتو عرض ٿو ڪري ته پتا!
برهم ساري سنسار جو ڪارڻ قبول ڪريان؛ پر پرڀو ڙن
هولدي به ڏسڻ ۾ ڇو نه ٿو اچي.

جواب - "ٻچا، ڪنهن برتڻ ۾ پاڻي ڪڻي اچ. هن ۾ لوڻ وجهه.
جڏهن لوڻ ڳري ويو ته پڇائين ته لوڻ ڏيکار. جواب
ڏنائين ته "لوڻ پاڻيءَ ۾ گم ٿي ويو ۽ پاڻي روپ ٿي
ويو. اکين سان ڏٺو نه ٿو وڃي." تنهن تي پٽس چيس
ته چکي ڏس. چکائين ته خبر پيس ته پاڻيءَ ۾ آهي.
تنهن تي پٽس چيس ته "جيتوڻيڪ اکين سان ڏٺو نه ٿو
وڃي پر زبان سان ڄاتو وڃي ٿو. اهڙيءَ طرح جيتوڻيڪ
جيو سڪوپت ۾ پرماتما ۾ هڪ ٿي وڃي ٿو پر گرن جي
سکيا ساڻ شش انڀو ڪري سگهي ٿو." شش نرمل
چت ٿي. ودّيا ڪٽڻ جو اڌڪار ٿي. ودّيا وٺي انڀو
ڪرڻ ۾ ڪوشش وٺي. پوءِ هو ائين آتما کي ڄاڻندو
جڻ ته حاضران حاضر آهي.

آهي سوکم، آهي اسٿول لکي نه جاءِ نانڪ ليلا
آتم رام، رام هي آتم پائيٽي شبد ٻيچاره (گرانٿ صاحب)

اهڙيءَ طرح سري ستگرن سري دتورام صاحبن ڪان دان
وٺي وڃي ايشور آسري پنجاب ۾ ساڌ وڳڙه جي پرسان ايڪانت
۾ ابياس ۾ رهي آتما جو انڀو ڪيو. وري گهڻو وقت سانت ۾
سنڌ ۾ يعني رام جهروڪن، نوشهره، ماهر ۾ وقت گذاريائون.
چت ۾ آين ته پنهنجو ڪلياڻ ڪيوسين پر جيترو ٿي سگهي
ليترو ٻين جو ڪلياڻ به ڪريون. هڪ دفعي اصر جو وقت هو.
پنهنجي مکي شش سان ڳالهائڻ هلين پيا. مان وڃي اٿي لڪتس،
چيائون، ٻچا ڏون پلي ويهه. هنکي فرمايائون ته "پڻي جو آڌار
وٺي جو رهي ٿو سو پاڻ کي ڄاڻي ڪين سگهندو ته مان ڪهڙيءَ

اوستا ۾ قائم آهيان. هڪڙي ايشور آسري کنهن ٻاسمريءَ جاءِ
تي وڃي ويهجي ته ڪا آزمودي مان ايشور جي هستي ۽ اُن تي
ڀاروسي جو وشواس ٿئي ٿو. ٻيو ته جيتر ست پُرش شش جي ڪلياڻ
ڪاري ٿيڻ جي طاقت نه ٿو رکي، تيتر هنکي دان ونڻ شش
کان نه جڳائي. ”گهڻا هن زماني جا ست پُرش اهڙو آدرش
رکي سگهندا؟“

ملير ۾ وهڻ کان پوءِ شش کي ست شاسترن جي پاڙهڻ
جو ڪم پاڻ تي هموار ڪيائون. انهن کي سار اُڪتاولي، پوءِ
ويراڳ شتڪ، ويچار چندروديه ۽ ويچار ساگر پاڙهيندا هئا. اهي
سڀئي شاستر هنديءَ ۾ هئا. جن وڌيڪ اڳتي قدم کنيو تنکي
اپياس ڏيئي پوءِ گيتا، وسشٽ جو ويچار ڪرائيندا هئا. پر اهو
نيم هولڊو هون ته ٿورن کي هڪ وقت سکيا ڏجي، سندن
واڌاري جي مدنظر تي. ڪجهه وقت کان پوءِ سورج نارايڻ جا
اُڙدو ڪتاب، ويدانت مت تي آشرم ۾ کنهن سيڻ آندا. اُهي
ستگرن کي ڏاڍا وڻيا جو سندن پولي سولي ۽ مزو ڏيندڙ هئي.
اُهي به شش کي لياقت آهر سمجهائيندا رهيا؛ مثلا: اُڙدو
ويچار ساگر، پنچدشي ۽ اُپنشد. بعضي وري هيئون نمونو اختيار
ڪندا هوا.

گيتائون پنجن يا ڇهن نمونن جون سندن اڳيان پڙهيون
هيون ته پڌي، وري پنهنجي انڀوءَ منجهان سچي سکيا سمجهائيندا
هوا. مان جڏهن هن ٻاسي آيس ته فرمايائون ته ”ٻچا! تو هم سوتر
ڪنهن ڄاڻوءَ وٽان پڙهو جو انهيءَ ٻاسي سنسڪرت جو واقف
گهڻو آهي.“

مون سندن حڪم انگيڪار ڪري پوهم سوتر ۽ اُپنشد
سنسڪرت ۽ انگريزيءَ ۾ پڙهڻ ۽ سمجهڻ جو نيم رکيو. انهيءَ
ڪري ڄاڻ نه وڌي. ستگرن جي سکيا مدد گار ٿي، جو اُنهن

جي مدد سان گهڻن لوڻ شاستون پڙهڻ ۾ تڪليف ڪانه ٿي.
جڏهن موقعو پائي وڻن وڃڻ ٿيندو هو ته الهيءَ اَلم وارتا ۾ وقت
سڦلو ٿيندو هو. صوفي ۽ سنڌي ڪلام گهڻي قدر گوين کان ٻڌل
هُئن ۽ سي ٻه موقع پائي سمجهائيندا هئا. جيڪو ٻه سنت فقير
ايندو هون ته گيان گوشٽ ۾ چڱو وقت گذاريندو هون. هڪ دفعي
ٻڌي ڪنهن سنت پرش جي پريمين چيو ته ڪرپاندان عاشقن جون
ٻه نشانيون روحل صاحب جون چيل آهن. عاشق پهلا، توهان
جي شڪل سني ۽ روشنيءَ ڀري. عاشقن کي ملي ته ڪائين.
توهان وٽ ته سنئون سڏو پنڌارو آهي. عاشق وانءُ ٿي وهن.
توهان وٽ سنيون سڏيون جايون ۽ مڪان آهن. توهين پاڻکي
چا ۾ شمار ڪندا. جواب ڏنائون ته ”ٻچا، جڏهين عاشق ۽ طالب
هواسين تڏهن ته اسان جو حال ٻه اهڙو هو، پر جيڪي توهين
هينئر ڏسي رهيا آهيو سو انهن جو درجو آهي جن سڀ وستو
حاصل ڪيو آهي ۽ پاڻ گهوٽ ٿيا آهن.“ ويدانت ۾ ان کي چون
آتما انيڀي يا جيون مڪت. انهن جي سمجهه اوچي آهي ۽ تن
گهڻن کان مٿي آهي. اهڙن کي گهٽي مايا پنهنجي وس نه ٿي ڪري
سگهي. اهڙن سچن پرشن جي صحبت ڪرڻ مان سنڌن اصلي خبر
پوي ٿي. ٻي دردين کي ڪهڙي خبر. طالب جي رهڻي ڪهڻي
هڪڙي ته سالڪ جي ٻي ٿئي ٿي.

ٽوڪ ڪر ٽوڪ کي — وڃڻ ڪنان وڄ
آهن اهي اهڃ — سڻي سڃاڻج لوون (شاه)

جن وڃايو وجود — سي فاني ٿيا في الله ۾
نه تن قيام نه قصدو — نکي ڪن سجود
جملا انهن ٿيا نابود — ٿيلا انهن رسما بود کي (شاه لطيف)

پاڻڻي پسي پاڻکي — پاڻهين محبوب
پاڻهين خلقي خوب — پاڻهين طالب تنجو. (شاه)

اهڙن آلم پرشن لاءِ شرلي چوي ٿي تہ اهڙا وشي گمان پر ٽرپهہ آهن. سندن من ويڙ پريمہ کان پري آهي. هنن آلما کي سيٽي پر ۽ سيٽي طرفن کان جاڳي ڌيرج وارو ۽ شانتہ وارو چمہ کيو آهي ۽ اهڙيءَ طرح هنن جي جيوت جو گذر ٿئي ٿو. سو سڄڻ! باهرين‌ءِ هلت مان هروپرو ڪنهن کي ڪيئن جاچي سگهبو. ٻين کي ڏسڻ کان پاڻ‌کي ڏسڻ فائديمند آهي. آنهيءَ کي حق آهي چوڻ جو "مان سو آهيان" جنهن "مان" ۽ "تون" جو ڀيد وڃايو آهي. جڏهين ٿيو هڪ اکنڊ آلما تہ مايا روپي پڙدو ڪنهن ٿي چڙهي ۽ ڪنهن کي ڍڪي.

ويدانت جي ايڊ برهم وديا لڌهين پنهنجو چمتڪار ڏيکاريندي جڏهين ششِ گرمکہ ٿي گروءَ جو ڏانل سرمو اکين پر پائي. "الکن مانهن تونکن" ڏسندو. لڌهين سندس بہ وڙهيو تاب پوندو.

گرگيان الکن ڪاٽيو پرم سڱلا اور نہ ديسي ايڪ بنا. (گرلت صاحب)
قـل ڪـارڻ قولي بـن راه قل لاڳا نہ بہ قول بلاءِ
گياني ڪارڻ ڪـرم ابياس گيان پيالهہ ڪرمهہ ناس. (ڀيرو)

جگياسو! ڪرم ڪري نهہ ڪرم ٿيءَ. ابياس ڪري شانت چت ٿيءَ. گيان پائي حاضران حضور ڪـي جاڳي هڪ پر هڪ ٿي رهہ.

.—. اوم شانتي .—.



# گل پندرهون

## اڇاهه ۽ نردوش ٻڌيءَ جي ضرورت.

ڪا شيءِ اسان جي اڳيان گذري ٿي ته ان جو نقشو اسان
جي اکين ۾ اندر سنهي پڙدي تي پوي ٿو. انهيءَ تصوير ۽
ٻاهرئين تصوير ۾ هي ڦير آهي ته اندرين تصوير ننڍي ۽ اُبتي
آهي. اندرين تصوير تار جي رستي مغز ۾ پهچي ٿي، جتي مغز
وري انهيءَ کي ڦيري سنئون ڪري ٿو ۽ سمجهي ٿو. پر
جيڪڏهين اسانجو خيال ٻاهرين شيءِ تي نه آهي ته جيتوڻيڪ
انهيءَ جي تصوير اکين جي پڙدي تي پوي ٿي پر مغز تائين
نٿي پهچي. مغز ۾ من جو استان آهي. من ڏٺل شيءِ کي پنهنجي
آزمودي آهر پسند ڪري ٿو يا ڌڪاري ٿو. ان مان پڌاهجي ٿو
يا ٻڪيو رهي ٿو. من کان ٻڌي سوکم آهي. پنهنجي ٻڌي وري
من کي سمجهائي ٿي ته سڪ ۽ پسندي واري شيءِ هميشه ساڳي
طرح نظر نه ايندي. ڪٺ اُپنشد ۾ يم راج نچڪيتا کي ”پريه يا
پسند“ ۽ ”شريه يا اُتم“ جي وچ ۾ ڦير کي کول ڪري ٻڌايو
آهي. پريه شين تي لوڀائڻ تي اصلي فائدي کي نه ڏسي من
نقلي سڪ وارين شين جي پٺيان پڪي ٿو. ويچاروان جي ٻڌي
آتما جو عڪس جهلي ويچار سان شريه کي قبول ڪري ٿي.
اهڙيءَ طرح ڏسڻ ۾ ايندو ته وشن جو سڀاءُ آهي اندرين جي
ذريع من کي ڇڪڻ. من جو سڀاءُ آهي يا اُن مان راضي ٿيڻ،

يا اُن مان ناراض ٿيڻ. جيڪا شيءِ راضي ڪندس ان ڏي هر هر
ڊوڙندو. پر آخر ڏسندو ته مان ڍاپان نه ٿو. ٻڌي اُلڪي وري
وري چڱي مٺي جو ويچار ڪرائيندي ته چڱن مان آخر چڱائي،
ٻڌيءَ مان آخر ٻرائي. اهڙيءَ طرح اسانجي اندر ۾ هميشه جنگ
لڳي رهي ٿي. او ويچار وارو من هڪ پاسي ٿو ڇڪي ته ويچار
واري ٻڌي ٻئي پاسي ٿي ڇڪي. بلي شاهه چيو آهي ته:-

"بلي شاه دي گهر جهڳڙا لاڳا ڪؤن نبيريگا."

هاڻي سوال اٿندو ته ڇو جدا جدا ماڻهو جدا جدا شيون
پسند ڪن ٿا. ڇو هڪڙن جي پسندي ٻي ٻي ٿي ٿئي. شاسترن
جو چوڻ آهي ته مايا ٽن گڻن آهي يعني منجهس ستو رجو ۽ تمو
گڻ آهن. پنهنجن سڀاوَن آهر هو هڪ جيو ۾ انهن گڻن جو گهٽ
وڌ واسو آهي. هنمان سڌ ٿيو ته جيئن جگياسو "ستو" گڻ
وڌائيندو تيئن هنجي رهڻي نرمل ٿيندي. جي هو "رجو" يا
"تمو" وڌائيندو ته هنجي حالت، سڀاءُ، پسندي، ناپسندي گهٽ
درجي وارا ٿيندا. ڪاڏي، صحبت، وديا، ويچار آهر ستو راجس ۽
تامس گڻ ٿين ٿا. تنهنڪري جگياسوءَ جو پهريون فرض آهي ته
ڪوشش ڪري ساتوڪ گڻ وارو ٿئي.

هاڻي ٻيو سوال اٿندو ته ڪٿي من چڱي ورتي رکي، گڻ
گراهي ٿئي. "شريه" جي پٺيان لوي ۽ نه "پريه" جي پٺيان ته
ته هنکي وشين مان ترپتي اصل ٿيڻ واري نه آهي. جيئن اگن
۾ جيڪي ته وجهه سو جلائيندي ويندي ۽ اجان ٻئي طلبيندي.
الهيءَ ڪري جگياسو لاءِ ضروري آهي ته ست پرش جي چرتن
۽ ست شاسترن جي سکيا مان پاڻکي الهن خواهشن کان بچڻ
جي همت گڏ ڪري. سري ستگرن الهيءَ لي هڪ ننڍي هوندي
جي ورتا اسانکي ٻڌائي. سکر جي شهر ۾ ڪڏهن رهندا هئا
ڪڏهن ٻکر جي قلعي لي ويندا هئا، ۽ ڪڏهن لوڪليءَ جاءِ لي

پنهنجي خيال ۾ گهڻو وقت گذاريندا هئا. هڪ دفعي جمن ٻڪر
کان ٿي موٽيا ۽ پنهنجي گهر ڏانهن سڪر ٿي آيا ته رستي تي خيال
آين ته اڄ هنڊاٽو کائون. ٻاڻ سان پيسو ڪونه هون. دل کي
چيائون ته هينئر تو وٽ پيسو ڪونهي. هنڊاٽو خريد نه ڪري
ڪونه سگهندين. مون پرڻ ڪيو آهي ته ڪنهن جي اڳيان هٿ
نه ٽنگيندس. سو ڪنهن کان پنندس به ڪين. هاڻي باقي ڳالهه
رهي چوريءَ جي. تنهن جي به منع آهي. دل شانت ۾ رهه.
اجايو نه تڙڦ. گهڻائي هنڊاٽا اڳي تو کاڌا آهن. اڃان ٿائين
ترپت نه ٿي آهين. اينتري ۾ اچي هنڊاٽن جي دڪان تان
لنگهيا. هنڊاٽي واري چيو ته سنت، اڄ سٺو هنڊاٽو وٺو ۽
چيو ته نوهالڪي به انهيءَ مان ڏيان سو اهو اٿ ڪٽي وڃي کائو.
صاحبن دل کي سمجهايو ته جي اڄ ٽوکي کارائيندس ته پوءِ وري
وري پيٽي لڪيندين نه. ڪونه ڪو اچي لڪري جو موٽکي
کارائي. هنڊاٽي واري کي پريم سان انڪاري جواب ڏنائون ۽
سڌو گهر آيا. هن مان جگياسوءَ کي سمجهڻ کپي ته جيڪي بني
اچي تنهن تي راضي رهجي ۽ من کي ريهي ريجي انهيءَ ڳالهه
تي آڻجي ته طالب هڪ پرماتما جو ٿجي. دنيوي طلبن مان
ڪڏهين ڪونه ڪو ترپت ٿيو. وشين جا به ڌرم آهن. هڪ
اندرين ذريعي من کي ڇڪڻ ۽ ٻيو انهن مان ڪنهن جو نه پراپت.
اهڙي پرماتما جي طلب چوله رکجي جو سگهه به ملي ۽ ماڻهو
پراول به رهي. هاڻي خيال ڪريون ته جگياسو ته ڪوشش ڪري
وشين کان ٻاڏکي پري ڪري ۽ موافق گهرجون رکي، پر گيانين
جي حالت ڪهڙي هئڻ گهرجي. آهي به ته اگيانين وانگر کائن
پيئن ۽ رهن ٿا. انهن جي ورتي ڪهڙي رهي ٿي. ويچار ساگر
واري جواب ڏنو آهي ته وشين واپرائڻ وقت جنتو ٽيڪ پنهي
جي ورتي آلماڪار نه آهي، ڪڏهين به گيالي جاڻي ٿو ته وشين

۽ من جي ٻاهر ۾ صحبت آهي پر مان آتما انهن کان نرليپ آهيان.
گياني پر البت آهر وشين جو ڀوڳ وٺي ٿو، پر اُنهن ۾ آسڪت
ٿيو رهي ۽ وري آتماڪار ورتيءَ ۾ گسر ٿئي ٿو. اگياني هميشه
ٻاهر ڪي وشين جي ڀوڳڻ وارو سمجهي ٿو ۽ هنن ۾ پريت رکي ٿو.
ڪنهن دفعي پاڻي وسڻ روهڙيءَ واري جي صاحبن سان هن
باري ۾ ڳالهه هلي. سوامي ٻارو شاهه، پاڻي وسڻ جو گرو ٻهتل
سنت هو ۽ صاحبن جو هن سان چڱو پريم هو. هڪ دفعي پاڻي
وسڻ ڇيو ته هن اُلر ڀوش کي سواد نه سواد جي ڄاڻ ٻڄاڻ جي
خبر نه ٿي رهي. صاحبن جواب ڏنو ته وشين ۽ من جي سنبند
ڪانسواءِ ڪاٺ پڻ ۽ رهڻ مشڪل آهي پر سنت پوش وشين ۽ من
جا ڌرم ٻاهر آتما ۾ گرهڻ نه ٿا ڪن ۽ نرليپ رهن ٿا ۽ ڇيائون س
تہ وسڻ، اڄ ڦڪو سُڪو سائين ٻارو شاهه کي ڏي. هن ائين
ڪيو. ٻارو شاهه ڦڪو سڪو نه پيتو جو مٺي پڻ جي هير هيس.
جي پيتائين ڪونه نه اٺجي نه لمنا ڪيائين ۽ نه رلج ظاهر ڪيائين
نه هر وير وانئين چيو ڪيو. ٻي دفعي کي ڀڳتياٽيون ڀوڳ سنڌن
ڪاٺ لاءِ ڪٽورن ۾ وجهي ڪٺي آيون. ڪٽورا ڀوڳ سوڌا سائين
ٻارو شاهه وٽ ڇڏي ويون. ڀڳتياٽيون ڪجهه ڏينهن کان پوءِ
ڪٽورا وٺڻ آيون. هرهڪ کي سنڌن ڪٽورو ڏنائون. مٿئين
مان ثابت ٿيو ته گيانين کي ڄاڻ رهي ٿي؛ پر ممتا نه ٿي رهين.
جيئن ڇٽو ۽ پگر وهڪ صورت جا آهن؛ پر ڇٽو پوکبو ته ڦل
ڏيندو، ۽ پگر و نه ڏيندو. من هنن جو واجبي وهنوار ڪري ٿو
پر وري آتماڪار ورتي ۾ گم رهي ٿو.

"ٻيا ڏيئي ٻن کي هلج ٻاسي هيڪ
ور نه سهي ويڪ ٿون ٻيڏي ٻانئون ڪرين." (شاه)

گياني رواجي طرح وهنوار جڻ ڪن ٿا. پر دل ڪنهن ٻئي
هنڌ اٿن. آتما وشين ۾ من کان ترالو آهي. اهڙو پڪمدو هسڪي

ٻولو ۽ ترتيب رکي ٿو. سنت ڪماڻ برهما جي ٻڌن جي ٻه
اهڙي ڳالهه چيل آهي. هنن ٻي پنهنجي پاڻ ثابت ڪي "پوما"
جي اُتم سکيا ڏني هئي. هنن وت اندر هڪ دفعي چار
ميوا ڪٽي آيو ته ڏسان ته انهن کي ٻه وشيون ڇڪين ٿيون ڪين
نه. سماڌيءَ مان چارئي پاڻ جاڳيا. ميوا ڏسي ورڻي وڃي
سماڌيءَ ۾ لڳا. اندر ٻوءِ چئن مان هڪ ميوو لڪائي رکيو،
انهيءَ لاءِ ته ڏسان ته هنن ۾ انهيءَ جو ڪهڙو ٿو اثر ٿئي. چارئي
جاڳيا. هڪ ميوو گم ٿيل ڏسي خيال ڪيائون ته ڪنهن نه ڪاڏو
هوندو سو هڪ ٻئي کان پڇيائون ته تو نه ڪو نه ڪاڏو. چئني
قسم کنيا ته اسان ڪو نه ڪاڏو. جڏهن اهو معلوم ڪيائون ته
اسان مان ڪنهن نه ڪاڏو آهي تڏهن زور سان چيائون ته جنهن
اهو ميوو ڪاڏو آهي سو ظاهر ٿئي نه ته هنکي سراپ ڏيندا سون.
اهو ٻڌي اندر ظاهر ٿيو ۽ معافي طلب ٿيو ۽ چيائين ته ڏسڻ ٿي
چاهيم ته توهان کي وشين ۾ هرکه شوڪ وغيره ٿئي ٿو يا نه.
مٿين مثال مان معلوم ٿيو ته وشيون من کي ڇڪين ٿيون پر
آلماڪار ورتيءَ وارو ترتيب رهي ٿو ته ته ميوا ڏسي به سماڌيءَ
۾ ورڻي چو گم ٿين ها ۽ يڪدم ڪائي ڇو نه ڇڏين ها. چوٿينءَ
پومڪاڪان وٺي سنتنءَ ڳاءِ گيالي چٽل آهن پر ٻوالٻڌ آهر هنن ۾
کي خاص خصلتون ظاهر ٿين ٿيون.

گٽا گٽيهو ورلنتي الي منوان سجنتي (گيمتا)

هاڻي ڏسڻ گهرجي ته جگياسن جي جيون ۾ ڪهڙي پاولا
هٿڻ ڪيي. چوڌاري نظر ڦيرائي ته هي سنسار مطلب جي جار ۾
قائل ڏسڻ ۾ ايندو. هن زماني ۾ ننڍي هوندي کان وٺي اهڙو
علم ٿا پرائين جو اسان کي ٻٽ ٻرود ۽ خود مطلبي ٿو ڪري.
ننڍي هوندي جي يادگيريءَ مان اسان کي خبر ٿي هوندي ته وڏا
پاڻيءَ ۾ وڏيڪ ٻر ڪٽندا هوا. ڪٽنب ۽ پاڙي جي شهوا

ڪندا هوا. ساڌ ڪي هٽي. پنهنجون گهرجون گهٽ هيون. ڪو
سوالي خالي نہ موٽندو هو. هميشہ سيڪو پنهنجو وڏو. پاسي ۾
غريب پاڙو هوندو تہ هن جي سار ورلو ڪو لهندو. پنهنجي
پوشاڪ تي خرچ گهٽ. اولاد بہ نوڪرن ۽ آيائن جي پلي. حق
جي ڪمائيءَ تي ماڻهو گهٽ ٿا پاڙين. پاڙي واري جي خبر ڪا
خبر ٿا لهن. پر جي رستو هوندو تہ مطلب وارو جيئن تہ هنن
مان پاڇي پٺي ملندي هوندي يا ڪو ڪپڙو سبي ڏيندو هوندو
يا تہ سولهاري ڀار ڀاڙي ۾ دل چڪيندو هوندو. مٿين مان
معلوم ٿيندو تہ اسان جي نظر ڀيڻ ۽ سنڌس پوڄا تي آهي پر نہ
ڪنهن سان همدرديءَ تي. اسانجو فرض آهي تہ ڀيڻ ۾ نردوش
۽ سڪدائي ورتي رکون.

سيني ڌرمن انگيڪار ڪيو آهي تہ ساريءَ خلقت ۾
پرميشور جي جوت وياپڪ آهي. جوت جي معنيٰ روشني
۽ آهي پر گيان سروپ چاڻ. انهيءَ "چاڻ" سان گڏ "هٺڻ"
۽ "پاس" ٿنهي ڪي ويدانت ۾ "استي" "ڀانتي" ۽ "پريہ"،
يا "ست" "چت" "آنند" چوڻ ۾ اچي ٿو. جو ڪي
بہ هن دنيا ۾ آهي لڪل يا ظاهر تنهن ۾ ٽي "انس" "استي"
"ڀانتي" "پريہ" آتما جا آهن، جن تي پڙدو چڙهيل آهي "نام"
۽ "روپ" جو. سون سچ آهي پر مٿس نالو ۽ مورت ڪنگڻ ۽
ڪنڊلن جي ڪلپنا ماتر آهي. اسين نالن ۽ صورتن تي ڌيان
ڏيون ٿا پر نہ سندن اصليت تي جا آتما آهي. سڀ پوٿن هن
ڳالهہ تي گهڻو زور ڏنو آهي تہ جيئن چانورن سان اسان جو ڪم
آهي نہ ٿهن سان، ڀاداميءَ سان ڀر نہ سندس کلن سان، تيئن
ديهي، جو آتما آهي تنهن سان پر نہ پاهرئين پوشي سان.

جن کو ڀورپ لکيا     تن کا سکا گووند
تن من ڌن ارپي سبو     سگل ورائي اهم جند

ڏيکھ سٺھہ حضور   سد گھٽ گھٽ برھم رولد
اڪوت گھٽا نون پالندا   پرڀ نانڪ بخشند (واگ محل ٥)

اسان سڀي ستگرن وٽ اهائي رهڻي ڏٺي ته پنهنجي من کي سبق ڏيندائي رهيا ۽ اسانکي به اهڙي سمجهاڻي ڏيندا رهيا ته سڀني ۾ ايشور جي وياپڪتا ڏسي اُنهن ساڻن هلت هلو. هن جي فيض رسايا ته پنهنجي ٻالڪن کي به ته اڻ ڏٺلن کي به. اُپديش ڪمائون ته هندن کي به ته مسلمانن کي به. جي پندارو ڪليل هو ته هر جيو جنت لاءِ. جي دکه سکه ۾ رحم ڪمائون ته هر شخص لئي جنهن صدق سان سندن آسرو ورتو. مطلب ته جگماسو جڏهن سڀ ڪجھ ايشور ارپڻ ڪري رهڻي رهندو تڏهن سکه پائيندو. ايشوري پندار پرپور آهن. ڪنهنکي به خالي نٿا ڇڏين. رڳو اسين پنهنجن آتم ست پرشن جي ڇوڙ ۽ رهڻيءَ موجب هلون ته نه رڳو دنيا ۾ ناموس ملندوسين پر پرميشور وٽ به پيارا ٿيندا سون.

وساري وارث   مٺا جيءَ منن ۾
جاڳي ڏسن نه پاڻکي   الندا ڪري آلس
ڪوعاشق چڙهيو اچ ٿي   خلاصو خالص
سامي ٿي ٿاپت   ورتي وڌ ويچار سان. (سوامي)
جوڳي سو ٻروا ڻ   جو جيتي من پون کي
ٿِر ٻيٺي سو سھر ۾   لئه ڪري اشنان
ٻُڌي گورک جو گيان   رهي گڏب گگن ۾. (سوامي)
گروه لکايو گيان   ڏڍهين بولڻ ٻڌ ڻ گمان ٿيو
جڪي اچي درشت ۾   سو سامي سڀ ڏيان
سوا سهج سروپ جي   ڪانڻ پاڻ اشنان
پائي پد نرباڻ   ماهل ٿيو مهوان ۾. (سوامي)

جگماسوءَ جو ڌرم آهي ته من کي وشين کان روڪي،

پنهنجي پريتم کي ياد ڪري هر هنڌ هر جاءِ تي پنهنجي آتما جوت جو ديدار ڪري، گروءَ جي ڪرپا سان آتما کان سواءِ ٻيو ڪجھ به نه ڏسي نه ٻڌي. جڏهن ٽيوڻي پار، پوءِ ڪڏهن کان پري ٿي ۽ ڪڏهن جي گلا غيبت ڪري. ممتا وڃائبي ته پوما پاو جو مزو چکبو.

ڪهڙا سٽيڙا ڪوئي پار نه پايا    اڇرج هئي حيرانـــي
ڪهڙ مراد ميٽي جب ممتا    جوت ۾ جوت سمائي. (مراد)



# گل سورهون

## ادويت جي شرتين سمجھڻ لاءِ ساڌن.

اُپنشدن ۾ ڪيتريون شرتيون آهن جي ظاهريءَ طرح ڄڻ ته هڪ ٻئي سان ٺهڪن نه ٿيون ۽ ڪي وري آروالڪيءَ ٽاري ڪي ڏيکارڻ واسطي ڦيرايائين ٽاريءَ ڏي اشارو ڪن ٿيون. تنهن ڪري انهن کي سمجھڻ لاءِ سچي ستگور ۽ چڱيءَ ٻڌيءَ جي ضرورت آهي. مثال طور ٻن شرتين ۾ هيٺين چيل آهي:

هڪ چوي ٿي ته ”سروکلوُ ادم برهم.“ ”هي جيڪي سڀ آهي سو حقيقت ڪري برهم آهي.“ هيءَ اُتم سکيا ڇانڊوگيه اُپنشد ۾ ڏني ويئي آهي.

ٻي شرتي به ساڳئي اُپنشد مان چوي ٿي ته ”ايڪم ايوا اَديتم برهم.“ ”هڪُ ٻيائيءَ کان سواءِ برهم آهي.“

سوال اُٿندو ته ”هڪ“ ۽ ”سڀ“ ساڳي ڳالهه ڪري ڪيئن مڃجي. هيءَ سکيا صوفي مت ۾ جزوي ۽ ڪُلي لفظن ۾ سمجھائي ويئي آهي. هڪ دفعي سري ستگرن مٿين سکيا اسان مان ڪن کي ٻاريڪ طرح سان سمجھائي. پوءِ جڏهن اسان جو حيدرآباد وڃڻ ٿيو ته اسان ستسنگين پاڻ ۾ ويهي ان بابت حال اوريو. خير، ڪجھ وقت گذريو. اسان مان هڪ وري ملير ويو ۽ صاحبن اڳيان عرض رکيائين ته فلاڻي ڳالهيءَ ۾ ڪجھ شڪ آهي.

کمس واجب هو ته پنهنجي گهٽتائي نه لڪائي هان ۽ سنئون سڌو پنهنجي شنڪا اڳيان رکي هان ۽ سماڌان لاءِ ارداس ڪري هان. ههڙيون سوکم ڳالهيون ڪين سمجهيون جي اندر ۾ پائي هوندي. ٻيو. هن ڳالهه لکڻ جو هيءُ سبب آهي ته جڏهن جگياسو ڪنهن به شنڪا جو سماڌان چاهي ته پڇي ئي ذڪر ڇو پڇي ۽ پنهنجي اوڻائي ستگرن کان ڇو لڪائي. جيتر شش ۽ ستگروءَ جي وچ ايڪتا نه هوندي تيتر هڪ ٻئي جا خيال ڪيئن نهڪندا؟

سوامي رام ڪرشن به سري وويڪانند کي هڪ پوري چيو ته شش کي ستگرن سان ”جيون جو ٽيون“ سچ جو ڳالهائڻ کپي. جيتر شش ستگرن سان صاف دل سان هلت نه هلندو تيتر ڪين هننجي ”اپديش“ مان پوري طرح واقفي پائيندو. جيڪي شش ههڙا باريڪ خيال سمجهڻ چاهين تن کي سنت پوشن ۾ ايشور ڀاونا رکڻ کپي ۽ ڄاڻڻ کپي ته هو ترڪال درشي آهن ۽ منهنجي چالاڪي هت نه هلي سگهندي. ڪجهه وقت ٿيو ته هڪ منهنجي ستسنگي عزيز چيو ته فلاڻا، مون سان گاڏيءَ ۾ گڏ توهان جو جهونو ستسنگي هو جو شري رمن مهارشيءَ وٽان کي شنڪائون نورت ڪرائڻ وڃي ٿو. منهنجي پڇڻ تي هن انهن مان هڪ شنڪا ته ”موت کان پوءِ جيو ڪاڏي وڃي ٿو“ موٽڪي ٻڌائي. مون عزيز کي برهدارڻيڪ اپنشد مان هڪ شرتي ڏيکاري جنهن ۾ رشي ياگيه ولڪيه آرت ڀاڳ جي سوال ۾ الهيءَ جو ڪهڙي طرح جواب ڏنو آهي ۽ ان بابت به اسان کي سري ستگرن کول ڪري ٻڌائي هئي. جڏهن اهو ستسنگي موٽيو ته منهنجي عزيز کي اهوئي جواب ٻڌايائين جيڪو سري ستگرن اسان کي ڪيترا سال اڳي ٻڌايو هو. هيءَ حقيقت الهيءَ ڪري ظاهر ڪئي ويئي آهي ته جگياسن کي پڪ ٿئي ته ڪن ٿن ڳالهين

جي ضروري گهرج آهي جيڪڏهن هو چاهين ته پورو گيان پائين.

(١) ستگرن ۾ آئي شرڌا.

(٢) پنهنجي ودوانيءَ جو ابمان نه هجڻ.

(٣) نرمل سوکم ۽ سمجهه واري ٻدي.

اُهن مان ڪا به ڳالهه نه هوندي ته سوري ستگر جي اپيوي سکيا مان خير ڪو فائدو پهچندو. هڪ دفعه سوري ستگرن فرمايو ته ڪنهن وقت گاڏيءَ ۾ مسافري ٿي ڪئي سين ته ڪي ٻيا به مسافر گڏ هوا. اُهن انگريزيءَ ۾ پئي ڳالهايو ٻولهايو. اسان پنهنجي خيال ۾ گهڻو وقت هئاسين پر ڪنهن وقت اهو خيال آيو ته اسان ٻاهر ڪجهه چون ٿا ۽ ڪو حرف وري وري اسانجي ڪن تي پيو. انهيءَ ڪري ويچار آيو ته ڏسجي ته انهيءَ حرف جي معنيٰ ڇا آهي. اسان ٻُڌل آواز جو ڌيان ڪيو ته آواز مان هڪ تصوير اسانجي اڳيان ظاهر ٿي جنهن مان خبر پئي ته هنن اسان لاءِ ڇا پئي چيو. هن احوال مان پڙهندڙ سمجهي سگهندا ته سٽ پرش جي ڪليل اليو ڪان ڪا به ڳالهه ڳجهي نه ٿي رهي سگهي. نه فقط هو ترڪال درشي آهن پر هن وهنوار ڪي ۽ وهنوارين جي خيال کي به سڀيءَ طرح ڄاڻي سگهن ٿا. هتي اُدالڪ رشيءَ جا اکر ياد اچن ٿا ته "سٽ وستوءَ جي ڄاڻ سان منجهائن پيدا ٿيل قدرت جي ڄاڻ ٿئي ٿي." اسان ڪيترا دفعا اجان خيال ڪيوئي مس هوندو ته اُئي جو اُئي اسانکي جواب مليو هوندو. جڏهن ستگرن ۾ اهڙي شرڌا ۽ گهڻو وشواس رکجي ٿو ۽ نرمل تکيءَ ٻديءَ سان ساوڌان ٿي ٻڌجي ٿو تڏهن سمدن سڀي سمجهاڻي اسانجا پردا پري ڪري ٿي ۽ سچ جو اپيو ٿئي ٿو.

هي به اسان کي ڌيان ۾ رکڻ گهرجي ته ڪي شرطون هڪ ڏاڪي تان پئي ڏاڪي، ٻئي تان ٽئين ڏاڪي تي، وڃي وڃن

ڏنو. مثال ورتو ڇاندوگيه اپنشد ۾ "ڏهر وديا جو". اول هردي
آڪاش ڏي ڌيان ڇڪايو ويو آهي. وري اُن ۾ ڇا آهي تنهن
ڏي، انهيءَ کان پوءِ متان هردي آڪاش جي پرچنتا ۾ جگياسوءَ
کي مونجهه پوي تنهن لاءِ ٻاهرئين آڪاش سان ڀيٽ ڪئي وئي
آهي. وري متان جگياسو اسٿول درشٽيءَ ۾ نه اٽڪي انهيءَ لاءِ
پڇ جي مرڻ کان پوءِ آتما جو ناس نه ٿو ٿئي، اهو ڏيکاريو ويو
آهي. وري آتما کي "هي به نه"، "هي به نه" جي نموني
پاپ رهت، دک رهت، پيدائشي رهت وارو ڏيکاريو ويو آهي.
وري جگياسوءَ کي اڀياس مان فائدو ٿيو يا نه انهيءَ لاءِ آتما جا
ڌرم "ستيه ڪام" ۽ "ستيه سنڪلپ" ڏيکاريا ويا آهن؛ انهيءَ
لاءِ جگياسوءَ کي به شرتيون هڪ ٻئي جي لاڳاپي ۾ ويچارڻ کپن.
پوءِ اسان کي هنن ۾ ڀيد ڏسڻ ۾ نه ايندو، پر هڪ ئي هڪ
ادويت آتما ڏيکون وڏنڊ روپ ۾ ظاهر ٿيندو. جڏهن
اسانجي اڃان سرو واري ٻڌي آهي ته اسانکي سرو ۾ هڪ اکنڊ
جوت جي هئڻ جو وشواس ٿيڻ کپي؛ جڏهن اُن سرو ۾ سچائيءَ
سان هلنداسين تڏهن هن ٻئي نشچي ڪري دويت پاڻ نام ۽
روپ جو نڪري ويندو ۽ هڪ ادويت ست چت آنند ۾ اسان
جو انڀو پڪو ٿيندو ۽ "هڪ" ۽ "سڀ" سچيءَ معنيٰ سان
ڀرپور ٿي انڀوءَ ۾ ايندا.

مهارشي رڀ جڏهن پنهنجي شش نداگهه کي ادويت ۾
پورو قائم نه ڏٺو ته وار وار هن وٽ ويو ۽ ڪوشش ڪيائين ته
نوان نوان مثال ڏيئي هنکي سمجهايان ۽ ادويت ۾ اسٿت
ڪرايان. جڏهن نداگهه معلوم ڪيو ته اهڙو قائم رهڻو منهنجو
سنڪرو ٿي سگهندو ۽ هن کي سڃاڻائين ۽ پرنام ڪيائين ته رڀ
شش کي ادويت ۾ قائم ڏسي راضي ٿيو. هن وارتا مان ڏسبو
ته جيستوڻيڪ رڀ ادويت ۾ قائم هو تڏهن به شش ۽ گرو ڀاءُ

رکي ششِ وٽ ويو ۽ سندس ڪلياڻ ڪيائين. "گياني" سرو
واري ڀاونا رکي سرو ۾ ايشور ساکي سمجھي سرو جو هنڪاري
ٿي رهي ٿو. "اگياني" نانا سمجھي واڳ، دويش سان وهنوار
ڪري ٿو. ڏسو سوامي ڇائو چوي:-

ڌارنا ڌاري اُڀو جنهن آڪاش جي
مٺو لنهن جي من مون پيو پرم پياري
جاڳي ڏٺائين جوت ۾ سامي وس ساري
سڀ سان سچائي مک رکي موجان ڪري.

جڏهين "سرو درشٽي رکي وهنوار ۾ سچو رهي ٿو ته من
سان موج يا خوشيءَ سان ورتي ٿو ۽ جوت ۾ ساري وس ڏسيٿو.
پنهنجو پريم مٺائي هڪ اِحد آتما ۾ ورتي ٿو. هڪ ادويت ٿي
اوچي درشٽي آهي جتي هڪ آتما کان سواءِ ٻي ڌيکا ڌيکي نه
ٿي رهي. اها سماڌيءَ جي اوستا آهي ۽ پرم گيانين ۾ هميشه
قائم رهي ٿي. نام روپ جي ڇايا به نه ٿي رهي. جيئن سري
گوربد آچاريه جن جي "اجات واد" ظاهر ڪري ٿي. سنت
پرشن جي واڻيءَ ۾ "سرو" ۽ "ايڪ" مليا پيا آهن. مثال:-

"سو انتر سو ٻاهر انٽس گھٽ گھٽ ٻاپ رهيا پکوليٽ
سن منڊل اڪ جوڳي ٻيٺي ناد نه پرک کھون کو ڪٿي
ٽڪيون جوت رهي نولائي صورت مورت آد انوپا
نانڪ جاچي ساچ سروپ."

"گرگيان انجن ڪاٽيو پرم سگلا اور نه دسي ايڪ بنا" (گرنٿ صاحب)

"وحدتان ڪثرت ٿي ڪثرت وحدت ڪُل
حق حقيقي هيڪڙو ٻولي ٻيءَ م ڀُل" (شاهه)

"گل گل ٻي گونڌيا گھڻا ئي پاٿيج
سونئي سڀا ٿيج هي هو آهي هيڪڙو" (شاهه)

"خواب جي خيال وچ ڪر ڪاٿا خوب مسس

حڪيم اعلاج ڪيا ڪري بندوبست
ليندي سي جب آلڪ اُڪري نا درد، نا حڪيم، نا حرمست" (مولارام)

جيترو اسين هن دنيوي سپني ۾ آهيون تيترو ٽوٽي آهي.
جڏهين گيان روپي اک کلندي ته هڪ آتما ڪان سواءِ ٻيو ڪجهه
ڪونه رهندو. اها ساڳي ڳالهه، "وورت واد" ڪري ٿي ته نام روپ
نسلي مائر آهن. حقيقت رڳي هڪ آهي. انهن ۾ گياني جيڪڏهين
وهنوار ڪري ٿو ته ڏهين نه سم درشٽي رکي. سري سنتگرن جا
جڏهين اسين چرڻ پرسيندا هئاسين ته چوندا هوا ته "جيئڻ
سڀڻ جيئڻ نارايڻ." انهيءَ جي معني ته هو اسانکي سڀڻ ۽
نارايڻ جي درشٽيءَ سان ڏسندا هوا. وهنوار ۾ ورتي ٻراهو
هلائين ٿا پر هي سڀ پرش هميشه پوتر آستيءَ ۾ قائم آهن.
ڪيترا نه شاستر پڙهڻ ۾ ايندا هوا ته ڪهڙي گواهڪ درشٽيءَ
سان ۽ نه دوش درشٽيءَ سان. هڪ دفعي اسان عرض ڪين ته
"ڪرپالدان، اسان جي لاءِ شاستر ڇيو." جواب ۾ چيائون "هي
ڪنهن جا آهن" ڏسو سچل صاحب ڪيئن سرو ۾ سير ڪندي نه
الهيءَ وحدت ۾ گم آهي.

محبوب ڳولي ڏس من ۾ — معشوق ڳولي ڏس من ۾
(١) واه ڪاريگر ساز بڻائيءَ — ڪُن فيڪون جي ڪن ۾
(٢) ٻي فائدو بازار گهمي ٿو — گل قل باغ بدن ۾
(٣) چوري چوري سير ڪرين ٿو — انهنجو چاند چمن ۾
(٤) سرس ڪري سينگار اڄ — دوست آيو درسن ۾
(٥) دلبر ديرو دائم دل ۾ — ڇو ديکين ٻئي ديڻ ۾
(٦) فيض فاروقي فائق بخشو — فهمائي هن فن ۾
(٧) سچل سائين سهي ڪري ڄاڻ — يار گڏيو ڪک پن ۾ (سچل)

ڇيو نه منهنجي ذات — جوئي آهيان سوئي آهيان
(١) اڇڻ اسانجو ڏهو الاهين — جاڻي ڏيهن نه ذات

(٢) ظاهر ٿيا سي ذاتي وچان    سمجهڻ منجهه صفات
(٣) لا کي لاهي نفي ڪيو سين    الا الاهه، اثبات
(٤) سچا سڀ سهي ڪر پنهنجو    عشق منجهان عشقات (سچل)

(١) ايڪم روپم بهدا ياهه ڪروتي    تم آتم ستم يي انو پشيانتي ڌيره
سنتيشام سکم شاشوتم    نيتار ايشم    (شرتي)
ڌيرج ۽ شانت چت وارن کي سڀ ۾ هڪ آتما ڏسي آنند
پائي ٿو

(٢) سرو ويابي سا ڀڳوان تسمات سروگت شوم

جيئن ته سرو ويابي ڀڳوان سڀ ۾ آهي تنهنڪري چوڌاري سڀ ۾ آنند آهي. مطلب ته جيڪڏهن آرسيءَ ۾ گهڻا منهن جا پاڇا هڪ وقت ڏسڻ ۾ آيا، يا پاڻيءَ ۾ گهڻا چندرما هڪ وقت نظر آيا ته اُهي منهن گهڻا ٿيا يا چندرما گهڻا ٿيا. مايا جيڪڏهن آتما سان انين واند ڪئي ته واند کي واند سمجهي حقيقت ۾ هڪ ٿيون. جو ته هن زماني ۾ به مدالسا جهڙيون مائر ٿين جي ٻارن کي سچي لولي ڏين.

”سُڌ وسي ٻڌ وسي نرانجن وسي، سنسار مايا پريور جن وسي
سنسار سپنا تج موهه نندرا، مدالسا واڪيم واچ پترم.“



# گل سترهون

## پريم جو رستو ۽ ڦل.

"سڪڻ سڪڻ جي نه همه ڪي حق چئين" (شاه)

هن زماني ۾ ڪٿي ڇنبو نه ڦلاٽا، ڪيئن سچيءَ راه ۾ قدم ڪٿي ٿو کڻن نه، نه گهٽڻ مان جواب ملندو نه سارو وقت وڃي ٿو ڏلڏي يا نوڪريءَ ۾، پنهنجن فرض پالڻ ۾، ٿڪجي ٽٽجي ٿو گهر موٽجي، گهڙو وقت ٿو بچي جو ڪنهن ٻئي پاسي ڪم اَٽجي؟ ڪو جواب ۾ چوندو نه مولکي خبر نه آهي نه ڇا ڪجي؟ ڪڏهين ڪڏهين جپ صاحب يا سکمني پڙهان پيو يا ڪڏهين گيتا يا ٻيو سنت شاستر جهڙن ڪ يا ڳوٽ يا رامائڻ پڙهان پيو. ڪو وري چوندو نه چڱا ڪم ڪريان پيو، ڪنهن غريب کي مدد ڪريان پيو. پنهنجن وڏن عزيزن خويشن ڪٽنب وغيره جي چڱيءَ طرح سنڀال ڪريان پيو. اهڙو ڪو سنت فقط لڳو ڪو نه ٿو اچي جنهن کان مدد وٺجي جو سچيءَ راه کان واقف ڪري. منٿين مان سمجهي سگهبو نه ڪيتري قدر اهي جواب برابر ۽ آهن ۽ سارا برابر نه آهن. هن زماني ۾ ڪيترا رستا ظاهر ظهور آهن جن تي هلڻ سان موافق موقع لئي ضرور ڪجهه نه ڪجهه حاصل ٿيندو. شروعات ۾ ڪتابن ۽ سنت شاسترن جي مدد ڪجي. لنڊي هولڊي جي يادگيري اٿم ته ٻارنهن انگريزي درجي ۾ جپ صاحب ڪلاس ۾ پاڙهڻ ۾ ايندو هو. هڙو اٿم

۽ ڳوڙهو شاستر ننڍيءَ عمر ۾ ڪير ڪو سمجهه ۾ ايندو هو پر جن
ياد ڪيو تن کي وڏيءَ عمر ۾ اهو فائدو مليو جو هنجو مطلب
سمجهڻ نموني هلڻ ۾ مددگار ٿيو. ٻنهيءَ پاسي نڪتي ۽ گجراتين
۾ گيتا جا شلوڪ ننڍن کي ياد ڪرائيندا آهن. وري به ساڳي
نموني ۾ انهن جو سمجهڻ ڏکيو ٿو ڏيو ڪان پوءِ جيڪو انهن جو
لشڪو ڪري ۽ انهن تي هلي تڏهين فائدو ڏين. منهنجي خيال ۾
ننڍي عمر وارن کي آکاڻين جي نموني، سٺن پرشن جي جيون
چرترن پاڙهڻ مان وڌيڪ لاڀ ٿيندو. مثال طور سري ڪرشن
چرتر، سري گوتم ٻڌ جي ڪهاڻي، سري رام ڪرشن جي ڪهاڻي.
سوامي رام تيرٿ ۽ ٻين سنتن جون ڪهاڻيون.

۱- مثال لاءِ سري مد ڀاڳوت جو ڏهون سڪند، گوپين جو
سري ڪرشن ۾ پريم اهڙيءَ طرح تو چٽي جو نوجوان هولد
جي سنڀال ۽ پريت سان پڙهين ته پريم هوند انهن جو اندر
گهڻو سنواري ۽ پوتر ڪري. ڏسو گوپين اوڌو کي ڇا
جواب ڏنو آهي جڏهين کين سمجهائڻ ويو آهي.

شيام تن شيام من          شيام هي همارو ڌن
آٺو جام اوڌو همين          شيام هي سون ڪام هي
شيام هيئي شيام جيئي          شيام ٻن نهين پيئي
الدي کي سي لاکري          آڌار نام شيام هي
شيام پت شيام مت          شيام هي هماري گت
شيام سکدائي سون          ڀلائي سوڀا دام هي
اوڌو تم ڀئي ٻٿري          ٻاڻي لگي آئي دئري
جوڳ ڪهان راکي          يهان نه روم روم شيام هي

(ناراڻ هري اپديش ڪان ورتل)

جن گوپين پنهنجو تن، من، ڌن سري ڪرشن کي ارپڻ
ڪيو هو انهن جي هرمن ۽ جيءَ ۾ ڪرشن کان سواءِ ٻي مورتي نه ٿي

وسي. الڏي جي لٺ وانگر ڪرشن جي پريم ھيڪي کي ھلايو
ٿي. سندن پٺ مٿ گٿ سري ڪرشن جي آڌار ھيون. جڏھن
ھنن سري ڪرشن جو ڌام ھو اھائي سندن لاءِ سڪدائي جاءِ
ھئي. پوءِ ڪاڏي ڪن، جڏھين ھنجي روم روم شيام سان
ڀرپور ھئي نه ڪٿي سندن اھنيڇڙو رھي جو ٻيا وھنوار جا خيال
ڪري. جي اسين ٻہ لعيڪي اوسٽا ڪان جيٽر اسان ۾ وڌيڪ
پوجھ اچي، اھڙيءَ طرح ڀڳتيءَ جو آسرو وٺون نه ھوند جگياسن
جا لڇط وويڪ ويراڳ شٽسمپتي ممو ڪشتا ھوند ڪھڙي نه سولائيءَ
سان اسان ۾ اچن ۽ رھن.

٢- سري ارجن ديو پنھنجي پتا ۽ گروءَ لاءِ مالڪھ مڪلي ۾
ڪيترو نه پريم ڏيکاريو آھي.

(١) ميرا من لوچي گر درسن تائين     ٻلپ ڪري چاترڪ ڪي نيائين
ترکا نه اُتري سانت نه آوي     بن درسن سنت پياري جي
ھئن گھولي جئن گھول گھمائي     گر درسن سنت پياري جي

(٢) تيرا مک سھاوا جي     سھج ڌن باڻي
چرھوا ديکي سارنگ پاڻي     ڌن سو ديس جھان تون وسيا،
ميرا سڄڻ ميت مراري جي
ھئن گھولي ھئن گھول گھمائي     گر سڄڻ ميت مراري جي.

(٣) اڪ گھري نه ملتي تا ڪلجگ ھوتا     اَن ڪد ملسي پريه تد ڀگونتا،
موه رئن نه وھاوي     نيند نه آوي بن ديکئي گر درباري جي
ھئن گھولي جئي گھول گھمائي،     تس سچي گر درباري جي.

(٤) ڀاڳ ھوا گر سنت ملايا     پرڀو ابناسي گھر ۾ پايا
سيو ڪري پل چسان نه وڇران     جن نانڪ داس تماري جي
ھئن گھولي جئي گھول گھمائي     جن نانڪ داس تماري جي.

ڏسو نه ھن ڀڳتيءَ ڪھڙو نه سولو گرو ارجن ديو جو ھردو

ٻوڙ ڪيو ۽ جڏهن سکمڻي جي ايڪهن اشٽپدي لکي الائون
نه ڪئي برهم گيان ۾ ڀلٽيا آهن ۽ هرهنڌ هرجائي هر شيء ۾
برهم ڪاڻسواء ٻيو نظر نه آيو ائن. اگرئي سنگورن جي اُلي پريم
۾ پنهنجو هئن مئن جو گم ٿي نه باقي ڇا رهي جو برهم گيان ۽
سندن وچ ۾ روڪ وجهي.

سرگڻ نرگڻ نرهنڪار سن سماڌي آپ،
آپن ڪيتا نانڪا آپهي ڦر جاپ.
جب اڪار ايھ ڪڇ نه درسٽتا
پاپ پنج تب ڪهه تي هوتا
جب ڌاري آپن سن سماڌ
تب وير ورود ڪس سنگ ڪمات
جب اسڪا ورن چهن نه جاپت
تب هرک سوگ ڪهه ڪسھ بياپت
جب آپن آپ آپ پار برهم
تب موه ڪهان ڪس هووت ڀرم
آپن ڪمل آپن ورتمجا
نانڪ ڪرني هار نه دوجا. (سکمڻي صاحب)

٣- شاه عبداللطيف ڪئي نه سسئي پنهون ۽، هيررانجهو ۽،
سهڻي ميهار ۾ مجازي پيار مان حقيقي پيار جو ٿيڻ سٺي
نموني ۾ ڏيکاريو آهي. هن زماني وانگر ٻٽ ئي نظر نه
هئي پر روح تي. هيٺ سسئي ۽ جو پنهون ٿيڻ ڏاڪي
ڏاڪي ڏيکاريو وڃي ٿو.

(١) ساجن ڪارڻ سڀ    مر قبولي سسئي
اندر جنين اڄ    ٻاڻي اُجهو اُن ڪي
(٢) واقف نه وڻڪار جي    ٻاري سُڄڻ ٻر
ور وسيلا سڀرين    ڏکيس ڏوري ڏر

لهج لعل لطيف چئي    ڪالهه مٺي جي ڪر
ولهي ڪري ور    مچڻ مارڳ چڙهن.

(٣) ڪولهي اُت ڪوهيار    جنهن تو پوري پالئيو
پنڌ ۾ ڪو پهاڙ ڏي    وجود تني وڍڪار
ڏارئا پانهنج ڏار    پيچ پريان ڪر پاڻ تون.

(٤) جو تون ڏورئين ڏور    سو سدا آهي ساڻ تو
لالن لئي لطيف چئي    منجهي ئي مغرور
منجهان پڻ پرور    تو منجهه آهيس تڪيو.

ڏسو ڪيئن ڀرپائين سسئي سچ تي ڦلولي، الله ۾ ڀرپائين لاءِ سڪ کي زور تي وڌائي. ڪٺي رستي جي واقف، ڪار ٻه له آهي، ڏڍهين ٻه ڪو جٺا ۾ مشغول آهي. ٻاهر جا وسيلا ڇڏي الله تي ڳولهي ۽ پريتم حاصل ڪري جو پاڻ پنهون تي ئي ٿي، پاڻ پنهون تي ۽ جڳه ۾ پنهون تي ٻولدو.

پنهون تيس پاڻهين    وٺو سسئيءَ جو شرم
هيڪليون هلن جي    پڇي تن پرم
جو وندر ۾ ورم    سو سود وسرئس هٿهين.

٤- سوامي رام تيرٿ جا جيون چرتر ۾ ڏيکارين ٿا ته ڪيئن ته پڳتي اهنڀيٽو گم ڪري هردو نرمل ڪري برهم گياني جو اڌڪاري ڪري ٿي (روشن جڳتماٽيءَ جي ڪتاب مان ورتل)

هڪ دفع سوامي رام کي راوويءَ جي ڪنٺي تي ڏٺم. آسمان ۾ واڳٽائي ڪڪر ٻنل هئا. سوامي رام زور سان پڪاري رهيو هو ”اڙي الي آهي منهنجو ڪرشن! او ڪرشن! تون ته واڳٽائي ڪڪرن جي رنگ ۾ رنگجي رهيو آهين. اهو ڪڪرن جو رنگ تنهنجوئي آهي. تنهنجي رنگ منهنجي چس کي چريو ڪري ڇڏيو آهي. تو ڇو پاڻ لڪايو آهي؟ اڙي ڪڪر، تون موکي ڇو نه ٿو

ڇڏائين؟ ڇڏاءِ منهنجو ڪرشن ڪٿي آهي! آنءُ ڏسان ٿو ته تون ڪارو ٿي ويو آهين. شايد تون به ڪائنس وڇوڙي سبب سوز ۾ گهارين ٿو. ڇا آنءُ ڪيس ڏسي نه سگهندس؟

ڪٿي وڃان ۽ وڃي پنهنجي دل ڪوليان؟ اي ڪرشن! تنهنجي خاطر مون مٽ مائٽ سنگتي ساٿي سڀيئي ترڪ ڪري ڇڏيا آهن." هڪ دفعي چيائين "اڄ مون ڪرشن کي ڏٺو آهي" پڇتيءَ جو فائدو وٺي پوءِ سري ماڌو تيرٿ دوارڪا مٺ واري ڪان ويدانت جو گيان حاصل ڪيائين ۽ ايڪانت ۾ رهڻ لڳو ۽ ظاهر ڪيائين ته "آتم چنتن ۾ ئي آنند سمايل آهي. سڄوئي جڳت منهنجي حڪم هيٺ هلي ٿو." ڏسو گنگا جيءَ کي ڇا سمجهي رهيو آهي:-

اڄهه ۾ ٻرون ٿو تون جائون    ائسي ڊب ڪي لڳائون
گنگا لٽٿون سد ٻلهاري جائون

رمن ڪرون سمت دارا ۾    نهين تو نام نه رام ڌرائون
گنگا لٽٿون سد ٻلهاري جائون.

ڏسو وري اڃا اڳتي قدم ڪٿي ڇا ٿو چوي:-

"مون سڄي جڳت تي سوڀ پاتي آهي، ۽ پنهنجو اٽل راڄ وڏي شان ۽ شوڪت سان ڪٽرو ڪيو آهي."

٥- سڄوري سچل به متفرقه ڪلام ۾ تريم جو وڏو اهو اثر ڏيکاريو آهي ته هو ماٺيپو ۽ دنيا جا آسرا ڇڏائي ڪيئن نه هڪ ٿولر آتما تو ڏيکاري ۽ هرهنڌ هن جو جلوو ظاهر ٿو ڪري.

(١) جيسين دل دلي سان    ساهڙ ڪين سڃو
ڪڃو ڪس ڪڃو    تا ساهڙ پڳس سڌ ۾

(٢) ڪڃو سڃو ڪين اٿي    ٿوڙي اڃي رانگ
سڄي سندي سنگ    ڪڃا سڃا ٿي ويا.

(۳) لا ڪا ڪنڊي، نه ڪو ڪٻر، لڪا وچون واه
مولڇها موجن ۾ آئي، سهاڻا سهڻاه
سهڻي گهوڙي سير ۾، ڪري ڪاهون ڪاه
پاڻيءَ ۾ پنڌاه، پرور ڏنس پاڻ ڪٽي.
سچي سان ملي ڀائي ويس ۽ ونگ لڳس.

(۴) پاڻ سڃاڻج پنهنجو　　اٿئي گل اندر گوهر
قدر ڪر ڀائيءَ جو　　ٻهاري ٻُهر
جوت پريو جوهر　　پاڻهين پسين پارکو.

(۵) سچل ڪئي سدا　　سيني ۾ صنم
ڪونهيس ٻيو ڪو ڪم　　پٿر جي پوڄا بنان.

(۶) پرين سنڌي جوءِ جا　　چمان پٿر مون
لئهن ۾ پئي آن تون　　نظر ناهي ڪو ٻيو.

(۷) مندر ڪري من ڪئي　　پوڄاري پوڄاه
پار نه پيو پڇاه　　پُوڄاريا پِر بندر جا.

٦- ڀيکي جو پنهنجن ستگورن لاءِ اتي پيار مشهور آهي. هڪ پيري پنهنجي ستگروءَ جي حڪم سان ملتان آيا. بهاول الحق گهڻا حيلا هلايا ته ڀيکو مون وٽ اچي پر هن کي اها ڳالهه پسند نه هئي ته پنهنجي گرن بنان ڪنهن ٻئي وٽ وڃان. انهيءَ تي بهاول الحق ڍهو گهمايو ته اڄ جيڪو مون وٽ ايندو سو بهشت ۾ ايندو. اهو ٻڌي به نه ويو. پڇڻ تي چيائين ته پنهنجي ستگر کان جدا ٿيڻ لئو چاهيان. ڀيکي جا هريءَ ۽ گر جي ڀيٽ ڪي ڪي وچن آهن جي ڏيکارين ٿا ته ڪيئن نه هن گرن کي هر ڪان به وڏيڪ ٿي سمجهيو.

هرلي اپنا آپ ڇپايا　　گرو لي پر گهٽ ڪر دکلايا
هرلي پانچ چور ديئي ساٿي　　گرو لي بچاءِ ليو اتان تي

هوليءَ لڪ سوڙهه ڏکلايا          گرونيءَ آواگون مٽايا
هوليءَ جنم مرڻ ڪا دم گهيري          گرو ليءِ ڪاٽي ممتا ميري
ڪهي ٻيڪا گرو ٻرڻن من ڏنواڙون          وام ڇڏون پيءِ گرو نه ٻساڙون.

اڳتي ڏسو ته گرن جي پريم ۽ سڪيا هنکي ڪهڙو نه پد ڏني جو پرماتما کان سواءِ ٻيو ڪجهه نه ڏٺو پاسيس.

ٻيڪا ٻوڪا ڪوني لهڻ سيڪي الدو لعل.

٧- سري مولارام صاحب جن جو ٻه ڀنهنجن ستگرن سري ڏنورام صاحب جن ۾ ڏاڍو ليئهن هو. جڏهن ونن سات وڳڙه ۾ رهندا هوا ته ٻيا سنت هنن جي شيوا ۽ ستگرن ۾ پريم ڏسي چاهيندا هوا ته هيءُ اسان وٽ اچي. ڪنهن ائين ٻه چيو ته تنهنجي گرن وٽ آهي ڇا جو توکي بخشيندا. جواب ۾ چيائون ته ستگرن وٽان "نه" به اسان کي قبول آهي. جڏهن سوامي ڏنورام جي سرير ڇڏڻ کان پوءِ ڪين ڏاڍي اُڪير ٿي ته گرن هنکي درشن ڏنو ۽ هيٺيون بيت چيائون.

جيءُ آئين جاني          ميان تو محب مهرباني
(١) تو آئي جيءُ جاءِ ٿيو          لٿي هنئين حيراني
جان جهاريم مڙو ناڙيم          پسائي سا پيشاني.
(٢) مرڪڻ ڪيتيءَ مڙا ليتيءَ          لعل لباني
چشم ڇهري هنئين تو قهري          ٻره پوري تو ڪاني.
(٣) جمڻ محتاب آهي محراب          پيني رس پاني
مولي جي مالدي ڪٿي هڪالدي          تو دل ڙي ديواني.

جڏهن فرمايائون ته مولا هاٽي، پوسان گوف ۾ وچي ره. جڏهن اسان کي درڪار ٿيندي تڏهن توکي گهرائيندا سين. عرض ڪيائون ته ڪرپالدان توهان کان پري اکين اڳيان اولده ٿي پاسي ۽ توهان کان پري رهڻ دل لئي چاهي. پرگرن جي

ناقيد لئي آگيا قبول ڪيائون ۽ ابياس ۾ مشغول رهيا. سعدن
اوچو حال ڏسي شري شو جي مهراج هڪ بزرگ سنياسيءَ جي
صورت ۾ وٽن آيا ۽ استي پالٽي ٻڌي جي آتم گفتگو ساڻن ڪئي.
اسان ٻالڪن کي ٻه سري گرو گولت صاحب مان ”جيان من ڀؤ
تنان من پاءِ“ وارو دوهو ٻڌائي چوندا هوا ته سري گرن جي
مهما جو ڌيان ڪري ٻوءِ لوڪن جو ڌيان ڪرڻ سولو ٿي پوي
ٿو. ۽ جيڪي وگهن شاسترن ۾ اکنڊ آڪار ورتي رکڻ جي آڏو
اچن ٿا تنهن ناس ٿئي ٿو. سري سنتگرن جي شيوا، درشت ۽
ادرشت ٻه ڦل ڏئي ٿي. پر ايشور جي شيوا ادرشت ڦل ڏئي
ٿي. منهن ليکڻ لکڻ جو هيءُ مطلب آهي ته سنتگرن ۽ اوتارن ۾
پريم، گيان جي حاصل ڪرڻ ۾ بلڪل مددگار آهي. رڳو پريم جي
ڪافين ۽ شبدن ڳائڻ ۾ وقت وڃائڻو نه آهي پر ڀائين وانگر
اندر ۾ جوش جڳائي اندر پورو ڪرڻو آهي. اندر جي شانت آئي
ته سمجهجي ته پريم جو رنگ لڳو آهي.



# ڏل ارڙهون

## اسٿي، پانٿي، ٻريہ.

هيءُ ويدانت جو مکيه اُصول آهي ۽ کوبه جگياسو جنهن
هيءُ اُصول چڱيءَ طرح اَپيؤ نه کيو آهي تنهن کي هي اُصول
وري وري پڙهڻ ۽ سمجهڻ کپي ۽ اُن تي هلڻ کپي. گيان ۽
ڌيان ٻنهي جي مدد وٺڻ کپيس. گيان هن ريت نه ستا جو
ويچار ڪري اَپيؤ ڪري ۽ ڌيان هن ريت نه اهڙو ڳوڙهو اڀياس
ڪري جيئن ڌارنا ۽ سماڌيءَ ۾ اصلي حقيقت سان هڪ ٿئي.

سري مولارام صاحب جن کي جڏهين سندن سمت ڏرن
ساڌوڱيرو ۾ حڪم ڏنو نه چئن کوهن تي ٻئي ڳوٺ ۾ وڃي
اڀياس ڪريو تڏهين ڪنهن ڏينهن ڏٺائون ته هڪڙو سنياسي
مهاتما جنهنکي وڏيون جٽائون هيون ۽ شڪل ۽ ڏيک تمام
شوڀنيڪ هئي، عمر جا به بزرگ هوا، سندن آسن واريءَ حويليءَ
۾ اندر لنگهي آيا. اندر اچڻ سان جيئن مولارام صاحبن تي نظر
پئي تيئن هنن کي سندن ٿالي سان کوٽيائون. انهيءَ تي صاحب
اُٿي کڙا ٿيا ۽ مهاتما کي نمسڪار ڪيائون ۽ صندل تي وهاريائون
۽ پاڻ هيٺ ڌرتيءَ تي ٿي ويٺا. مهاتما کان جل پڇيائون ۽ هٿن
سرڏائي پاڻ جي خواهش ڏيکاري. پاسي ۾ دڪاندار هو تنهن
بلڪل سٺي سرڏائي آڻي ۽ لوٽو ڀري سندن اڳيان صاحبن جي
چوڻ تي رکي آيو جا پڻهي پيتي. پوءِ بعد صاحبن مهاتما جي
اڳيان پريم سان ويٺا.

صاحبن کي چھائون ته ”مولا“ اچو ته وارتا لاڀ ڪريون.
صاحبن عرض ڪيو ته توهين وڏا آهيو. توهين ڪرپا ڪري ڪجھ ٻڌايو. پوءِ مهاتما ڪين وارتا شروع ڪرڻ لاءِ فرمايو.

صاحبن ڪڪ پنهنجي هٿ جي تريءَ تي رکي چيو ته ”ڪڪ آهي، ڪڪ پاسي ٿو ۽ ڪڪ مونکي پيارو آهي“. مهاتما ڪڪ کي ڦوڪ ڏئي جو اڏامي ويو. صاحبن تنهن تي چيو ته ”هٿ آهي، هٿ پاسي ٿو، منهنجو هٿ مونکي پيارو آهي.“

انهيءَ تي مهاتما فرمايو ته سرير ڇڏڻ کان پوءِ، سارو بت ساڙيو وڃي ٿو جنهن سان گڏ هٿ به سڙي ويندو. تنهنڪري تڪو هٿ آهي، اکي هٿ پاسي ٿو، اکي کي انهيءَ ڪري پيارو آهي.

انهيءَ تي صاحبن فرمايو ته سرير جي سڙڻ بعد رک رهندي ۽ ”رک آهي، رک پاسي ٿي، رک منهنجي مونکي پياري آهي“.

مهاتما جواب ڏنو ته رک ندي‌ءَ يا سمنڊ ۾ پرواهه ڪندا آهن، تنهنڪري اکا رک آهي، اکا پاسي ٿي ۽ اکي رک پياري آهي.

صاحبن عرض ڪيو ته سمنڊ ۾ جو رک پوندي سا سمنڊ سان هڪ ٿي ويندي تنهنڪري ”پاڻي آهي، پاڻي پاسي ٿو ۽ پاڻي مونکي پيارو آهي“.

مهاتما فرمايو ته پرليءَ جي وقت اينتري ليپت ٿئي ٿي جو پاڻي رهي ڪين سگهندو. تنهنڪري تڪو پاڻي آهي، اکي پاڻي پاسي ٿو ۽ اکي کي پاڻي پيارو آهي.

صاحبن عرض ڪيو ته پرليءَ ڪال واري ”اگن آهي، اگن پاسي ٿي ۽ اگن منهنجي مونکي پياري آهي“.

مهاتما فرمايو ته پرليءَ ڪال ۾ اهڙي هوا لڳي ٿي جو اگن کي وسايو ڇڏي. تنهنڪري اکا اگني آهي، اکي اگن پاسي ٿي ۽ اکي اگن پياري آهي.

صاحب عرض ڪيو ته ”هوا آهي، هوا ڀاسي ٿي ۽ هوا
مونکي پياري آهي.“

مهاتما فرمايو ته اها هوا به بند ٿيو وڃي. تنهنڪري هوا
نه آهي، هوا ڀاسي نه ٿي ۽ نڪي هوا پياري آهي.

تنهن تي صاحب مهاتما کي عرض ڪيو ته وڌيڪ ڪول
توهين ڏکريو.

تنهن تي مهاتما فرمايو ته ”آڪاش آهي، آڪاش ڀاسي
ٿو، آڪاش اسانجو اسانکي پيارو آهي.“ ”مولا، اهوئي مول آهي
اهوئي آتما آهي.“ صاحب کي اينترو ٻڌائي فرمايائون ته هينئر
اسين وڃون ٿا، تنهنجا سنگرو به توکي گهرائيندا ۽ وري مٿيون
ورتائي توکي ٻڌائيندا. ٿيو به ائين. صاحب جي وڃڻ تي،
سوامي ڏتورام کين ساڳيو اپديش ڪيو ۽ صاحب جي ساري
ڳالهه ڪرڻ تي کين ٻڌايو ته اهي مهاتما ”شو جي مهراج“ هوا.

جڏهن نه مٿيون اپديش ڏرشه سان شروع ٿيو ۽ لته جي
لمولي سيڪو ڪار به پنهنجي ڪارڻ ۾ لته ڪيو ويو ۽ آخر آڪاش
۾ سيمٽي ليءِ ٿيا اهيءَ لاءِ ته مٿان جگياسو سٿول ڏرشٽانت جي
ڪري پوري ڄاڻ حاصل نه ڪري سگهي اهيءَ لاءِ، برهما جا
سکيا رشين کي ڏني، سا اهيءَ ٻاري ۾ هيٺ ڏني وڃي ٿي.

”هي منيشور، هن نامروپ جگت کي ويد شاستر ۽ سنت،
ڏرشه، پرڪاش ۽ مٿيا چون ٿا ۽ پار برهم پرماتما کي ڏرشٽا،
سوپرڪاش ۽ ست سروپ ڪري بيان ڪن ٿا. پر منهنجي
ناٿ انترياميءَ واسديو جنهن پنهنجي ڌرم جو بيان ڪيو آهي،
اهو بيان هڏن ٻنهي بيانن کان پيو آهي. ڇا لاءِ ته ويد شاستر
پردي ۾ ڳالهائين ٿا، پر پيارو واسديو پنهنجن پيارن ڀڳتن کي اُهو
ڏان صاف لفظن ۾ ڪري ٿو. تنهنڪري توهين اهڙي پوم پاون
سواميءَ جي شرن وٺو ته هو ڪرپا ڪري توهان کي اهو الئو

پڻ ڄاڻائي. هن ڪرپالوءَ جي مهربانيءَ سان اُوُرو ڪجهه، توهانکي،
ٻڌايائون. توهين هن نام روپ آلمڪ پرپرڪاش جڳت کي ڪنهن
نه طرح سو پرڪاش ڏسو. جڏهين سڀئي پدارٿ پنهنجي پرڪاش
ڪري ئي پرڪاشمان ۽ سوئم جوتي ٿي توهانکي نظر ايندا، تڏهين
ئي توهان کي پالتي پدارٿ جيون جو لڀون پاسندا. اهو اٿو پڻ
پگوٽ ڪرپا کان سواءِ ڄاڻڻ ڏکيو آهي."

مڻيون اپديس ٻڌي سڀئي رشي چوڻ لڳا تہ ”هي
ڪرپاساگر، هيءَ ٿيڻ جي ڳالهه نه آهي جو هي درشيہ پرپرڪاش
جڳت سوئم پرڪاش ٿي نظر اچي. توهين ڪرپا ڪري سمجهايو
تہ ڪهڙي پرڪار اهو سمجهجي."

اهو ٻڌي سري برهما فرمايو تہ ”هي پترو، انهه ڪرڻ
جي ورتي جا ٻاهر نڪري ٿي تنهنڪي انس جنمن جا سنسڪار
پيل آهن تنجي ڪري هوءَ پدارٿ جو آڪار ٿي وڃي ٿي.
پهريائين ڪان اندر پدارٿن جا سنسڪار پيا آهن، تنهن مان جنهن
پدارٿ جو سنسڪار اُٿي ٿو، تنهن پدارٿ جي ڏسڻ لاءِ اندران
ورتي اُٿي ٿي ۽ انهيءَ پدارٿ جو آڪار وٺي ٿي. توهين انهيءَ
ورتيءَ کي اُٿو هلايو يعني ورتيءَ کي پدارٿ جو آڪار وٺڻ نہ
ڏيو. پنهنجي اصلي آسڻ ٿي قائم وهو ۽ ويچاريو تہ پاسڻ سياءُ
ڪنهن جو آهي. جڙ شيءِ جو پاسڻ اٿو ٿهي. اهو چيتن جو ئي
سياءُ آهي.

انهيءَ ڪري نام روپ سنسڪارن کي سندن مول ڪارڻ
اگيان سان گڏ ڪاٽي ٻج سياءَ ۾ قائم ٿيو ۽ وري پهر پالتيءَ جو
درشن ڪريو تہ سڀ پدارٿ سوئم پرڪاش روپ ڏسڻ ۾ ايندا
۽ نام روپ آلمڪ وشو بہ سوئم پرڪاش نظر ايندو. پرڀاڻ سان
گڏ پنهنجي هٺڻ ۽ اٿي پهر جو نام روپ ۽ ٻس جي واشنا رهي
ئي لن سڀني جو وسارو ڪري پوءِ ڏسو." مڻيون اپديش ٻڌي

سيٺي رشي جوت ۾ جوت مالڪ ٿي ويا. مٿين بيان کي وڌيڪ
صاف ڪرڻ لاءِ هيٺيون ٽڪر يوگ واسشٽ مان ڏجي ٿو:-

" آڪاش ڏس. چندرما سج ۽ تارا ڏس. رشي مني ڏس.
سيٺي کي آڪاش جاءِ ڏيئي رهيو آهي. مهاپرشن وانگر سيني
کي جاءِ ڏيندي به سدا اسنگ رهي ٿو. هنکي ستو ۽ ڪنو هڪ
سمان آهن. سرڳ، نرڪ سڀ اسٿان هن ۾ آهن. ڀوتڪ ۽ ابوتڪ به
هن ۾ رهن ٿا، پر آڪاش انهي ۾ هڪ رس آهي، اسنگتا ڪري
وڪارن کان رهت آهي ۽ جيئن گياني جو من سڀ جاءِ لي
لوليپ رهي ٿو تيئن آڪاش سيني پدارٿن کان اسنگ ۽ نيارو
آهي ۽ مهاتما پرشن وانگر سرو وياپي آهي. هي آڪاش، تون
ڪهڙو آهين؟ سڀ پرڪاش تو ۾ اندڪار ٿي ڏسڻ ۾ اچي ٿو.
اها اچرج جي ڳالهه آهي. هي آڪاش! تون سيني جو آڌار ڀوت آهين.
توکي جيڪي شؤنيه چون ٿا سي مورک آهن. ڏينهن جو تو ۾
سفيدي نظر ٿي اچي، رات جو تو ۾ اندڪار ٿو ڏسڻ ۾ اچي ۽
سند يا ڪال جو تو ۾ ڳاڙهاڻ ٿي ڏسڻ ۾ اچي. پر تون تنهي
کان نيارو آهين. اهي ٽيئي ساتوڪ، راجس ۽ تامس گڻ ڪري
تسليل ٿين ٿا. تون انهن جي هوندي به اسنگ آهين. هي آڪاش!
تون نرمل آهين. جيتوڻيڪ تو ۾ پرڪاش ۽ گرمي تسليل ٿئي ٿي،
پر تون سدا جيون جو ٿيون آهين. اهو تنهنجو اتيه روپ آهي.
چندرما تو ۾ سردي ڪري ٿو. سورج گرمي ڪري ٿو. تيرٿ
ڀوتڪ استان آهن. پاپي ابوتڪ آهن. پر تون جيون جو ٿيون سڀ ۾ هڪ
سمان آهين. آواز کي مٿي وچڙ يا همت لهڻ ۾ تون ئي تو مدد ڏين.
تون ئي پنهنجي مهما پاڻ تو ڄاڻين. ٻيو ڪو ڄاڻي سگهندو. تون قوڻي
رهت ادويت آهين. تون ئي سڀ کي رکي ويٺو آهين. ۽ سيني
جو ارٿ تنهنجي ڪري سڌ ٿو ٿئي. ڪڪ ۽ جل همت وڃن ٿا
۽ تون سڀ کان مٿي آهين ۽ وياپڪ آهين. الڪ پدارٿ تو ۾

اُپڄن ٿين ٿا ۽ لئه ۾ ناس ٿين ٿا، پر تون سدا هڪ سمان آهين.
جنهن پاڻ مان ڇڙڪون لڪون ٿيون ۽ پاڻ ۾ لين ٿين ٿيون، تنهن
تو ۾ بي شمار جڳت اُپڄن ۽ لين ٿين ٿا. تون سدا هڪ، جيئن
جو تيئن آهين. جي تو کي "ڪجهه نه" ڪري ٿا سمجهن سي
مورک آهن. هي رامچندر اهڙي آڪاش جو بيان ڪيو. اهڙو آڪاش
آتما آهي، جو چيتن آڪاش آهي تنهن ۾ بي شمار جڳت اُپڄن
۽ لين ٿين ٿا. جو سڀني جو آڌار آهي ۽ سڀ کي پاڻ ۾ رکي
ويٺو آهي ۽ سدا بي سنگ آهي. اهڙي چد آڪاس کي نمسڪار
آهي. هي واچن، اها ٽپرس جي ڳالهه آهي جو جيڪو سدا
ايڪرس آهي تنهن ۾ گهٽاپٽو پاسي ٿو. اهائي مايا آهي."
اڄان به وڌيڪ کول اڀياسيءَ لاءِ ڏني وڃي ٿي.

استي = من سهت وشئي ڪٿه = اقر اوستا.

پالتي = من جي استيءَ ۾ ورتي = شڌ ڌيان جي شروعات واري اوستا. ٽريٽي اڃا آهي.

ٻريہ = جيڪي آهي سو پاسي ٿو، سو ٽي پيارو آهي.

وڌيڪ سمجهاڻي ٽربياڻ ٻرڪرن جي ٢١ اڌياءَ ۾ سري وسشٽ بيان ڪئي آهي.

پهنبواچ:- هي منيشور، پراڻ هوبه ديش مان پيدا ٿئي ٿو. اهو ساه
باهر نڪرڻ سان ١٢ آڱرن تائين وڃي ٿو. اتي استت
ٿئي ٿو. اتان اتي وري اُهان روپ ٿي اندر اچي ٿو
۽ هردي ۾ اچي استت ٿئي ٿو. ٻاهرئين آڪاش ۾
جو ٻران گڏجن ٿا سي گرم آهن ۽ هردي آڪاش ۾
جو اندر ساه اچي ٿو سو ٿڌيءَ وانگر سيتل آهي ۽
۽ جڏهن چندرما روپ اپان سورج، روپي پراڻ ۾
ملي ٿو اتي سڀ ٽٽو آهن ۽ تن ۾ جنجو من قائم ٿئي
ٿو تنهنکي ڪوبه دک ٽٽو ٿئي.

١٢ آڳو ٻاھران جو آڪاش آھي اٿان اپان روپي چندرما
وانگر سيتل وايو نڪري ھردي پراڻ وايو سان جو
سوريه وانگر گرم آھي ملي ٿو. پر ملڻ کان اڳ واري
مڌيه اوسٿا ۾ جنھن جو من لڳو آھي اھو پرم پد کي
پائي ٿو. پراڻ ۽ اپان روپي ھردي آڪاش ۾ سورج
۽ چندرما جو پيدا ۽ لئه ٿيڻ ٿئي ٿو تن جي پرڪاش
ڪري ھردي ۾ جو ڀاسڪر ديو آھي تنھنکي جو
ڏسي ٿو سوئي ڏسي ٿو. پران اپان جي اندر جو
شالت روپ تتو آھي تنھن ۾ جڏھين جگياسو اسٿت
ٿئي ٿو تڏھين ڪوسو نٿو ٿئي.



# گل اوڻيهون

## آهم برهم اسمي ۽ ٻيا مها واڪيہ.

گيان جي حاصل ڪرڻ لاءِ مها واڪين جو (۱) شروڻ (۲) منن ۽ (۳) ندياسن ضروري چيا ويا آهن. ڇو اهي ٽي لفظ ڪم آندا ويا آهن تن جي صفائي ڪرڻ ضروري آهي. جيڪو اڌم جگياسو آهي يعني جنهنجو وويڪ اڻ گس آهي، جنهنجو ويراڳ بلڪل اڌم ۽ هميشه هڪ رس آهي؛ جنهن ۾ اندرين جي روڪ، من تي ضابطو، دک سک هڪ سمان آهي ۽ دنيا ڏانهن دل ٻاهيل اٿس، جنهن جو هر وقت آتما ڏانهن لاڙو آهي ۽ جنهن جي گرو ۽ سڀ شاسترن ۾ شرڌا آهي ۽ ڇٽڻ جو ڏاڍو انتظار اٿس اهڙو شش ڇڻ نہ ڇيٽڻ جي دکيل دونهين واڱر آهي، جنهن کي رڳو تيلي ڏيڻ جي دير آهي تہ يڪدم ٻاهہ لڳيس، اهڙي جگياسوءَ واسطي شروڻ ڪافي آهي. مها واڪيہ ٻڌڻ سان سچي سروپ کي ڄاڻي ٿو ۽ اکنڊ آڪار ورتيءَ ۾ هنجو رهڻ ۽ جيئڻ ٿئي ٿو.

مڌيم جگياسو، مهاواڪين جي سمجهاڻي ٿو چاهي ۽ ستگرو هن کي لڪشڻا ويہ سان آپاڌ ين کي ٻري ڪرائي، اصل سروپ سمجهائي ٿو. اهڙيءَ سمجهہ کي پڪي ڪرڻ لاءِ هنکي ويچار جي گهرج آهي. هنجي من ۾ جو سنسڪارن ڪري، جيو ڀاو جو ڀرم پيل آهي انهنجو مٽائڻ ضروري آهي. اهڙيءَ لاءِ سڀ شاسترن

جو ٻڌڻ ۽ سمجهڻ ۾ نهايت ئي سولا ۽ سنا آهن. ايڪتا لاءِ مها واڪين ۾ محڪم نيٺ ضروري آهي. جنهن ڪنهن به پرش جو آهي ته دولتن کي ڦوڪيندو ئي رهجي ته ڪو به ڪانه ٿا ۽ لوه مان موافق شيءِ تيار ڪجي.

ڪنشت جگياسو کي وڏي محنت جي گهرج آهي. هن ۾ عقل زور آهي. سولائيءَ سان سوالن جا جواب انگيڪار نه ٿو ڪري. هن لاءِ ويچار سان گڏ لکي ۽ گهڻي وقت لاءِ هلندڙ ابياس جي گهرج آهي. جهڙي طرح ڏاڍو هڪ هڪ ڪري پٿر ۾ وجهي ٿو ته ڪپڙو اُڇي ٿو تهڙيءَ طرح ابياس ۽ ويچار سان اوت پروت اکنڊ آڪار ورتي حاصل ڪجي ٿي. هن ڳالهه کي سمجهائڻ لاءِ سري ستگرن جي هڪ اوڌوت سان جا ملاقات ۽ ڳالهائڻ ٿيو اهو ڏيڻ واجب آهي.

هڪ وقت صاحبن جو رهڻ نانڪ روڙي ۾ باتولي وٽ ٿيو. سندن سامهون ڪجهه پري هڪ اوڌوت به رهيو پيو هو. ڪو شاهوڪار هن وٽ رسوئي کڻائي آيو پر اوڌوت کائڻ جي نه ڪئي. شاهوڪار جي هيڏانهن هوڏانهن نهارڻ تي کيس صاحب نظر آيا ۽ انهن لاءِ به رسوئي گهرايائين ۽ پنهي کي پرساد ڪرايائين. هڪ اڌ رات جو اوڌوت صاحبن جي ويجهو آيو ۽ چيائين ته ڪجهه ڳالهائيندا. صاحبن فرمايو ته توهين پنهنجي اوستا تي ڪجهه ڳالهايو، پوءِ اهڙي مطلب سان اسين به ڳالهايون. هن پنهنجو يقين ويراڳ شنڪ جو هيٺيون شلوڪ چئي ظاهر ڪيو.

"شانت پرڪاش سوروپ پرت لسو سرو دا هوءِ
سرشٽ استت لئه ڪسوب اِن ڌوشش پاسڪ سوءِ."

معنيٰ - منهنجو سو روپ شانت آهي. اها شانت پرڪاش روپ آهي. مايا ۾ جي پيدا، قائم ۽ لئه جون حرابون

آهن تن کان نيارو آهي. سورج ۽ چندرما هن جي
پرڪاش ڪري روشن ٿين ٿا. صاحبن کي اهو
جواب بلڪل وڻيو ۽ ڳالهائڻ لاءِ تيار ٿيا ۽ چيائونس ته
جهڙي پڇندين انهيءَ جو جواب وڏي خوشيءَ سان
توکي ڏيندا سين.

اوڌوت چيو ته منهنجي، من کي شانتي نه آهي. ٿيم اٿم
ته گرم ڪپڙو نه پايان ۽ باهه اڳيان ڪاٺ ٻاريان. پر جي ڪو باهه
ٻاري يا گرم ڪپڙو آڻي ته ڪپڙو واپس ڏيان ۽ باهه ٻارڻ نه ڏيان.
پر وري انهيءَ ڪري دل کي آرام به نه اچي ۽ چوان ته اٿين ڇو
ڪيم. اندر ۾ پيو جهيڙو هلي. صاحبن هنکي چيو ته ويچار سان
دل کي همت رکجي ۽ پٺ کي اجايو تنگ نه ڪجي ۽ مٺ نه ڏجيس.
پوءِ هيٺيون مثال ڏنائونس.

”هڪ غريب جوڙو ڪنهن هنڌ ننڍي گهر ۾ رهيل هو.
سارو ڏينهن هنن ڪونه کاڌو هو. مٿان اڌ رات ٿي وئي. هڪ
چور ڪات هٽي ان گهر ۾ گهڙيو ۽ استريءَ کي پنهنجي پتيءَ کي
چوندو ٻڌائين ته پتي مونکي افسوس آهي جو توهان اڃان ڪونه
کاڌو آهي. اهو ٻڌي چور کي قياس پيو ۽ ٻاهر نڪري پرسان
وهاڻ ۾ پٿي ٿيو اُٿي آيو. ٻاٽڪي مزور سڏائي ديگ ورا هنڌ ڙن
کي چيائين ته ڪنهن عزيز يا ٻراڌريءَ ۾ ٿالهه موڪلڻو هجيو ته
ڏيوم ته وڃائي اچان ۽ ٿالهه وٺي ان گهر ۾ آيو ۽ ٻکايل جوڙي
کي ڏنائين. انهن قبول نه ڪيو ۽ چيائون ته اهو اسان لاءِ نه
آهي. جڏهن سندن ٿالي ٿي وٺي آيو تڏهن ورتائون. اها
ڳالهه ٻڌائي سمجهايائونس ته جڏهن گرهستي به هنڌو سهارو ۽
ايشور جو آسرو ٿا رکن ته اسان تياڳين کي ته وڌيڪ شانتي ڇٺ
لڳڻ کپي. ٻرالپند ڪنهن کي نه ٿي ڇڏي. صاحبن اهو مثال
اوڌوت کي ٻڌائي وڌيڪ چيو ته —

"جهڙي ٿيهي آووي ٿيهي پيئي گذري
پيٺ ري من صبر کي هجري."

اسان جو ڪم آهي آتما جو ويچار، آتما جو جاپ، آتما لئي گفتگو. اهڙي آءِ طرح سان پنهنجو وقت گذارڻ ته بس جا ڏرو پاڻيهي پيا پالبا. "بس ته ٿيڻ برهم پوري آهي. هر ويرو هنگي لنگه ڪرڻ مان ڪهڙو فائدو. جي موافق ڳالهيون ٻئي اچن ته هر ويرو هننکي ڏکجي ڇو ۽ ٻوءِ سڙ جي ڇو. پرمارٿ جي درشٽيءَ سان ڏسبو ته اسان ۾ نه آهي ڪائڻ ۽ نه ڪا ٻي ڪريا. اسين شانت روپ آهيون. دل کي انهيءَ اکنڊ ورتيءَ ۾ اهڙو جوڙجي جو ٻين چٽوائن جو وقت ئي نه ملوس. جي ايپاس جي وقت، مان شانت روپ اڪر آهيان نه جڏهين انهيءَ اڪر مان تو ٿي پرا جي صورت وٺي وستار ڪريان ٿو تڏهين به مون ۾ ڪا هاڃي ڪا نه ٿي ٿئي. جي هوا لڳي ٿي يا مائي ۾ آهي نه هوا ۾ ڪو قيرو ڪونه ٿو اچي. جيئن ڪنهن چيو آهي -

"پڌي الهت جي جهٽڪار- در ٿن ٿار لڳي."

مٿئين اوڏوت سان سنواد جو احوال پڌائي سري ستگرن ڪرپا ڪري اسان ٻالڪن ڏي اشارو ڪري فرمايو ته توڙي توهانکي اپديش ته ڪيل هجي پر تڏهين به ويراڳ ۾ ايپاس کان سواءِ جيون مڪت جو فائدو نه ٿو حاصل ڪري سگهجي. انهيءَ تي هڪ فقير جو جواب پڌايائون ته جڏهين هنکان پڇيائون ته توکي ڪُلو ڪولهي نه چيائين،

"سرمٽ برهنه لمستم دارم ڪُلائي چار ترڪ
ترڪ دنيا ترڪ عقبا ترڪ مولا ترڪ ترڪ."

معنيٰ- منهنجي ڪلي کي چار پاسا ڇئن ترڪن جا آهن.
(۱) ترڪ دنيا (۲) ترڪ عقبا، (۳) ترڪ مولا، (۴) ترڪ ترڪ.

يعني هن دلما جو لوڪ، سرگ آد جو لوڪ، ڪر ڀاو شش ڀاو، ٻالهپڻي ۽ داتار پڻي جو لوڪ ۽ خود لوڪ ڪان به آجو آهيان يعني نه سرو ڀرپور يا پورڻ آهيان. نه ڪجهه گرهڻ ۽ نه ڪجهه تياڳ.

آخرين ڏاڪو آهي سرو ڀرپورتا تي وڃڻ يعني نه نه ڪنهن ڪان خالي، نه ڪو ڪالهس خالي.

هن لاءِ درو ڀڳت ۽ وشنوءَ جي وارتا ٻڌائڻ به واجب آهي. درو جڏهين راجائي گهر ڇڏي ٻن روانو ٿيو ته هنکي وياڪل ڏسي نارد رشيءَ چيو ته ”درو! وشنو مهراج جو ڌيان ڪر ته هو تنهنجي سهائتا ڪري ۽ سچو سک بخشي.“ درو انهن ڌيان ۾ لڳو رهيو ۽ وشنو مهراج هنکي سچو اپاس ڏنو. جڏهين جڏهين وشنو مهراج هن وٽ ايندو هو ته ڏسان ته هن ڪيترو واڌارو ڪيو آهي، تڏهين تڏهين موڪلائڻ وقت دروءَ کي دک ٿيندو هو. پوئين ڀيري جڏهين وشنو مهراج موڪلايو ته دروءَ چيو ته ”پرڀو! توهان ۾ اچڻ وڃڻ ڪو نه آهي. توهان حاضران حضور آهيو.“ وشنو مهراج اهي اکر ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ چيائينس ته دروءَ انهيءَ وقت لاءِ ته مان سڪيس پئي ته تون ڪڏهين پورڻتا انڀو ڪندين.

جڏهين من کي وشين کان ويراڳ ايندو ته ڏهين ئي اندر رستو ٿيندس. اها جڪ جڪ ٻند ئي ته شالس سويم روپ جو پاڻتني اهڙو اثر ٿيندو جو اندر ٻاهر هن ڪان سواءِ ٻيو ڪي به نظر نه ايندو. اهڙي ئي ڏيئي ٻل ٻل عمق مان اوچا موڙي ليندا جي اسان جو عقيدو پڪو به ڪندا ۽ وڌڪار جسي به واقفي ڏيندا. ٻه ئي ساه ڪدما لڌهن ۾ ڇا حاصل ٿيندو. اهڙس اهڙو هجي جيئن سري ڪرشن گيتا ۾ چيو آهي ته جيئن شالس هوا ۾ جوت جو اکنڊ ٻرڻ لڳي ٿو، تيئن اسڪس ڌيان وارو آتما ۾

قائم رهي ٿو. انهيءَ ڪي ئي لڏ ياسن چئجي ٿو. جيئن ماکيءَ جي ڏارا سنڌين ليڪ وانگر هيٺ ڪري ٿي، تهڙي طرح ئي ڏيانيءَ جي ورتي هٺ ڪئي. جهڙي اندر اکنڊتا تهڙي ٻاهر اکنڊتا اڀيو ڪجي. لڏهين ئي چئبو ته ايياس برابر آهي. مختصر طرح ته ويراڳ ۽ ويچار ۽ ايياس جي مدد سان ئي مها واڪين مان لاڀ حاصل ڪري سگهبو.

هنن ۽ ٻين مها واڪين جو سوکيم ويچار ئي اکنڊ ايڪتا جو اڀيو ڪرائيندو. چار مها واڪيه انهيءَ لاءِ هيٺ ڏجن ٿا ته سوکيم درشٽيءَ سان پڙهڻ ۾ اچن.

(۱) پرگيانم آنندم برهم:- پرگيان جي معنيٰ "اصلي ڄاڻ" ونڻ ڪپي ۽ نه "ٻڌي". جيو ۽ ايشور جي ٻاڻ ۾ وشيشڻ ايڪتا نه آهي جو جو اها ليلي گل وانگر خاصيت نه آهي. "پرگيان" ٻڌي جو اصلي سوروپ آهي.

(۲) اهم برهم اسمي. آتما ۽ برهم جي ٻاڌ سمان اڏ ڪرڻتا آهي يا مُک سمان اڌ ڪرڻتا؟

جواب- "اهم" ساکيءَ سان لڳي ٿو. ان جو ٻاڌ يا هاڃي نه ٿي قبول ڪري سگهجي. ڪاڻيون نه آهن جو هو جڏهين سڙن لڏهين ٻاهه پيدا ٿئي. منهنجي برهم سان مُک سمان اڌ ڪرڻتا آهي، جيئن جل جي جل سان.

(۳) تت ٿوم اسي- بعد ۽ ٿوم جي سنسرگ واڪيارٿ ايڪتا يا اکنڊ واڪيارٿ ايڪتا آهي؟

جواب- سنسرگ يا انش انشي ايڪتا لڏهين چئجي جڏهين آتما برهم جو هٿ وانگر عضوو هجي پر اهو نه آهي. هنجي اکنڊ واڪيارٿ ايڪتا آهي جيئن گهٽ آڪاش ۽ مها آڪاش جي.

(٤) ايم آتما برهم - انهيءَ ۾ اَدِيسٽ ايڪتا نه آهي، يعني جيئن لوڙيءَ ۾ نانگ جي. چاڪاڻ ته اها ڪلپنا ٻن پدارٿن جي وچ ۾ آهي جي جدا جدا آهن. اهڙيءَ طرح چارئي مها واڪ جيو برهم جي اکنڊ ايڪتا نه ڏيکارين ٿا.

(ناراڻ هري ايڊيشن مان مدد ورتل.)

هي بيان خاص ڪري گيانين جي لاءِ ڏيکاريو ويو آهي ته ايڪتا لاءِ چڱو خاصو ويچار ڪري هڪ اکنڊ آڪار ورتي ۾ پريم لڳائين ۽ جيون مڪتيءَ جو لاڀ وٺن.



# گل ويهون

## هندو ڌرم ۾ مت متانترن جي سمجهاڻي.

سري شنڪر آچاريه جي جيون چرتر چڱيءَ طرح پڙهي نه خبر پوندي ته ڪئن نه هن اوچي ۾ اوچي ويدانت جي پرسنڌ ڪرڻ واري، جدا جدا مت وارن سان نرمل ۽ نرپکيه لهوني همت ڪري جيڪي خرابيون هن کي جدا جدا متن ۾ نظر آيون، سي ڪڍائي، هنن متن کي پوتر ۽ صاف ڪيو، پر هنن جو ناس نه ڪيو. هندو ڌرم جي اهائي اُتم سکيا آهي ته جدا جدا متن کي جي اوچي پد کي پهچڻ لاءِ ڏاڪا آهن، رد نه ڪيو وڃي، پر انهن ۾ جا چڱائي آهي تنهن جو بيان ڪري منجهائن گهڻتاين ڪڍڻ جي صلاح ڏني وڃي. جيئن ورئي سري مد ڀڳوت گيتا جو اڀياس ڪبو ته ڏسڻ ۾ ايندو ته جگياسوءَ جي اڌڪار پٽ ڪري جدا جدا پاٿ کي اُتم ڪري ڏيکاريو ويو آهي. مثال طور ڪڏهن ڪرمن کي ته ڪڏهن نشڪام ڪرمن کي، ڪڏهن يوگ کي، ڪڏهن سنياس کي، ڪڏهن گيان کي سريشٽ چيو ويو آهي. حقيقت ۾ ته موافق جگياسوءَ کي پنهنجي واڌاري آهر جيڪا سکيا اُتم لڳي، اهيءَ ئي ڀلي. اهڙي شنڪا، گيتا جي هڪ شاگرد صاحب اڳيان عرض رکي هئي، صاحب جواب ۾ چيس ته هندن جو اُتم شاستر هڪ ڏيگ والنگو آهي، جنهن مان پنهنجي اُنتيءَ آهر شرڌالو جوڳو ڪاڌو ڪڍي ڪائي.

هڪ ڀيري منهنجو لونائولا وڃڻ ٿيو. ٽڪرين ۽ سنڌن
وچ ۾ وادين جو سير منهن جي منڊ ۾ ڏاڍو دلڪش ۽ وڻندڙ لڳندو
آهي. هڪ هنڌ هڪ ٽڪر جي پاسي تي ڳاڙهو رنگ لڳل نظر
آيو. ڳوٺاڻي، جنهن اسانکي سير تي ڪرايو، چيو ته هيءَ "ديو"
جي پوڄا جو هنڌ آهي. هڪ ٻئي هيٺ واديءَ ۾ ڦٽو ڪيائين،
پراڏي ڏي ڌيان ڇڪائي چيائين ته "اهو 'ديو' جو آواز آهي."
ننڍڙو ڳوٺ پرسان هو، جت ٿوريون جهوپڙيون هيون ۽ ڪجهه
چوپايو مال هو. هڪ چشمو به پرسان هو جنهن لاءِ سڀني کي
عزت هئي. چيائين ته اسانجي ڳوٺ ۾ سُلُوڪ آهي، چوري يا
ٺڳي وغيره ڪانه هئي. هنن ڳوٺاڻن جي سادي سودي رهڻي
هئي ۽ سادو سودو يقينو ۽ ڌرم هو، پر گهڻن وڏن ڳوٺن ۽
۽ شهرن جي ماڻهن کان رهڻي ڪهڻي ۽ وهنوار سٺو ۽ سچو هو.
منهنجي هڪ دوست جنهنکي ساري هندستان جي وهنوار ۽
واپار جو آزمودو آهي، چيو ته "جئن دکن هندستان کان مٿي
اتر ڏي هلجي، تئن ڌرم ۾ سچائي گهٽ ڏسڻ ۾ ايندي.
اهو سادو رهڻ جو نمونو ۽ سولو ڌرم سٺو، جو ٿورڪ ڪمن ۾ نه
رکي ٿو."

جن ڪجهه شلوڪ پڙهي پڙهي هڪ مت کي پنهنجو اتم
خزانو سمجهيو آهي، انهن لاءِ واجبي ۽ ضروري آهي ته پنهنجي
علم ۽ واقفيت جو مرڪز وڌائين ۽ ويدڪ کان ويدڪ اثر شاستر
نظر مان ڪڍي ۽ اوچن سڀ پرشن جي سنگت ڪري هندو
ڌرم مان ويدڪ اوچا آدرشي ڦل هٿ ڪري، پنهنجي جيوت
سڪدائي ڪن.

ٿلهيءَ نظر سان جي هن وقت جي هندستان ۾ نظر ڦيرائبي
ته ڪوهه يا ڳالهه جي ڏيڏر وانگر پنهنجي نظر ڪوهه وڌائڻ لاءِ تيار
نه آهي. مثال طور هڪ دفعي هڪ خالصي چيو ته "اسان جو

مت پڪتي آهي.“ جڏهن سکمڻي صاحب جي ايڪهي اشٽپديءَ
ڏي هن جو ڌيان ڇڪايو ويو ته گوتمائي ڪرڻ لڳو. اهڙيءَ
طرح هڪ جين پنڊت واري اهنسا تي زور ڏنو، پر ڇو اهنسا تي
ڪجي تنهن جو جواب نه ڏيئي سگهيو. جڏهن سوال ڪيو ويس
ته هيڏي سرشٽي ايانظهار جي عقل ۽ رهبريءَ کان سواءِ ڪيئن
هلي سگهندي؟ ته جواب ڏنائين ته ”اها طاقت به ’قدرت‘ جي
آهي.“ اهڙا ماڻهو نه پاڻ پنهنجو عقل هلائين ۽ نه ٻئي کي سمجهڻ
جي ڪوشش ڪن. اسان مان جنکي وڏيڪ گيان نصيب آهي
تن کي انهيءَ باري ۾ ڪجهه وک، ڪٽڻ کپي ۽ نه رڳو عقلي ماڻهن
لاءِ ڪتاب ظاهر ڪرڻ کپن پر عام ماڻهن لاءِ به. عملي ۽ سولي
نموني ۾ آدرشي حياتيءَ تي ڪتاب لکڻ کپن. ويدانتي اوچا مت
چوڻ ۽ سمجهائڻ ۾ اهڙا ڏکيا نه آهن، جهڙا عمل ۾ آڻڻ ۾.
ٻاهران چئجي ته آتما هڪ آهي پر وهنوار ۾ هلجي ڀيائي؛
اهو اسانجي شان تي ٽڪو آهي. وايدانت سار ۾ اپنشدن جون
شرتيون ڏيئي جدا جدا مت صفائي سان ڏيکاريا ويا آهن ته
انهن ۾ ڪهڙي گهٽتائي آهي ۽ اصلي حقيقت ڪئن آهي.
پاٺڪن جي سهوليت لاءِ ان مان مدد ورتي ويئي آهي.

(١) چارواڪن جو مت ته ”انمئي ڪوش يا بت ئي آتما
آهي،“ انهي لاءِ تيتريه اپنشد جي هو هيٺين شرتي ساکي طور
ڏين ٿا. ”س وا ايش پُرشو انرسمئه“. هاڻي ٻڌندڙ غور ڪندو ته
ڏسندو ته ان تي زور آڻي بت جو خيال ڇڏيندو ۽ بت جي اندر
جيڪي آهي تنهن ڏي ڌيان وجهي سگهندو. انگريزيءَ ۾ انهيءَ
نموني جي سيکارڻ کي چئجي، ”ڄاتل مان اڻ ڄاتل ڏي وڃڻ“.
ويدن جو مت آهي ته آتما ٽنهي ڪالن ۾ آهي يعني ست آهي.
چيتن يا ڄاڻ روپ آهي ۽ آنند روپ آهي. ساهه وڃڻ تي
بت ناس ٿئي ٿو. مڃهس ڄاڻ ڪاله تي رهي ۽ دک روپ ٿي

ٿو ٿئي. ويچار ڪبو ته اهي ٻه ڪري ٻنهي آتما ٿي نه سگهندو.
برهدارڻيڪ اپنشد ۾ هيٺين شرتي آهي.

”استولم ان اڪنيم اڪراد رگهم“

”آتما ٿلهو نه آهي، سنهو نه آهي، ڊگهو نه آهي، ٻندرو نه آهي.“ مٿين شرتي صفا اکين ۾ ٻنهي جا لڇڻ ڏيکاري انهيءَ مت کي رد ڪري ٿي.

گرنٿ صاحب مان شاهدي:-

”جو ديسي سو سگل ٻناسي، جئن بادل کي ڇايا.“

جئن نه ٻنهي ڏسڻ ۾ اچي ٿو تنهنجي ڪري ناسوان آهي. آتما کي سيڪو ناس ڪان رهت قبول ڪري ٿو.

(٢) چارواڪ، جي اندرين کي آتما سمجهن ٿا، سي چون ٿا ته جي اندريون ڪم نه ڪنديون ته ٻنهي جي ڪريا نه رهندي. جنهن جون اکيون ڪم نٿيون ڪن سو ٻاڻکي اندو ٿو ڪوئي نه مان اندو آهيان. هيٺين ڇاندوگيه اپنشد جي شرتي ٻنهنجي مت کي سڌ ڪرڻ لاءِ ڏين ٿا.

”کي هه پراڻه پرجا پتن پترم ايتيواچ.“

نه اندريون پنهنجي پتا پرجا پتيءَ کي چوڻ لڳيون. اهڙن ماڻهن کي منبڪ اپنشد جي شرتي ڏسڻ کپي:-

”اچڪشيوه، آشرونم، تد پاڻي اپادم.“

هو نه اکيون نه ڪن نه هٿ نه پير آهي. اندرين سان سمت چت لڳي نٿو سگهي.

(٣) چارواڪ جي پراڻن کي آتما ٿا سمجهن سي چون ٿا ته جڏهن اندرين ۽ پراڻن جو جهڳڙو ٿيو ته اسان ۾ الم ڪير آهي، تڏهن اندرين جي هڪ هڪ اکرڻ لي ٻنهي جيئندو رهيو، پر جڏهن پراڻ نڪتا، تڏهن ٻنهي ڪري پيو ۽ ساک ڏين ٿا ته تمتريه اپنشد ۾ شرتي آهي ”الهو انتر آتما پراڻ مئه“. هندکي جواب

ڏجي ته سمهڻ مهل پرش جا پراڻ برابر هلن ٿا، پر اگمات آهن جمڻ اَجات شترو هڪڙي برهمڻ کي چيو ته ”وید آتما کي سڀ جو آنند چون ٿا. پر اگمات پراڻ آتما تي ٽڪا سگهن.

(٤) چارواڪ جي من کي آتما ٿا سمجهن، سي تيتريه اپنشد جي هيٺين شرتيءَ کي ساک طور چون ٿا. ”انيو انتر آتما منو مئہ.“ ۽ چون ٿا ته من جي ڪرمنتي اندريون ۽ پراڻ هلن ٿا ۽ جنهن جو من برابر نه آهي، انهيءَ جو وهنوار برابر هلي نٿو سگهي. هن جي جواب ۾ چئجي ٿو ته منڊوڪ اپنشد ۾ آهي. ”اپراڻو هيہ اَمنہ شُڀرہ“ هو نڪي پراڻ آهي، نڪي من آهي ۽ شُڀ يا پوتر آهي. تيتريه اپنشد هڪ جي اندر پنج ڏيکارڻ سان شرتيون چيون آهن ته جگياسو جئن جئن سوکم درشٽيءَ سان ڏسي ٿو تئن تئن هنکي وڌيڪ اندريون آتما ڏيکاريو وڃي. آتما جي حقيقت ڪري معنيٰ آهي ”مان.“ جئن سوکم درشٽي ٿيندي، تئن انهيءَ ”مان“ جو به سوکم پاڻ اپٽو ڪري سگهبو. تيتريه اپنشد انهيءَ نمولي آتما کي وڌيڪ سوکم طرح ڏيکاري ٿو.

(٥) ٻڌ مت وارا مڃين ٿا ته ٻڌي يا وگيان من کي هلائي ٿو ۽ ڪٽ ڪٽ ۾ نئون ٿئي ٿو. هن جي تصديق ۾ تيتريه اپنشد جي شاهدي ڏين ٿا. ”انيو انتر آتما وگيان مئہ“. سياڻو ماڻهو وهنوار ۾ سوڌو هلي ٿو، من کي قائدي ۾ رکي ٿو پر آتما اڪرتا آهي:-

”اننت يہ آتما وشو روپو هيہ اَڪرتا“

سوئيمت سوالو اپنشد.

(٦) پرڀاڪر ۽ تارڪ مت وارا (اڄاڻ) آنند مئي ڪوش کي آتما مڃين ٿا ۽ وري تيتريه اپنشد جي ساک ڏين ٿا. ”انيو انتر آتما آنند مئہ“. پر خيال ڪجي ته گهريءَ ننڊ ۾ ٻڌي اڄاڻ روپ آنند مئي ڪوش ۾ گم ٿئي ٿي پر آتما اڄاڻ روپ نه آهي؛

جنهن ڪيولم اپنشد ۾ آهي ته ”نه ڇه استي ويتا مهه ڇس سدا
هم“ مونکي ڪير نٿو ڄاڻي سگهي. مان اڪيلو ڄاڻ آهيان.

(٧) پٽ مت وارا آنند مئه ڪوش جي اگيان جي ڄاڻ روپ ”پر گيان گهن“ کي آتما مڃين ٿا.“ ”ٻڌي سنسڪار“ اگيان جي پڙدي سان ڍڪيل آهن پر وگيان جو ناس نه ٿيو آهي. جنهن ڪري ننڊ ۾ داتا ناس نه ٿيا آهن پر ٻيڪ ڪري ڍڪيل آهن، ۽ پنهنجو ڪم نٿا ڏيئي سگهن. هي مانڊوڪيه اپنشد جي هيٺين شرتي تصديق ۾ ڏين ٿا ”پر گيان گهن ايو آنند مئي“. هن مت موجب آتما اڄاڻ ۽ ڄاڻ ٻنهي سان شامل آهي. حقيقت ۾ آتما ”چن ماتر واهم سدا شو“ (ڪيولم) چيتن ۽ سک روپ آهي. آتما اگيان ۽ ٻڌيءَ سان شامل نه آهي. پر نج ڄاڻ روپ ۽ سک روپ آهي.

(٨) ماڌيمڪ (ٻڌ مت جي شاخ) ”شُون“ يعني ”ڪجهه نه“ کي آتما مڃين ٿا ۽ ڇانڊوگيه اپنشد جي شرتي شاهديءَ ۾ ڇون ٿا. ”اسدايو يدم گر آسيت.“ ظاهر ٿيڻ کان اڳي هي سڀ است هو. هاڻي ڇاندوگيه الهيءَ گمراهيءَ کي ڪڍڻ لاءِ ٻيءَ شرتيءَ ۾ ڏيکاري ٿو ته ”سديو سومية ايدم گر آسيت.“ پيارا شروعات ۾ رڳو هڪڙو هو ۽ الهيءَ کي وڌيڪ سپشٽ ڪرڻ لاءِ هيٺين بي شرتي آهي (ڇاندوگيه مان)

(٩) ”تت ستيم سه آتما“. هي ست آهي هي آتما آهي. برهدارڻيڪ اپنشد ۾ به آهي ته—

”اوُ ايم آتما پرشه    سُويجو تمر پوني“

جنهن اوستا ۾ ڀاڻ جوت سان ملي جوت ٿئي ٿو. هي ويدانت جو پورو اصول آهي، جو اسان سڀني کي معلوم ڪجي. چڱيءَ طرح هي تو مت پڙهيا ته معلوم ٿيندو ته هڪ ڪي ٻيو مت، ٻئي کي ٿيون مت رد ڪري ٿو. شرتيون اڌڪاريءَ جي يوگيتا

آهر آهستي آهستي ڳوڙهو ۽ الڊيون آلما ڏيڪارين ٿيون. الهيءَ
لاءِ هڪ شوليءَ ڪي انڪي پڙهو ۽ هنڪان اڳتي واڌيون ۽ ٻوءِ
واڌيون شوليون نه پڙهيون ته سچي ڪياڻ حاصل نه ٿيندي.
ڪنهن کي هوند ڪين ڇنجي ته تون يڪدم مئٽرڪ يا بي-اي
۾ داخل ٿيءُ. ضرور هيٺين درجي کان مٿين درجي ۾ ماڻهوءَ
کي درجي بدرجي پاس ڪبو. اهڙيءَ طرح سڀ سنگ جي
سکيا ۾ جگياسوءَ کي درجا پاس ڪرڻا آهن؛ يڪدم ٽپ ڏيئي
ڪڏ لي چڙهي ڪو نه سگهندو.



# گل ايڪيھون

## ٽي ستائون يا هستيون.

ويدانت مت پرڪي ٽي ستائون، ڪي ٻه ۽ ڪي هڪ قبول ڪن ٿا. جيڪي ٽي انگيڪار ڪن ٿا سي هيٺيون آهن:-

(۱) پرمارٿڪ ستا، (۲) وهنوارڪ ستا ۽ (۳) پرتيپاسڪ ستا.

جيڪي ٻه ستائون ڳڻين ٿا، اهي هي آهن:- (۱) پرمارٿڪ. (۲) پرتيپاسڪ. جيڪي هڪ ستا انگيڪار ڪن ٿا، اُها آهي پرمارٿڪ. سڀني جو مدار پرمارٿڪ تي آهي.

### (۱) پرمارٿڪ ستا يعني حقيقي يا آتمڪ هستي

هن مت وارا انگيڪار ڪن ٿا ته آتما کان سواءِ ٻيو ڪجهه به نه آهي. نه سنسار آهي نه جنم مرڻ آهي. جيڪي به وهنوار ۾ يا سپني ۾ تسلي طور يا وهم طور يا خيالي طور معلوم ٿئي ٿو، سو اصليت نه ٿو رکي. هن مت جو حامي مشهور سري گوڙپاد آچاريه آهي، جنهن جو مت "اجات واد" جي نالي سان پرسڌ آهي.

(۱) نه نِروڌو نه چه اُتپتر نه ٻڌو نه چه سادڪ پرماڻ.

نه مُمڪشور نه وئي مڪت اِيتيشا پرمارٿتا.

(شلوڪ ۳۲ گوڙپاد ڪارڪ وئٿي پرڪرڻ)

معنيٰ - نه ناس ٿيڻ، نه پيدائش، نه ڦاٿل، نه ڇٽڻ جي ڪوشش ڪندڙ، نه موڪش جي چاهنا رکندڙ، نه ڇٽل.

هيءَ حقيقت آهي. (سوال- اها حقيقت ڪير الڳو ڪري سگهي ٿو؟)

(٢) ويت راڳ ڀيه ڪروڌئي منيڀي ويد پارڳئي

نرو ِڪلپو هيم درشٽه پرپنچو اپشامو ادويه. (شلوڪ ٣٥)

معني- پريت ۽ دشمني، ڀؤ ۽ ڪروڌ رهت ويد جي ڄاڻو وارن سياڻن هن آتما کي وهم ۽ ڦيلائن کان آجو هڪ ادويت ڏٺو آهي.

(٣) پرمانند سو روپ ٿون، تهين ٿو پر دک ليش

آج اوناشي برهم چت، جن آتمه هيہ ڪليش

(ويچار ساگر ترنگ ٤ شلوڪ ٣٢)

هيءَ اوستا انهن مهاپرشن جي آهي جي ”حق“ ۾ گم آهن. هنن جو ادويت ۾ اهڙو پڪو نشچو آهي جو پاڻ جي گم به نه ٿي رهن. پنهنجن ڀومڪا ۾ جنهنکي استسڪتي به چئجي ٿو، گيانيءَ کي اهو فقط آتم سٽا جو رهي ٿو. ٻاهريون وهنوار ڪندي به هو اَنتر مک وريءَ سبب چِت کي سمهل رهي ٿو. انهيءَ کان به وڌيڪ اوچي اوستا آهي پدارٿ اڀاولي يا ڇهين ڀومڪا يا وهنوار ۾ سکوپت واري. اچا اوچي ٿر يا ستين ڀومڪا ليکجي ۾ اچي ٿي، جنهن ۾ رڳي آتما جاڳرتا آهي. اهي برهم گيانين جا پرالبڌ آهر درجا آهن. چوٿين کان ستين تائين سڀئي جيون مڪت آهن.

## (٢) وهنوارڪ سٽا

هن مت موجب برهم آهي ۽ سندس آسري مايا (مول اوديا) به رهي ٿي جا به انادي آهي. انهيءَ ڪري برهم ۾ نام ۽ روپ وارو جڳت اتپت، استت ۽ لئه ٿئي ٿو. مول اوديا جي هڪ حصي کي جيو جي اوديا (تول اوديا) چئجي ٿو. جنهن ڪري هي

انادي آهي، انهيءَ ڪري جيو جي ڪرمن جو ڦرائو به اکمک آهي. انهيءَ ڦرائي کي ”سنچت“ يا گڏ ڪيل ڪرم چيو وڃي ٿو. انهن مان جي ڪرم ڦل ڏيڻ جا لائق ٿين ٿا تن کي ”پرالبڌ“ چئجي ٿو. پرالبڌ جنم مرڻ ۽ هن حياتيءَ جو ڪارڻ آهي. هن حياتيءَ ۾ جي وري ڪرم ڪجن ٿا، سي وري اڳتي ڦل ڏيندا. انهيءَ ڪري انهن کي **آگامي** ڪوٺجي ٿو.

وهنواري ڪرم ٻن قسمن جا آهن. هڪڙا اهي جي شاسترن پاران ڏنا ويا آهن **وهيت** ڪرم ۽ ٻيا اهي جي شاسترن جي حڪم جي برخلاف يعني **نشيڌ**.

**وهيت** وري چئن ڀاڱن ۾ ورهايل آهن:-

(١) نتيه جي روزمره ڪيا وڃن ٿا؛ جهڙوڪ سنان، سنڌيا وغيره.

(٢) **نئميتڪ** جي موقع پٽاندڙ ڪيا وڃن ٿا؛ مثال طور:— شراڌ وغيره.

(٣) **ڪاميه** جي ڦل ملڻ جي ارادي سان ڪيا وڃن ٿا، مثلاً:- يگيه هون وغيره.

(٤) **پراشچت** جي ڪيل پاپن جي مٽائڻ لاءِ ڪجن ٿا؛ مثلاً:- اپواس، گنگا اشنان، نام جپڻ وغيره.

وهيت ڪمن ڪرڻ سان پن حاصل ٿئي ٿو ۽ پاپ جو ناس ٿئي ٿو. انهيءَ ڪري من نرمل ۽ صاف ٿيندو. وري جي انهن سان گڏ اُپاسنا به شامل هوندي ته من اسٿر به ٿيندو. نرمل ۽ صاف من ڪري ست ۽ اَست جو ڀيد سمجهي سگهبو. اهڙيءَ طرح آهستي آهستي اهڙي من واري پرش ۾ وويڪ ويراڳ شٽسمپتيءَ ۽ مموڪشتا جا گڻ ايندا ۽ وري جي اهي ڪم نشڪامتا سان ڪيا هوندائين ته گيان وٺڻ جو لائق ٿيندو، جي ڪامل ستگورو ملمس ته گيالي ٿي، ڪرمن ۽ انهن جي ڦل کي ساڙي مڪتي

حاصل ڪندو، باقي جيڪي هن جهان ۾ ڏينهن رهيل هوندس
سي پراڻيءَ الوسار ڪائيندو.

سنهي جي اپاسنا وارو نشڪامي سنهي لوڪ ۾ پهچندو ۽ برهما
جي ڪلپ تائين رهي وديه مڪت ٿيندو. پر سڪامي، ديوتائن
جي پوڄا وارو پتري لوڪ ۾ پهچندو. پوءِ پوئي وري جنم وٺندو.

مرڻ کان پوءِ جيو لاءِ ٻه رستا ڪليل آهن:- هڪ سهائيءَ
وارو رستو، جنهن تان نشڪام وهيت ڪرمن ۽ سنهي جي اپاسنا
وارو سنهي لوڪ ۾ پهچندو. پر جن جا سڪام ڪرم ڪيل آهن،
سي ٻئي اونداهي رستي پتري لوڪ ۾ ويندا. ڪرمن جا
پوءِ پوئي وري هيٺ ڪرن ٿا ۽ منش جو جنم وٺن ٿا. جي
پاڙ سڌاريائون ته وري ٻه موقع ملندن ته متي چڙهن. پر نشيد
ڪرمن وارا نيچ جوڻيون پائين ٿا.

هن سرشٽيءَ ۾ ڪيئي قومون رهن ٿيون. هر مڪيه ٻن
پاڳن ۾ ورهايون وڃن ٿيون. هڪڙيون جي مڙدن کي پورين
ٿيون ۽ ٻيون جي مڙدن کي ساڙين ٿيون. پهرئين پاڳي ۾
ڪرستان، مسلمان ۽ يهودي اچن ٿا. هننجو عقيدو آهي ته
”فيصلي“ جي ڏينهن سڀ مڙدا قبرون مان اٿندا ۽ پنهنجن ڪرمن
آهر بهشت يا دوزخ ۾ وڃڻ جا لائق ٿيندا. جيڪڏهين قبرن ۾
پوريلن مڙدن جي حالت جاچبي ته ڏسبو ته ٿورڙن مهنن ۾
سندن ماس ۽ چمڙي ناس ٿي وڃي ٿي ۽ هڏا ٻه آهستي آهستي
ذبون ٿين ٿا. منهنجو آزمودو آهي ته هڪ ٻه ٻن صدين اندر
هڏيون ٻه چورڻ ٿي وڃن ٿيون. اهڙيءَ حالت ۾ مشڪول بت جو
گهٽين صدين کان پوءِ اٿڻ ناممڪن ٿو لڳي. ٻئي پاڳي ۾ گهڻو
ڪري هندو اچن ٿا. اهي مڃين ٿا ته مشڪول بت جو گهڻو پاڳو
سڙي تتن سان ملي ٿو وڃي. باقي جيڪا رک ۽ هڏا درياءَ يا
سمنڊ ۾ وجهجن ٿا سي ٻه وقت آهر ڳري وڃن ٿا ۽ تتن ۾ ملي

وڃن ٿا. ٻرهمن اسٿول ٻنهي جي اندر جو سوڪم سريو آهي سو
پنهنجن چڱن ۽ ٻرن ڪمن جا سنسڪار ڪٺي ٻاهر نڪري ٿو.
جي نشڪام چڱا ڪرم ڪيل اٿس ۽ اپاسنا جو ٻه پل اٿس نه
سهائيءَ واري رستي ديو لوڪ ۾ وڃي ٿو. جي ڪرم گڏوگڏ
اٿس نه مانش جنم وٺي ٿو. پر جي ڪرم خراب اٿس نه نيچ جوڻين
۾ جنم وٺي ٿو.

روز مره جو آزمود ونڍيڪاريٿو ته ڪي ڪرم هڪدم ڦل
ڏين ٿا، مثلا وڻ جي ٽاري ڪپجڻ سان اوڏي مهل ٽي وڻ کان
ڌار ٿئي ٿي. ڪي ڪرم ديرڪان پوءِ ڦل ڏين ٿا، مثلا، ٻجن
مان وڻ ۽ ڦلن جو پيدا ٿيڻ. انومان ڪري سگهبو ته اهڙا به
ڪي ڪم ٿي سگهن ٿا جي ٻئي جنم ۾ جيوت جو ڪارڻ ٿي
سگهندا ۽ سمجهي سگهبو ته ڇو ڪي غريب گهر ۾ ۽ ڪي شاهوڪار
گهر ۾ جنم وٺن ٿا ۽ ڇو ڪي تندرست ۽ ڪي مريض ڄمن ٿا ۽
ڇو ڪي سياڻا ۽ ڪي ڪم عقل ٿين ٿا.

مٿي ڏنل مثالن مان سمجهي سگهبو ته مٿيون هندن جو
مت سولي ۽ سوڌي نموني ۾ ڪرم ۽ جنم مرڻ جو سنبنڌ ثابت
ڪري ٿو. ٻڌندڙ جي خاطريءَ واسطي اپنشدن مان ڪي شرتيون
ڏيڻ واجب سمجهان ٿو ته هنن ڪي هن اصول سمجهڻ ۾ مدد
اچي. هي شرتيون ٻرهدآرڻيڪ اُپنشد مان آهن.

آرُن رشيءَ جو پٽ شويتڪيتو پنچال ديس جي راجا
پرواهن جي دربار ۾ ويو. راجا هنکان هيٺيان پنج سوال پڇيا:-

(١) مري، جيو هن دنيا مان ڪاڏي وڃن ٿا؟

(٢) اتان وري واپس ڪئن ٿا موٽن؟

(٣) ديوياڻ ۽ پترياڻ رستا ڪٿي ٿا جدا ٿين؟

(٤) هتان جيو جتي وڃن ٿا، اهو ديس پر جي ڇو نه ٿو پوي؟

(٥) پنجي آهوتي جي پاڻيءَ کي "پرش" ڇو ٿا چون؟

شويس ڪھڙو انھن سوالن جا جواب ڏئي سگھندو؟
ويچي پنھنجي پيءُ گوتم سان احوال ڪيائين. جنھن تہ گوتم کي بہ
اھا خبر نہ ھئي تنھنڪري ھن شش ڀاونا سان راجا ڀرواھن کي
وينتي ڪئي تہ ڪرپا ڪري سمجھايو.

راجا ڀرواھن تنھن تي ھاڻ ٽي پنھنجن مٿين سوالن جا جواب ڏنا.
جي جواب "پنچ اگني اپاسنا" ھيٺ ڏنا ويا آھن. ضروري شرطن
جو ترجمو ڏجي ٿو.

(١) "اي گوتم! حقيقت ۾ اھو لوڪ اگني آھي. سورج انھيءَ
جون ڪاٺيون آھن. سج جا ڪرڻا انجو دونھون آھي.
ڏينھن ھن جا شعلا يا روشني آھن. چندرما انجا ڪوئلا
آھي ۽ تارا انجون چڻگون آھن." ھن اگنيءَ ۾ ديوتائون
شرڌا سان آھوتيون وجھن ٿا ۽ انھن آھوتين مان "سوم
رس" ٿئي ٿي. (ديوتائون معنيٰ گيان اندريون ۽ پکيہ
ڪرڻ ۽ ڪرانت وارا، سوم جي رس اختيار ڪن ٿا.)

(٢) "اي گوتم پارجنيہ حقيقت ۾ اگني آھي. ھوا انجون
ڪاٺيون آھن. بادل انجو دونھون آھن. بجلي انجي
شعلا يا روشني آھي. گجگوڙ انجا ڪوئلا آھي. بادلن
جي رفتار انجون چڻگون آھن." (پارجنيہ معنيٰ اِندرُ)
انھيءَ اگنيءَ ۾ ديوتائون سوم رس جون شرڌا سان
آھوتيون وجھن ٿا ۽ انھن مان بادل ٿين ٿا.

(٣) "اي گوتم ھيءَ ڌرتي حقيقت ۾ اگني آھي. سال انجون
ڪاٺيون آھن. آسمان انجو دونھون آھي. رات انجي
شعلا يا روشني آھي. طرف انجا ڪوئلا آھن. ۽ انترڪشيہ
(زمين ۽ آسمان جي وچ لوڪ) انجون چڻگون آھن."
"ان اگنيءَ ۾ ديوتائون برسات جون آھوتيون شرڌا سان
وجھن ٿا، جنھن مان اَن پيدا ٿئي ٿو."

(٤) ”اي گوتم مڙد حقيقت ۾ اڳني آهي. واڻي انجون ڪاٺيون آهن. سواس انجو دونهون آهن. زبان انجو شعلو آهي. اکيون انجون ڪوئلا آهن. ۽ ڪن انجون چڻگون آهن.“ اهڙيءَ اڳنيءَ ۾ ديوتائون اناج جون آهوتيون شرڌا سان وجهن ٿا ۽ انهن مان ويريه پيدا ٿئي ٿو.“

(٥) اي گوتم زال حقيقت ۾ اڳني آهي. انهيءَ اڳنيءَ ۾ ديوتائون ويريه جي آهوتي وجهن ٿا. انهيءَ آهوتيءَ مان پرش پيدا ٿئي ٿو. هو پنهنجي حياتي آهر جئي ٿو. مرڻ بعد هنکي باهه ۾ وجهن ٿا جتي باهه (اڳني) هنجي باهه آهي، انجون ڪاٺيون هنجون ڪاٺيون آهن. انجو دونهون هنجو دونهون آهي. انجو شعلو هن جو شعلو ٿئي ٿو. انجون چڻگون هنجون چڻگون ٿين ٿيون. هن ۾ ديوتائون مڙدي جي آهوتي ڏين ٿا انهن مان روشن پرش پيدا ٿئي ٿو.

(٦) جن کي مڃين ڄاڻ آهي، جي سنيه جي اپاسنا شرڌا ۽ تپ سان ڪن ٿا، اهي شعلي طرف وڃن ٿا. اتان ڏينهن ڏي، اتان سهائي پک ڏي، اتان ڇهه ماهي اترائڻ اڌ سال ڏي، اتان سورج ڏي، سورج کان بجلي لوڪ ڏي، اتان جنهنجو مانس شرير نه آهي سو برهم لوڪ ۾ کيس وٺي وڃي ٿو. جتي بي انداز ورهيه رهي ٿو. (هن کي ديويانه رستو چيو وڃي ٿو.)

(٧) جي لوڪ، يگيه، دان، تپ ڪري واڌارو ڪن ٿا، سي دونهين طرف وڃن ٿا. دونهين کان رات ڏي، رات کان انڌاري پک ڏي، انڌاري پک کان ڇهه ماهي دکڻائڻ اڌ سال ڏي. انهيءَ کان پتر لوڪ ۾- پتر لوڪ کان آسمان ڏي، آسمان کان چندرما ڏي، جتي چندرما، سوم رس

جو شاهه آهي، اهڙا جيو ديوتائن جو ڪاج ڪن ٿا. سڪرمن
جا ڦل ڀوڳي وري آسمان ڏي موٽن ٿا. آسمان کان هوا
ڏي- هوا کان دونهي ڏي، دونهي کان ٻادلن ڏي،
ٻادلن کان مينهن ڏي، مينهن کان اناج ڏي، اناج مان
جيو پيدا ٿين ٿا.

(٨) جن جا چڱا ڪرم ڪيل آهن، ان کي اتم جاتين ۾ جنم
ملي ٿو- جهڙوڪ برهمڻ، کتري يا ونش ڪلن ۾، جي نه
ڪرم ڪانڊي آهن ۽ نه اپاسڪ پر جن جا ڪرم برا آهن
سي نيچ جوڻين ۾ جنم وٺن ٿا جهڙوڪ ڪتي، سوئر يا
چنڊال جو.

(٩) جي چور آهن، شراب پيئن ٿا ۽ پنهنجي گروءَ جو حق نه ٿا
رکن، جن برهمڻ جو خون ڪيو آهي، جنهن جي چال خراب
آهي، سي ننڍن جيون جو جنم وري پائين ٿا ۽
اهڙيءَ طرح مٿيان لوڪ پرجن نه ٿا. (هيءَ ٽيون رستو
ڪن اپنشدن ۾ هيٺين چيل آهي ته جهڙن جيوڙن ۽ گاهه پنا
لٽڻين هنڌ اڳيان پير قابو ڪري پوءِ پويان پير پٽين
هنڌان ڪڍن ٿا تئين) هن قسمن وارن جيون جو جنم مرڻ
ٿئي ٿو. هنن جو ساهه زور ڏيئي ٻاهر نڪري ٿو.

## (٣) پراتيڀاسڪ سٽا يا وهمي هستي

هي اوستا سپني جي آهي يا وهمي نمايش جي. مثلا
نوڙيءَ ۾ نانگ جي، رڃ ۾ پاڻيءَ جي، سپيءَ ۾ چانديءَ جي،
يعني اهڙي هستي رڳو نسدلي ماتر آهي.

مطلب ته:- هڪ سٽا جي انيڪڪار ڪرڻ وارا، رڳو آتمڪ
هستي مڃين ٿا. هنن جي خيال ۾ ڪو ڪجهه نه پيدا ٿيو آهي ۽
نڪي نسدلي ٿئي ٿو.

ٻن ستائن جي ميڙ وارا چون ٿا تہ ٻهرين ستا آتما جي آهي ۽ ٻي ستا يعني پرتيڀاسڪ ۾ جاڳرت واري وهنوارڪ ۽ سپني جون اوستائون اچي وڃن ٿيون جي ٻئي رڳو تسلي ماتر ۽ وهمي آهن.

ٽن ستائن جي ميڙ وارا آتمڪ ستا سان گڏ ٻي وهنوارڪ ستا (يعني تہ جڳت ۾ آهي ۽ ڪرمن ڪري جنم مرڻ ٿيندو) ۽ ٽين ستا يعني پرتيڀاشڪ (سپني جي يا وهمي هستي) ڀي قبول ڪن ٿا. هاڻي ويچار ٻو تہ ٽي سبو تہ اهو مٿي ٻڌل گيان جي پرکنا تي منحصر رکي ٿو. ستا حقيقت ۾ رڳي هڪ آهي پر اهيءَ ستا جي پاس، ٻين ٻن اوستائن ۾ تسليءَ ٿئي ٿي. رڳو پرمارٿڪ ستائي "استي" يا هئڻ آهي. اهيءَ "استيءَ" کي ٿي پاس ٿي سگهي ٿي. مايا کي پاس ٿي ڪين سگهندي. وهنواري ماڻهو، وهنوارڪ ستا کي انگيڪار ڪري چئن ساڌنن کي حاصل ڪري پوءِ چت جي مل سان اپاسنا ۽ گيان ڪري واڌارو ڪري سگهي ٿو.

مختصر طرح:- چت جي سپندن يا قوتي ڪري جاڳرت ۽ سوپن ٿين ٿا ۽ چت جي شانتي ڪري سکوپت. ليڪن چت جي چد ۾ لئي ٿيڻ سان ترپا جي حاصلات ٿئي ٿي جا ئي حقيقت آهي.



# گل ٻاويهون

## قدرت مان قادر ڏي يا اجاتہ شتروءَ جي گارگيہ سان سنواد.

تاريخي طرح مڃيو ويو آهي ته عيسوي سن کان اٽڪل چار هزار ورهيه اڳي ويدن جو پرگهٽجڻ ٿيو. رگ ويد چئني ويدن ۾ جهونو ليکجڻ ۾ اچي ٿو. ويدن ۾ ٻه مکيه حصا آهن:-

(١) منتر ڀاڳ، (٢) براهمڻ ڀاڳ.

منتر ڀاڳ ۾ گهڻو ڪري قدرت جي طاقتن جي پوڄا، يگن ۾ پوڄا جا رستا ۽ ريتيون بيان ڪيون ويون آهن. براهمڻ ڀاڳ ۾ اپنشد اچي وڃن ٿا. آريه لوڪ جو هندستان ۾ گهڙيا ته مٿيان ويد کين ياد هوا ۽ جيئن ته شش، گرن کان ٻڌي شلوڪ ياد ڪندا هوا، تنهن ڪري انهن کي شرتيون چوڻ ۾ ايندو آهي.

انسان جي دل ۽ مغز پنهنجو پنهنجو ڪاج طلبين ٿا. دل کي کپي اُمنگ، پيار، وڏن لاءِ عزت ۽ وڏن جي مدد ۽ آسرو. مغز کي کپي روحاني ڳالهين جو ويچار. جيئن انسان قدرت جا نظارا ڏٺا، تيئن سندن دل کي خوشي ٿي ۽ نظارن کي وڏو ڪري پوڄيائون. سمجهيائون ته انهن ۾ ديو آهن. جن انهن کي طاقت ۽ خوبي بخشي آهي، تنهن ڪري ستتون ۽ انهن جي ديوتائن جون پوڄائون ويدن ۾ گهڻو ڪري آيل آهن. هن وقت تائين به هندن ۾ (١) ورڻ يا پاڻيءَ جي پوڄا گهڻي ڏسڻ ۾ اچي ٿي.

سنڌ ۾ خاص ڪري جن جو واپار ٻاهر آهي سي درياهه شاهه جي
واکاڻ ۾ ٻهراڻا ڪن ٿا ۽ ٿارونءَ (جمع) ڏيئي شراب ۽ ماس
لٽا واهرائين. ٻيڙن ۾ درياهه يا تلاءَ يا کُڏ جي ڪناري تي ڏيئا
ٻارين ٿا، ۽ پوڄن ڪن ٿا. گهڻا نيرت لڏين ۽ چشمن لئي آهن.
(٢) ٻوٽويءَ کي ماتا ڪري ڪوٺجي ٿو. (٣) وايوءَ جي پٽ
هنومان جي پوڄا جو بمبئيءَ پاسي گهڻو رواج آهي. (٤) ڪي
صوفي لهندڙ سج جو ڌيان ڪرائيندا آهن. سنڌيا گايتريءَ جو
پاٺ صبح ۽ شام جو سج جي سامهون ڪرڻ ۾ اچي ٿو. (٥) زالون
چنڊرما کي ارگهه ڏينديون آهن. (٦) نَو گرهن جي اپاسنا
شادي مراديءَ شڀ موقعن تي ڪرڻ ۾ اچي ٿي. (٧) اگني ۽
۽ ڏئي ٻارڻ مهل هنڪي هٿ جوڙيا آهن. ڪو وقت اهڙو آيو
جو اپاسنا ڪرائيندڙ براهمڻن جو من ايترو ته ريتن رسمن ۽ يگيه
جي ٻاهرين نمونن ۾ ڦاٿو جو ديوتائون ته ڪاٺين وسري ويا ۽ چيت
وڃي دڪشنا ۾ پيئن. ڌرم جو وڃي ٻاهريون ٻوٿو رهيو ۽ اندر
ڪاڇي ويو. اهڙو ڌرم ڪير قبول ڪندو. تنهن ڪري سڪايلن
دلين ۽ چاهه وارن مغزن کوجنا ڪئي ته ڪئن وري ڌرم ۾
اتساهه ٿو ڪجي. ۽ ڌرم سان دل ۽ دماغ جي خوشي حاصل ڪجي.

عيسوي سال کان چوڏهن سو ورهيه اڳ پُراڻن جو پرگهٽجڻ
ٿيو. هن زماني ۾ ڀڳتيءَ زور ورتو. ڀاڳوت ۽ مها ڀارت مکيه
پراڻن مان آهن. سورج جيئن ته انسان کي گهڻو فيض رسائي ٿو،
تنهن ڪري وشنوءَ جو ناتو سج سان ملايو ويو.

وشنوءَ جي معنيٰ آهي، اهو جو وشو ۾ وياپڪ آهي.
ڪن ديسن ۾ اهڙي وڏي پوڄه ديوتا کي مِتر (سهرد يا پيارو)
جي نالي سان ڪوٺيندا هئا. هندستان ۾ وري اهڙي ديوتا کي
ڀاڳ ته چوندا هوا ۽ الهيءَ لاءِ ته ڀاڳ ڏيڻ وارو هو معنيٰ
ته خوش نصيب ڪرڻ وارو هو. ڀاڳ اکر مان ڀاڳوت نڪتو.

جو شاستر سري ڪرشن جي چوڻ ۽ سيکيا سان ڀرپور آهي.
سري ڪرشن ڀڳوت گيتا جو رچيندڙ آهي، جا مهاڀارت جو
موتي آهي.

ڪنهن وقت الهيءَ امر ديوتا جي پوڄا ”ترموورتي“ ڪري
ڪئي ويئي، ته ڪنهن وقت اهي ٽيئي ديوتا جدا جدا اپاسيا
ويا، يعني ته برهما اُپائيندڙ، وشنو رکيا ڪندڙ ۽ پاليندڙ، ۽ شو
چڱن برن ڪرمن جو ڦل ڏيندڙ. ترمورتيءَ جو بت بمبئيءَ جي
ڀرسان ”ايليفنٽا ڇُوڙِ“ ۾ اڄ تائين ڏسي سگهجي ٿو ۽ اتي، اڌ ناري
شرير (اڌ مرد، اڌ استري = پرش ۽ پرڪرتي) ۽ نٽ راج
(سرشٽيءَ جو پرگهٽ ڪندڙ) جا بت به ڏسي سگهجن ٿا.

هندستان جو سڄو ڪبو ته ڏسبو ته شو مهراج ڪي مٺڙ وارا
اڄ ۽ ڏکڻ ۾ آهن. اتر ۾ گنگا نديءَ جي منهن وٽ ڪيدرناٿ
شو مهراج جو استان مڃيو وڃي ٿو. ڏکڻ ۾ ”شو شنبو منيم“ جو
نالو گهڻو واپرائڻ ۾ اچي ٿو، ۽ گهڻائي شو مهراج جي پوڄا لاءِ
مندر آهن.

سري ڪرشن کي وشنوءَ جو اوتار ليکجي ٿو. متورا، بندرابن،
ڪاٺياواڙ ۽ گجرات ۾ سري ڪرشن جي پوڄا گهڻي هلي ٿي.
گجراتي استرين جا گربا جي، سري ڪرشن جي وڏائيءَ ۾ آهن،
سي ڪنهن نه پسند ڪيا هوندا.

برهمپترا ندي ۽ برما ملڪ، برهما جي پوڄا وارا ملڪ هوا.
بنگال ۾ شڪتيءَ يا ديويءَ جي پوڄا جو گهڻو رواج آهي.
مٿون ڏيکاري ٿو ته پرش ۽ پرڪرتي ٻئي مٺڙ ۾ اچن ٿا.

ڌرم جي پالڻ ۾ لاهون چاڙهون آهن. ڪنهن وقت
انسان اُڪير ۽ اُمنگ ڪان ڪم وٺن ٿا ته ڪڏهن پوڄا رڳو
ديکان ديکي ٿي ٿي پوي ۽ اٻ رسي ۽ ڦڪي ٿي لڳي ۽ ماڻهن
جي رهڻي ڪهڻي به ڪسي ٿي ٿي پوي. اهڙو زمانو هندستان

۾ به آيو ۽ گوتم ٻڌ، ٻاهرين رسمن ۽ نمونن کي گهٽ ڪري ڏيکاريو ۽ چڱن ڪرمن ڪرڻ ۽ ترشنا جي مارڻ تي زور ڏنو.

ڪو وقت هن ڌرم زور ورتو، پر سمي آهر مرد ۽ زالون جو پرچار وغيره لاءِ گڏ ٿيا، تن ۾ خرابين ڪري ۽ عالي ايشور جي گهٽ ويچار سبب هن ڌرم جو زور گهٽيو ۽ ويدن ۽ پراڻن جو ويچارڻ وڌيو. ويدن ۾ رشين منين جا جو عالي خيال، ۽ ويچار ۽ انڀو جا آزمودا هوا، تن ماڻهن جو ڌيان ڇڪيو ۽ هنن مان پوءِ ڇهه درشن ٺهيا. تنهن کان پوءِ سانکيه ۽ يوگ ۽ ويدانت مت وارن جو جدا جدا بيان ڪرڻ ۾ آيو.

اٽڪل ست سو سال عيسوي صديءَ کانپوءِ سري گوڙپادآچاريه ۽ تنهن کان پوءِ سري شنڪر آچاريه ويدانت جا اُتم اصول خوب صاف ۽ سپشٽ نموني ظاهر ڪيا.

سانکيه مت پرش ۽ پرڪرتيءَ جو پرچار ڪيو ته يوگ، من ۽ حواسن کي ماري نروڪلپ سماڌيءَ تي زور ڏنو.

سري شنڪر آچاريه گيان مارگ ڏي ڌيان ڇڪايو ۽ ادويت برهم جو پرچار ڪيو تنهن ماڻهن ۾ چڱي جاڳرتا ڪئي.

مٿين احوال مان ڏسي سگهبو ته ڪيئن نه ويد سڀني هندو ڌرمن جي جدا جدا متن جي پاڙ آهن. پوءِ ديش ڪال ۽ اڌڪارين جي پٺ ڪري ڪٿي جدا جدا رنگ ۽ روپ اختيار پڻ ڪيا اٿس. شروعات ۾ قدرت جي پوڄا، پوءِ ديوتائن جي، پوءِ اوتارن جي ڀڳتي هلي. وري فلسفيءَ تي ڌيان ڏنو ويو ۽ سانکيه، يوگ ۽ ويدانت جا رايا ۽ مت ماڻهن ۾ آيا. اپاسنائن ۽ فلسفيءَ جو احوال پڙهڻ ڪري اپنشد جي پڻ باب ۾ اچارت شستر ۽ گارگيه ٻرهمڻ جي سنواد ۾ ڏاڍو سٺي نموني آيل آهي. هن مان پڙهندڙ اپاڌيءَ واري ۽ اپاڌيءَ واري

اپاسنا جو قسم ۽ ڦل سولائيءَ سان سمجهي سگهندا. انهيءَ ڪري انهن شرتين جو ترجمو ۽ سمجهاڻي هيٺ ڏني وڃي ٿي.

(١) هڪ گهڻ ڳالهائو ۽ مغرور ٻلاڪي ٻرهمڻ جو پٽ گارگيه، ڪاشيءَ جي راجا اجات شترو وٽ ويو ۽ چيائينس ته مان توکي برهم جو اپديش ڪندس. راجا جواب ۾ چيس ته رکو ائين چوڻ لاءِ ئي مان توکي هزار ڳايون دان ڪريان ٿو. جنڪ جنڪ چئي ماڻهو اُلڙي ڊوڙن ٿا. (جنڪ جيتوڻيڪ پنهنجي ادارچت ۽ برهم گيان جي بيان ٻڌڻ لاءِ مشهور آهي پر ڏسين ٿو مان فقط مٿين تنهنجي چوڻ لاءِ هزار ڳايون توکي دان ڪريان ٿو. تو ۾ سچيءَ طرح بيان ڪرڻ جي طاقت آهي يا نه اها ڳالهه ته پري ٿي.)

(٢) گارگيه چيو ته مان سورج ۾ جو پرش آهي انهي کي برهم سمجهي اپاسنا ڪريان ٿو. اجات شترو جواب ڏنس ته نه نه، اجايو دم نه هڻ. حقيقت ۾ مان انکي سڀ کان اوچو، سڀ کان وڏو ۽ راجا ڄاڻي اپاسنا ڪريان ٿو. جو اهڙي ڀاونا رکي انجي اپاسنا ڪري ٿو اهو سڀ کان اوچو، سڀ جو وڏو ۽ راجا ٿئي ٿو.

(سورج ۾ پرش ۽ ساڄيءَ اک ۾ پرش ساڳيا آهن. اهو اکين جي رستي هردي آڪاش ۾ پهچي ڪرتا ڀوڳتا ٿئي ٿو. گارگيه جي غلطي اها هئي، جو سورج، جا اپاڌي آهي تنهنکي ۽ تنهن ۾ رهڻ واري پرش کي جدا جدا ٿو سمجهي. هڪ بي حد برهم ۾ اپاڌيون ۽ ڪلپنائون نام ۽ روپ جي ڪري سمجهڻ ٿيون. جيڪو محدود جي اپاسنا ڪندو سو محدود ڦل پائيندو. جيڪو پورڻ برهم جي اپاسنا ڪندو سو بي حد ڦل پائيندو. اهڙيءَ طرح ٻين اپاسنائن ۾ به سمجهڻ کپي.)

(٣) گارگيءَ چيو ته مان چندرما ۾ جو پرش آهي تنهن کي برهم ڄاڻي اپاسنا ڪريان ٿو. اجاتشترو جواب ۾ چيس ته نه نه، اهڙو دم نه هڻ. مان چندرما کي وڏو، اڇن ڪپڙن سان ڍڪيل ۽ سوم رس جو شاهه ڪري مڃان ٿو. جيڪو هن جي اهڙيءَ طرح اپاسنا ڪري ٿو، اهڙي اپاسڪ جي گهر ۾ سوم رس روز بروز چڪجي ٿو ۽ اناج جي گهٽتائي نه ٿي ٿئي.

(ڀاڻي ڀراڻن کي آلو رکي ٿو ۽ خشڪ ٿيڻ کان بچائي ٿو. سوم رس سيئي وڻن، ٻوٽن ۽ سلن کي آلاڻ ڏيئي ڄا چندرما جي بخشش آهي. چندرما من جو ديوتا ڄاڻجي ٿو. جئن سج ۾ پرش ۽ اکين ۾ پرش هڪ ڪري ڳڻجن ٿا تئن چندرما ۾ پرش ۽ من ۾ پرش جي هيڪڙائي آهي. اسان کي اڳئين وانگر محدود کان نظر ڦيري ڪري غيرمحدود جو ڌيان ڪرڻ کپي.)

(٤) گارگيءَ چيو ته مان بجليءَ ۾ جو پرش آهي تنهنکي برهم ڄاڻي اپاسنا ڪريان ٿو. اجاتشترو جواب ڏنس ته نه نه، اجايو دم نه هڻ. مان بجليءَ جي تيجسويءَ ڪري اپاسنا ڪريان ٿو. جيڪو هنجي اهڙيءَ طرح اپاسنا ڪري ٿو، سو ۽ سندس اولاد تيجسوي ٿين ٿا.

(بجليءَ ۾ پرش ۽ چمڙيءَ ۾ پرش ۽ هردي ۾ پرش جي هيڪڙائي آهي.)

(٥) گارگيءَ چيو ته مان آڪاش ۾ جو پرش آهي تنهنکي برهم ڄاڻي اپاسنا ڪريان ٿو. اجاتشترو جواب ڏنس ته نه نه، اجايو دم نه هڻ. مان هن کي پرپورڻ ۽ اچل ڪري اپاسنا ڪريان ٿو. جيڪو هن جي اهڙيءَ طرح اپاسنا

ڪري ٿو، تنهنڪي گهڻو اولاد ۽ گهڻا جانور ٿين ٿا ۽ هنجي حياتيءَ ۾ هنجي اولاد جو ناس نه ٿو ٿئي.
(هتي هردي آڪاش ۽ پاهرئين آڪاش ۾ پرش جي هڪڙائي ڏيکاري ويئي آهي. اياڏي پاؤ ڪيڻ ڪيي.)

(٦) گارگي، جيڪو نه هوا ۾ جو پرش آهي تنهنکي برهم ڄاڻي اپاسنا ڪريان ٿو. اجات شترو چيس نه نه، اجايو دم نه هڻ. مان هنکي اندر سمجهي اُپاسنا ڪريان ٿو، جنهن جي طاقت کي ڪير هٽائي نه ٿو سگهي، جنهن جي لشڪر کي ڪو جيتي نٿو سگهي. جو هنجي اهڙي اپاسنا ڪري ٿو اهو سيني تي فتح پائي ٿو. انجي ڪڏهن به هار نٿي ٿئي ۽ ليکن پائن کان ڪٽي ٿو.
(جنهن ڪ اندر سيني ديوتائن ۾ وڏو آهي ۽ هوا طاقت واري چيز آهي، تنهنڪري ٻئي هڪ آهن. هوا پران جي رستي هردي ۾ پهچي ٿي.)

(٧) گارگي، جيڪو نه اگنيءَ ۾ جو پرش آهي تنهنکي برهم ڄاڻي اپاسنا ڪريان ٿو. اجات شترو جواب ڏنس نه نه، اجايو دم نه هڻ. مان هن کي سڀ جو ساڙيندڙ سمجهي اپاسنا ڪريان ٿو. جيڪو هنجي اهڙيءَ اپاسنا ڪري ٿو سو ۽ سندس اولاد سڀ کي ساڙي ٿو.
(ساڙڻ جي معنيٰ نه هن ٿي ڪو به اُهڙي نه ٿو سگهي. اگني واڻيءَ رستي بدنيءَ ۾ پهچي ٿي ۽ انهن جي هڪڙائي آهي.)

(٨) گارگي، جيڪو نه مان پاڻيءَ ۾ جو پرش آهي تنهنکي برهم ڄاڻي اپاسنا ڪريان ٿو. اجات شترو جواب ڏنس نه نه، اجايو دم نه هڻ. مان هن کي پسنديءَ وارو ڪري اپاسنا ڪريان ٿو، جو هنجي اهڙيءَ طرح اپاسنا ڪري

ٿو، تنهنکي پسند ئي ملي ٿو ۽ اڻ پسند نہ. هنجو اولاد
پسنديءَ وارو پيدا ٿئي ٿو.

(ڀاڳي، ويري ۽ دل جي هيڪڙائي ڏيکاري ويئي آهي.
شرٽي ۽ سمرٽي ٻئي هن کي پسند ڪن ٿيون.)

(٩) گارگيہ ڇيو نہ آرسيءَ ۾ جو پرش آهي تنهنکي برهم ڄاڻي
اپاسنا ڪريان ٿو. اجاتشتروءَ جواب ڏنس نہ نہ نہ،
اجايو دم نہ هڻ. مان هن کي صاف روشن يا چمڪندڙ
سمجهي اپاسنا ڪريان ٿو. جيڪو اهڙيءَ طرح هنجي
اپاسنا ڪري ٿو، اهو شان شوڪت وارو ٿئي ٿو. ۽ هنجو
اولاد بہ شان شوڪت وارو ٿئي ٿو. ۽ جن سان گڏ وهنوار
ڪري ٿو، تن سڀني کان وڌيڪ روشن يا شوڪت وارو
نظر اچي ٿو.

(آئيني جي صفائي جي مشابهت، ستوگڻ جي صفائي ۽
دل سان ڪئي ويئي آهي.)

(١٠) گارگيہ ڇيو نہ هلندڙ جيو جي پٺيان جو آواز ٿيئٿو تنهن ۾
جو پرش آهي تنهنکي برهم ڄاڻي اپاسنا ڪريان ٿو. اجاتشتروءَ جواب ڏنس نہ نہ نہ، اجايو دم نہ هڻ. مان هن
کي پراڻ ڄاڻي اپاسنا ڪريان ٿو. جو اهڙيءَ طرح هن جي
اپاسنا ڪري ٿو سو وقت کان اڳ نہ ٿو مري. هن جا
پراڻ وقت کان اڳ نہ ٿا نڪرن.

(حيات شي هلندي نہ آواز ٿيندو.)

(١١) گارگيہ ڇيو نہ طرفن ۾ جو پرش آهي تنهنکي برهم ڄاڻي
پوڄا ڪريان ٿو. اجاتشتروءَ جواب ڏنس نہ نہ نہ،
اجايو دم نہ هڻ. مان هنجي جوڙو ۽ ڌار نہ ٿيندڙ سمجهي
اپاسنا ڪريان ٿو. جيڪو هنجي اهڙيءَ طرح اپاسنا ڪري

ٿو سو جوڙي وارو ٿئي ٿو ۽ هنجا ساڳي هيڪان جدا ٿيا آهن.
(طرف، ڪن ۽ دل جي هيڪڙائي ڏيکاري وئي آهي.)

(١٢) گارگيءَ چيو ته ڇايا ۾ جو پرش آهي تنهن کي برهم ڄاڻي اپاسنا ڪريان ٿو. اجاتشتروءَ جواب ڏنس ته نه نه، اجايو دم نه هڻ. مان انکي موت سمجهي اپاسنا ڪريان ٿو. جو انجي اهڙيءَ طرح اپاسنا ڪري ٿو اهو هن دنيا ۾ پوري وقت تائين جئي ٿو. وقت کان اڳ هنجو موت نه ٿو ٿئي.
(ٻاهرين ڇايا معنيٰ انڌيرو، اندرين ڇايا معنيٰ اوديا.)

(١٣) گارگيءَ چيو ته ٻڌيءَ ۾ جو پرش آهي تنهن کي برهم ڄاڻي اپاسنا ڪريان ٿو. اجاتشتروءَ جواب ڏنس ته نه نه، اجايو دم نه هڻ. مان هن کي ٻڌي وان ڪري اپاسنا ڪريان ٿو. جيڪو هنجي اهڙيءَ طرح اپاسنا ڪري ٿو سو ۽ سندس اولاد ٻڌيءَ وارا ٿين ٿا. (ٻڌي ۽ پرجا پتي هڪ آهن.)
ايترو ٻڌي گارگي ماٺ ڪئي.

(١٤) تنهن کي اجاتشترو چيس ته توکي برهم بابت ايتري ڄاڻ آهي يا ڪجهه وڌيڪ به؟ گارگيءَ جواب ڏنو ته ايتري ئي ڄاڻ اٿم وڌيڪ نه آهي.
اجاتشتروءَ تنهنتي چيس ته اهيءَ مان برهم جي ڄاڻ ٿي نه سگهندي.
گارگيءَ تنهنتي عرض ڪيس ته مونکي پنهنجو شش ڪريو.
(ڇو جو پنهنجي گهٽ ڄاڻ جي ڪري ايمان لٿس ۽ ڄاڻڻ جو لائق ٿيو.)

(١٥) اجاتشتروءَ چيو ته اها ابتي ريت ٿيندي جو برهمڻ، برهم وديا ڄاڻڻ لاءِ ڪتريءَ جو شش ٿئي. پر جيئن ته تون

انهيءَ ڳالهه جو طالب آهين ته مان توکي برهم جي ودبا ڏيندس. انهن چئي هنگي هٿ کان وٺي محلات ۾ ويو، جتي هڪڙو ماڻهو سمهيو پيو هو. سمهيل ماڻهوءَ کي هٿ ڏئي نالن سان سڏ ڪيو ويو ته:-

هي وڏا! اڇي پوشاڪ وارا! اي سومراج! پر انهن سڏن ٻڌندي به سمهيل ماڻهو ڪونه اٿيو. پوءِ هنگي هٿ کان وٺي ڌوڏي آهستي آهستي جاڳايائين ته اٿي ويٺو. (جنهن ته گارگيه پراڻن کي آتما سمجهو هو، تنهنلاءِ پراڻن جي نالي سان سمهيل پرش کي سڏ ڀائين. جيتوڻيڪ پراڻ هليا پئي تڏهن به پراڻن، پراڻ وارا سڏ نه ٻڌا، تنهنجي معنيٰ ته پراڻ جڙ آهن، ۽ چيتن آتما ٿي نه سگهندا.)

(١٦) اجاتشترو چيو ته هي گارگيه ٻڌاءِ ته ٻڌيءَ وارو پرش ڪٿي هو، جڏهن هي ماڻهو گهريءَ ننڊ ۾ سمهيو پيو هو ۽ وري ڪٿان اٿي آيو. گارگيه جواب ڏيئي نه سگهيو. (سمهيل ماڻهوءَ کي سندس نالي سان سڏ ڪبو آهي ته ٻڌندڙ نالو ٻڌي اٿندو آهي. تنهنجي معنيٰ ته ٻڌيءَ وارو سمهيل جيو، ٻڌڻ ۽ آواز سمجهڻ جي طاقت رکندو. هو ننڊ وقت جاڳرت وانگر اندرين جي معرفت وهنوار ڪونه ٿو ڪري. پر ڪٿهن پئي هنڌ آرام ۾ آهي. اهڙي پرش کي وگيان مئه يعني ٻڌيءَ وارو چئجي ٿو. جاڳرت ۾ ٻڌي اندرين رستي وهنوار ڪري ٿي. پر سمهڻ مهل پئي ڪٿي ٿي آرام ڪري، جو اندريون ان وقت ڪم ڪونه ٿيون ڪن.)

(١٧) اجاتشترو چيو ته جڏهن وگيان مئه پرش سمهيو پيو هو ته پنهنجي ٻڌيءَ سان اندرين جي طاقت کي ڇڪي هردي آڪاش ۾ وڃي سمهيو هو. جڏهن اندرين ۽ من جي

چار طاقت اندر ڇڪجي ٿي، تڏهن ماڻهوءَ کي سمهڻ
ڇڏجي ٿو. انهيءَ وقت ٻڌڻ، ڏسڻ، سنگهڻ ۽ ڪمن
هلائڻ وارو من، سڀئي اندر ڇڪجي وڃن ٿا.

(جيوُ ٻاهريون وهنوار اندرين ۽ من جي وسيلي، سدس
انتهه ڪرڻ ۾ جو آتما جو عڪس پوي ٿو، تنهنجي مدد
سان ڪري سگهي ٿو. اهڙيءَ طرح وري سپني ۾ به
پنهنجي اندرين سرشٽي ناهي ان ۾ وهنوار ڪري ٿو.
گهريءَ ننڊ ۾ ٻاهريون توڙي اندريون وهنوار بند آهي.
جيو ۾ ٽي انگ ليکجن ٿا:- (١) ڪونسٽ ٽوگڻ آتما (٢)
انتهه ڪرڻ (من، ٻڌي، چت، اهنڪار) (٣) انتهه ڪرڻ
۾ آتما جو عڪس يا ڇايا.)

ڪن شاسترن ۾ چئن انتهه ڪرڻن بدران ٻه ليکيا ويندا
آهن، من ۽ چت پاڻ ۾ گڏ ۽ ٻڌي ۽ اهنڪار پاڻ ۾ گڏ.
هيءَ مختصر سمجهاڻي شرتين جي سمجهڻ ۾ مدد ڏيندي.

(١٨) جڏهن هي جيو سوپن اوستا ۾ وڃي ٿو، تڏهن اهڙي هنجا
لوڪ ٺهن ٿا. ڪڏهن ته وڏي راجا وانگر ٿي پوي ٿو،
ڪڏهن ته وري وڏو برهمڻ ٿئي ٿو. ڪڏهن اوچ نيچ
جوڻيون پائي ٿو- جهڙيءَ طرح ڪو وڏو راجا ملڪن کي
فتح ڪري پنهنجي مرضيءَ موجب سير ڪري ٿو، اهڙيءَ
طرح هيءُ جيو پنهنجن اندرين کي قبضي ۾ آڻي پنهنجي
بت ۾ مرضيءَ موجب سير ڪري ٿو.

(١٩) جڏهن هيءُ جيو سڪوپت ۾ وڃي ٿو تڏهن ڪجهه نٿو
ڄاڻي ۽ هتا ناڙين ۾ جي ٢٠٠ ڪن آهن انهن ۾ واسو
ڪري ٿو. هي ناڙيون دل مان نڪرن ٿيون ۽ ساري
بت ۾ ڦهليل آهن. انهن ۾ واسو ڪري آرام ڪري ٿو ۽

جھڙيءَ طرح لنبو ٻار يا بلڪل وڏو راجا يا برهمڻ وڏي آنند کي پائي آرام ڪري ٿو، اهڙي طرح آرام ڪري ٿو.

(٢٠) جھڙيءَ طرح مڪڙي ڄاڙ سان تند ڪڍي مٿي چڙهي ٿي، يا جئن باهه مان لنڊيون چڻگون اڪرن ٿيون، اهڙيءَ طرح آتما مان سڀئي پراڻ، سڀ لوڪ، سڀ ديوتائون ۽ سڀ شيون اڪرن ٿيون. اهيءَ ڪري آتما کي ستيه جو ستيه مڃين ٿا. حقيقت ۾ پران ستيه آهن، انهن جو آتما ستيه آهي. اهيءَ ستيه، جي ستيه کي ڄاڻڻ لاءِ ويچار جي ضرورت سواميءَ هيٺين شلوڪن ۾ ڄڻي آهي.

(١) ٻڌن وسن ٿا ٻار، من پڻ واٽيءَ واڇه ڪون؛
هيڏي هوڏي هٿڙا، مورک اڻڊ لٽ مار؛
جي لوڪي ٻيا ٻسڻ جي، نه سامي وست ويچار؛
نام پريم نوار، نه حاضر ڏسين هر ڪي.

(سچيءَ وست جو ويچار درشيه کي پري ڪري اپو آتم ديدار ڪرائي ٿو.)

(٢) ٻنا گيان عبث، جتن ڪرن ٿا جوڳ جو؛
ٻچن نه ٻڌاڻن ڪان، ڏيو اڳم جو ڏس؛
جتي ڏينهن نه رات ڪو، نڪو سورج سس؛
ستهه انيڪي رس، ٻاليڻ ٻائيءَ ري رسي.

(جگياسو گيان حاصل ڪري پنهنجي سروپ ۾ گم ٿئي ٿو جو لوڪڻ شانت سروپ آهي.)

(٣) عجب استادي، سامي ڏسي سنگروءَ؛
ٻوڇي لڏو پالهنجو، اپٽي، گهر آدي؛
مٽي ويٺي من موڻ، غمي ۽ شادي؛
گڪن ۾ ڪادي، سامي پاڻي سر لهو.

(پنهنجي سروپ جو ٻو ٻورتا سان هڪ ٿيڻ.)

(٤) اوديا جو ايمان — جاڳرت سپن سکوپتي

سمجهي ڏس سامي چوي — تُريا مڌيہ گمان

تُريا کون تُپاڙ — ساکي اٿي سڀ جو.

(تُريا جو تُريا اتيت ۾ سمائجڻ.)

(٥) ڏَرسو ڏِبُ تارو، — اجگتي آڪاس ۾؛

مٺي ونڌو من موڻ، — اوديا انڌارو؛

وياپڪ ڏنو وس ۾، — آتم اُجارو؛

تومل تيارو، — حد ٽري بي حد ۾.



# ڳل ٽيويھون

## ڌيان ۽ جاپ

من ۾ ٻه دوش شامل ٿيا آهن. هڪ مل ٻيو وڪشيپ. مل نشڪام ڪرمن سان دور ٿئي ٿو. وڪشيپ ڌيان سان. جنهن من هڪ سوءِ ٿي آتما آڪار ورتيءَ ۾ لڳندو رهي سگهي سو پائيندو (پرمارٿ)

”اڀياس يوڳ يڪتين چيتسا نانيہ گامنا
پرمم پرشم ديويم ياتي پارٿا انو چنتيم“
(ڀڳوت گيتا اڌياءِ اٺون شلوڪ اٺون)

(معني) يوڳ جي اڀياس يا وري ڪري هي ارجن! من کي ٻئي ڪنهن کان روڪي پرم پرش جو ڌيان ڪندي اُن کي پائجي ٿو.

ڌيان ٽن نمونن ۾ ٿئي ٿو. (١) دم سان آواز جو (٢) ڇڙي آواز جو (٣) ڇڙي سروپ جو. (پرمارٿ)

(١) جو ڪري ٿاپ منجهار ٿون سهي سڀاڳ ساهه کي
اچي ڳهڙاڻ ڳهٽيءَ مون واهه ڪمو وسنار
داموڊر ڏٺهن دم ۾ آهي اولڪار
ويدن جو ويچار سو سڌيءَ ۾ سمايو.
”دم ۾ اولڪار هيس ملايا ويا آهن“.

(٢) اوم ٽيڪ اڪشرم برهم ويا هرن مام انوسمرن
يه پرياتي تيجن ديهم س ياتي پرماگتم"
(ڀڳوت گيتا اڌياءِ اٺون شلوڪ تيرهون)

(معني) اوم جو سمرڻ ڪرڻ جو هو سڌ برهم کي ڄاڻائي ٿو. رڳو مونکي ياد ڪري جو هيءُ سرير ڇڏي ٿو، اهو پرمگتي پائي ٿو. هت فقط آواز جو ڌيان برهم روپ سان ڄاڻايو آهي.

(٣) " يد يد م اسمن برهمپري دهرم پنڊريڪم ديشم دهرو اسمن انتر آڪاش تسمن يد منتش تدنو شٽويم تدوا جگيا ستويم اتي".

(معني) هن برهم پريءَ ۾ ننڍو ڪنول جو گل آهي جنهن ۾ ننڍو محلات آهي ۽ تنهن اندر ننڍو آڪاش آهي، تنهن ۾ جيڪي آهي سو ڳولڻ ۽ پوڄڻ يوڳيه آهي. هت رڳو سوروپ جو ڌيان ڄاڻايو آهي.

مٿين ٽن پرماڻن مان سڌ ٿيو ته برهم جو ڌيان پرم آڪاش روپ سان "سوهم" يا "اوم" اُچاري ساهه سان ملائجي جنهن سوروپ، اوم ۽ سواس هڪ رس ٿي پورڻ ٽڪو ۾ لئه ٿين. باقي جو هن وقت مورتن جو ڌيان، يا لهندڙ سج جو ڌيان يا اڀرندڙ سج جو يا ازين قسم ٻيا بناوٽي ڌيان ڏسڻ ۾ ٿا اچن، اهي ڌيان ڪندڙ کي سچو فائدو نه ڏيئي سگهندا. ڌيان جا هنڌ گهڻا ڏسين ٿا. هت يوگ ۾ سڀ اهڙا هنڌ ڏسيا ويا آهن.

| نالو | استان | ڪنول جو رنگ ۽ پتا |
| --- | --- | --- |
| (١) مول آڌار | گد يا چڪر | چئن پتن وارو پيلو ڪنول |
| (٢) سواڌشٽان | لنگ جي پاڙ | ڇهن پتن وارو ڳاڙهو ڪنول |
| (٣) مڻي پورڪ | ناڀي ديش | ڏهن پتن وارو نيلو ڪنول |

| نالو | استان | ڪنول جو رنگ ۽ پنا |
| --- | --- | --- |
| (۴) اناهت چڪر | هردي ديش | ٻارهن پنن وارو سونهري رنگ وارو ڪنول |
| (۵) وشد چڪر | ڪنٺ ديش | سورهن پنن وارو دونهي رنگ وارو ڪنول: |
| (٦) آگيا چڪر | ڀروئن جي وچ ترڪٽي | ٻن پنن وارو چندر جهڙو ڪنول |
| (٧) دسوم دوار | تارون | هڪ هزار پنن وارو سفيد ڪنول. |

چاندوگيه اپنشد هردي آڪاش جو ڌيان ڏسي ٿو جنهن
مٿي ڌيڪار يو ويو آهي. ڀڳوت گيتا ۾ هڪ هنڌ سري ڪرشن
ترڪٽي ڏسي آهي. (پرماڻ)

”پرياڻ ڪالي من ساچ ليں ڀڪتيا يڪتو يوگ بلين چئيو
ڀروو مرڌيئي پراڻ ماويشيه سميڪ سر تم پرم پرشم اپيت ديوم“
گيتا اٺون اڌياءُ شلوڪ ڏهون

(معنيٰ) يوگي مرڻ وقت من جو ڌيان يوگ جي طاقت ڪري
ساهه سان ترڪٽي جي جاءِ تي، رکي پرهم لوڪ ڏي
وڃي ٿو، جنهن لوڪ ۾ پرم پرش جو ڳجهو استان آهي.
ترڪٽي استان سواميءَ به ڏسيو آهي.

”ورلو ڪو آهي جو ڳجهو جهان ۾،
جو منڊرا پائي مرم جون سهج سگهي وائي
ترويڻي آسر سير ۾ گرگم امت تائين
تت تلڪ لائي سامي جڙي سروپ ۾“ (سوامي)

سري شنڪر آچاريه سواسن سان ڌيان ڏسيو آهي (پرماڻ)
”چت آد سرو پاويشو پرهم تويتو پاوناٽ
پروڌه سرو ورتيام پراڻايام سه اچيتي“
(اپروڪه انڀوتي شلوڪ ١١٨)

(معنيٰ) پراڻايام چتي پراڻن جي اهڙيءَ طرح ڪٽڻ کي جنهن برهم

جي پاونا ڪالسواءِ، ٻيو ڪجهه به نه. من ۾ سنڌس وهنوار
۾ معلوم ٿئي.

سري وسشت ۾ هردي ديش ۾ سواسن ۾ ١٢ آنگرن ٻاهر
ٿائمن آڪاش جو ڌيان چيو آهي.
(پرماڻ) نرباڻ پرڪرڻ اڌياءِ ٢١

”پشب واچ:- هي منيشور! پراڻ جو اپجنا هي سو هردي
ڪوٽ تي اپجنا هي، اهڪر دوادش انگل پريمت ٻاهر جاتا
هي. تهان جاء ڪر استت هوتا هئه. تس ٿورٽي اهان روپ
هوڪر اُڌء هوتا هئه. سو انتر آتما هئه اوهردي وکي آڪر استت
هوتا هئه...... اپان روپي چندرما جب پران روپي سوريه وکي
لين هوتا هئه، تهان ساڪ ٿنو هئه، تن وکي من ستت هتا، پهر
شوڪ ڪو نهين پراپت هوتا...... اور دوادش انگل پريمت جو
آڪاش هئه تسٽي اپان روپي چندرما اهڪر هردي وکي پران
روپي سوريه ۾ لين هوتا هئه. اور سوريه پاؤ ڪو جب لگي
نهين پراپت هوتا تسڪي مڌيه پاؤ اوستا وکي جسڪا من لگا هئه،
سو پرم پد ڪو پراپت هوتا هئه. پران اپان ڪي انتر جو شانت
روپ آتم تتو هئه، تس وکي جب استت هوتا هئه تب ٿپائمان
نهين هوتا.“ ١٢ انگر ٻاهر ٻاهريون ڪمڀڪ، هردي آڪاش ۾
اندريون ڪمڀڪ. اهي سنڌيون آتما جي ڌيان ۾ مددگار آهن.

سواميءَ ٽاپيءَ ڪان اهڇل سواسن ۾ سنڌن ناسڪائن رستي
اندر اچڻ جو اونڪار سان ڌيان ڏسيو آهي، جنهن مٿي چيو
ويو آهي.

سري گلابداس ۾ سواميءَ سوهم شبد جو اهڙي طرح
اچارڻ لاء چيو آهي جنهن روم روم ۾ اهو ٻڌڙجي وڃي. (پرماڻ)

”سوهم سوهم هوت ڌوالي
گرمل ٽالڪو ٻند ٻيالي

سوهم ڄاڻ اڇپا هوءِ
دوم دوم ڀڄهي هردم هوءِ
سوهم ايشور ويد وکاڻي
هم جو ڪو لکي جاڻي
ايشور هئي جو الکا
سوهم سڀي جان ويڪا"

(ڄاڻ صاحب رچيل سري گلاب داس)

"سسي کي سڃاڻ، جو اڇي ويو واو ۾؛
ٻجهي کو ٻيڪ سان، هي اندر جو اهڃاڻ؛
ڌان پوءِ ملي محبت ساڻ، ڏوهاڻي ۾ هڪڙو ٿئي." (سوامي)

مٿيان پرماڻ پڙهي اسانکي ويچارڻ گهرجي ته ڌيان جون جايون ڇو ٿيون اسانکي جدا جدا لڳن. منهنجي راءِ ۾ اهي استان جدا نه آهن، پر هڪ وڌندڙ مرڪز جا نشان آهن. ڇاندوگيه اپنشد شروع کيو دهر وديا يا هردي آڪاش سان. سوامي ۽ ڀڳوت گيتا هنکي وڌايو ٽرڪٽيءَ تائين. سري شنڪر آچاريه هنکي وڌايو سواسن تائين. وسشٽ ۾ ١٢ آڱر، ناسڪائن کان اڳتي ڌيان جو دائره وڌايو ويو، ته سواميءَ وري تاپيءَ تائين نيس، ته سري گلاب داس وري دوم دوم ۾ پکڙيس. انهيءَ جي معني ته متان جگياسوءَ کي پرچنتا حقيقت جي حاصلات ۾ روڪ ٿئي. انهيءَ لاءِ پورڻتا ڏي هنکي وڌايو ويو آهي، جٿن ڀوت آڪاش، چت آڪاش ۽ چد آڪاش پرم آڪاش سان هڪ ٿي وڃن ۽ جگياسو پوما پاڻ ۾ گم ٿئي.
پرماڻ

(١) "سرو ڌوارائي، سنجهه منو هردي نرڌيه چ،
مرڌنيو ڌآيا تمنه پراڻم ستٿو يوگ ڌارڻام"
(ڀڳوت گيتا اڌياءِ ٨ شلوڪ ١٢)

معني - سيئي دوار بند ڪري من کي هردي ۾ وجهي، پراڻن کي دسوين دوار پهچائي آلما سان هڪ ٿجي.

(٢) ”پرش سـ پره پارٿ ڀڪتيا ليڀنتو لنيا
يسيا لنته ستاني ڀوتاني يين سروم ادم ٽنتم.“
(ڀڳوت گيتا ٨ ادياءِ شلوڪ ٢٢)

معني - اهو پرم پرش آهي، اي پرٿا جا پٽ، هن ۾ سڀ جو رهڻ ٿيا ۽ هو سيئي جو آڌار آهي. هو هڪ سريکي ڌيان سان حاصل ٿئي ٿو.

(٣) ”ايشورهه سرو ڀوتا نام هردي ديشو ارجن تشٽتي
ڀراميمن سرو ڀوتاني ينترو آروڍاني مايا“
(ڀڳوت گيتا ١٨ ادياءِ شلوڪ ٦١)

معني - ايشور سيئي جيون جي دلين ۾ قائم آهي ۽ پنهنجيءَ مايا ڪري سيئي جيون کي هلائي ٿو. جڏهن تـ مايا سنڪلپ ڪري هردي ديش مان جيو جي ورتي ٻاهر ڪڍي پڪائي ٿي. تنهنڪري جيو لاءِ اهوئي چاڙهو آهي تـ دل ۾ ڌيان ڪري، اندر ورتي ڪري مايا جي ڇنبي کان ڇٽي ۽ هڪ سان هڪ ٿئي. من ورتي اندر تڏهن ٿيندي جڏهن پاڪي سنگر يا ايشور شرن ڪبو.

(٤) ”تميو شرڻم گڇه سرو ڀاويـنـه ڀارت
تت پرسادات پرام شانتي ستانم پرا پسي شاسوتم“
(ڀڳوت گيتا ١٨ ادياءِ شلوڪ ٦٢)

معني - سڀ طرح پاڪي منهنجي شرڻ ۾ وجهي، اي ڀارت، منهنجي رحم جو لائق ٿيءُ ۽ پرم شانتي جو استان حاصل ڪر.

اهڙيءَ پرم شانتيءَ ۾ شبد، سواس ۽ ڌيان جو ستان گم ٿيندا. پر پوڙهو ڪوي.

ٻوڌي ۾ گيان ۽ ڀڳتي ٻنهي جي گهرج آهي، عشق ۾ ۽ عقل ۾.	(ٻرماڻ)

”عشق عقل آهن، ٻئي پر پکيءَ جا؛
اڀئي جي آڪاس ۾، گر گم ڦهڪائين؛
ڏسن سارو سروپ جو، لنو سا لڪائين؛
سمس منائين، سامي سپ اندر جي.
(سوامي)



# گل ٻوويهون

## امرت بندو اُپنشد

اٿرو ويد ۾ پنج بندو اُپنشد آهن، تن ۾ امرت بندو اُپنشد، ويدانت جو سار سوليءَ ۽ زوردار زبان ۾ ٿوري ۾ بيان ڪري ٿو. پڙهندڙن کي اجايو هڪ گهڙي به خيال ڪاڏي ٻئي وڃائڻو نه ٿو پوي. پر سِڌي سوڌي نموني ۾ حقيقت حاصل ڪرڻ ٿئي ٿي. انهيءَ ڪري واجبي سمجهان ٿو ته هيءَ ساري جو سارو اُپنشد سوليءَ ٻوليءَ ۾ پڙهندڙن جي اڳيان رکان. شلوڪن جي ٻولي به اهڙي آهي جو سولائيءَ سان سمجهي سگهجي ٿي.

(١) مَنو هي دُوِوِڌم پروڪتم شُڌم چ، اسڌم چ
اشُڌم ڪام سنڪلپم شُڌم ڪام وورجتم

معنيٰ- من ٻن طرح سان چيو ويو آهي- پوتر ۽ اپوتر. ڪامنائن ڪرڻ وارو من اپوتر آهي- ڪامنائن رهت من پوتر آهي.

(٢) من ايو منشيا ڻام ڪارڻم بنڌ موڪشيوهه
بنڌاي وشيه آسڪتم مڪتم نروشيم سمرتم.

معنيٰ- اهڙيءَ طرح من ماڻهن جي بنڌ ۽ موڪش جو ڪارڻ ٿئي ٿو. وشين ۾ پريتي رکندڙ من بنڌ جو ڪارڻ، انهن وشين کان پري من موڪش جو ڪارڻ چون ٿا.

(٣) يتو نروشيه سياسيه منسو مڪتير شيتي
اتو نروشيه نتيم منهه ڪاريم مُمڪشڻا.

معني - جنهن کي وشين لاءِ خواهش نه آهي تنهن کي مڪتيءَ جو حقدار چئي سگهجي ٿو. انهيءَ لاءِ مڪشوءَ کي من کي هميشه بي خواهش رکڻ گهرجي.

(۴) نِرستو وشيا سنگم سنيرُدّم منو هرِدِ
يدا ياتيه اُنمني ڀاوم تدا تت پرمم پدم.

معني - جڏهن من کي بي خواهش ڪري هردي ۾ روڪيو وڃي ٿو، تڏهن ماڻهو پنهنجو اصل پروڙي ٿو ۽ پرم پد پائي ٿو.

(۵) تاود يو نِرودّويم ياود ڌرِ ڳتم ڪشيم
ايتج گيانم چ ڌيانم شيشو نيا يشچ وستره.

معني - من کي ايستائين روڪجي جيستائين هو دل ۾ قائم ٿئي. اهو گيان آهي اهو ڌيان آهي، باقي آهي ٻڪ ٻڪ ۽ وستار.

(۶) نئيو چنتيم نه چا چنتيم نه چنتيم چنتيم ايو تت
پکشپات ورِ مُڪتم برهم سمپد يتي تدا.

معني - برهم کي خيال نٿو ڄاڻي سگهي. ان کي ڪي هنکي خيال بنان ڄاڻي سگهبو. سچو تت خيال ۽ اخيال کان پري آهي. سچي تت کي تڏهين ڄاڻبو جڏهين خيال ازخود پکشپات کان رهت ٿيندو. اهڙي من کي برهم روشن ڪري ٿو. مطلب ته جڏهن من اواشنا ۽ اسنگ ٿي چدآڪاش ۾ قائم ٿيندو تڏهن اهڙي ڌيرج واري من ۾ برهم جي ڄاڻ پاڻيهي ظاهر ٿيندي.

(۷) سورپڻ سنڌيد يوگم سورم
اسورپڻ انوڀاوين ڀاوو وا آڀاوا ايشيتي.

معني - اول اوم جو ماترائن سان ڌيان ڪجي ۽ پوءِ اماترا جو. اماترا جي ڌيان سان آڀاو يا درشيه ڀاو ڪم ٿيندو ۽ ڌيان ڪندڙ آتما جو انڀو ڪندو.

(٨) نرديو امڪام نرو ڪلپم نرو لجنم
تد برهما همتي گياتوا برهم سمپديتي ڌرو وم

معني - اهوئي حصن رهت، گمان رهت، داغ رهت برهم آهي.
اهڙي برهم کي ڄاڻي ڀاڻ ٻي بدل برهم ٿجي ٿو.

(٩) نروڪلپم اننتم چ هيت درشٽانت ور جتم
اپرميم انادي چ يج گياتوا امچيتي ٻڌ هـ.

معني - برهم ڪنهن به شڪ شبهه کان رهت ۽ پربور آهي. هنکي
عقل ۽ انومان لئا ڄاڻي سگهن. هنکي ڄاڻڻ لاءِ ڪنهن
ثابتيءَ جي گهرج نه آهي. هو انادي آهي. گياني اهو
ڄاڻي مڪت ٿئي ٿو.

(١٠) نه نروڌو نه چ اُتپتير نه ٻڌو نه چ ساڌڪ
نه ممڪشيور نه وئي مڪت اِتيشا پرمارٿتا.

معني - حقيقت ۾ پرمارٿ (سچ) هي آهي ته نه آهي من جو
روڪڻ ۽ نه ڪجهه شروع ڪرڻ، نه سياڻو نه طالب، نه
مڪتيءَ جي چاهنا رکندڙ نه ڇٽل.

(١١) ايڪ ايوا آتما منتويو ڄاگرت، سوپن، سشپتيشو
ستّان ترييه ويتيتسيه پنرو جنم نه ودّيتي.

معني - هڪ اهڙو آتما، ٽنهي اوسٿائن يعني ڄاگرت، سوپن
سکوپت ۾ هڪ رس آهي. اهوئي ترّيا اسٿان ۾ آهي.
اهو ڄاڻي گياني وري جنم نه ٿو وٺي.

(١٢) ايڪ ايو هي ڀوت آتما ڀوتي ڀوتي ويوستٿ
ايڪڌا، بهڌا چئيو درشيتي جل چندروت.

معني - هڪ ئي وياپڪ آتما جيو جيو ۾ قائم آهي، جئن هڪ ئي
چندرما پاڻيءَ ۾ گهڻا ئي ٿو ڏسڻ ۾ اچي.

(١٣) گهٽ سنورتم آڪاشم نيّمانـي گهٽ يٿا
گهٽو ليّتي نه آڪاشم تٿا جيوو ليوپم.

معني - جڏهن دل جي ٻئي هنڌ ڪجهه سان دلو ٿو ڪجهي پر سندس آڪاش، تڏهن جيو ڦري ٿو، پر سچ مڃيس آتما.
(جنم مرڻ شرير ۾ آهي ۽ نه آتما ۾.)

(١٤) گهٽ وڌ وڌ آڪارم پديمانم پُنهه پُنهه
تديگنم نه چ جانائي سم جانائي چ لنيشهه.

معني - جڏهن دل کي پنهنجي پاڻ جي خبر نه ٿي رهي، تڏهن جيون کي ٻه ڀڃ نه ٿي رهي. پر انهيءَ جو آتما آهي، اهو جيون جو ڀڃ ڇڻ جاڻي ٿو.

(١٥) شبد مايا ورتو ٿيو تمسا پاڻي پُشڪري
پنئي تماسي چيڪتوم ايڪ ايوانو ڀشيتي.

معني - جڏهن نه شبد روپي مايا هنڪي ڍڪي ٿي، تنهن ڪري جيو اگيات رهي ٿو. جڏهن اهو مايا روپ اندارو دور ٿئي ٿو ته پاڻ کي هڪ ڏسي ٿو.

(١٦) شبد اکيرم پرم برهم تسمن اکيڻي يد اکيرم
تدودوان اکيرم ڌيايد يد شري شانتي آلمنه.

معني - پهريائين اوم شبد جو برهم روپ سان ڌيان ڪري. پوءِ اکر جو خيال ڪري، اکهه آتما جو ڌيان ڪري. اهڙي ڌيان سان شانت پائيندو. (اوم جي اپاسنا ٻن نمونن سان ڪئي ويئي آهي. اپرمارٿ روپ ماترائن سان ۽ پرمارٿ روپ اماترا سان.)

(١٧) ڊُوي وِدِيي ويد توئي نه شبد برهم پرم چ يت
شبد برهمڻي نشطاتهه پرم برهم اڌ گڇتي.

معني - پرايا شبد برهم ۽ اپرايا پرم برهم انهن ٻن طرحن سان برهم جو بيان ڪيو ويو آهي. جڏهن شبد برهم ڪم ٿئي ٿو ته اکهه برهم جو اڀيو ٿئي ٿو. (ڌيان ۽ گيان سان شبد کي اشبد ۾ لئه ڪري جگياسو پرم پد پائي ٿو.)

(١٨) گرنٿم ابڀيسيه ميڌاوي گيان وگيان تتپرهه.
پلالمو ڌانيارٿا تيجيد گرنٿم اشيشتا.

معني - ويد پڙهي، سياڻو ماڻهو گيان ۽ وگيان حاصل ڪري پوءِ
برهم پائي گرنٿن کي ڇڏي ٿو. جيئن سارين مان چانور
ڌار ڪري پوءِ پلال ڦٽو ڪجي ٿو.

(١٩) گوام انيڪ ورڻانام ڪيارسيه ايڪ ورڻتا
ڪيرو وت پشيتي گيانم لنگنستو گوام يٿا.

معني - ڳئن جا انيڪ رنگ آهن، پر کير هڪ رنگ وارو يعني
اڇو آهي. گيانيءَ جو ڪم، برهم گيان سان آهي ۽ نه
جدا جدا (لِنگن) ويدن جي شاخائن سان.

(٢٠) گهرتم اِو پيسي لِکوڍم ڀوتي ڀوتي وستي وِگيانم
سنتتم منٿتويم منسا منٿان ڀوتيند.

معني - جيئن کير ۾ گيهه لڪل آهي، تيئن جيو جيو ۾ گيان سوروپ
آتما لڪل آهي. من روپي ماڌاڻيءَ سان ولوڙي
هنکي ڪڍڻو آهي. معني ته ڌيان ۽ ويچار سان ئي من
آتما کي انڀو ڪري سگهندو.

(٢١) گيان نيترم سما دايه اُڌريد وهين وت پرم
نشڪلم نشچلم شانتم تد برهم آهمتي سمرتم.

معني - جيئن ڪاٺيون گهي يگيه جي اگني پيدا ڪجي ٿي، تيئن
گيان روپي اکين سان آتما ڏسجي ٿو، جو آتما حصن رهت
نشچل، اڻ بدل ۽ شانت روپ آهي. جيئن ڪاٺيون گهڻجن
ٿيون، تيئن من سان وري ويچار ڪجي. جنهن آتما
جو انڀو ٿئي.

(٢٢) سرو ڀوتا ڌواسم يد ڀوتيشو چه وستپي
سروانگراهڪ توين تد سوهم واسديوس تد سوهم واسديو پوالي.

معني - سڀني جو هن ۾ رهڻ آ ۽ سڀني جيون ۾ هن جو واسو

آهي، ڇو تہ سيني جي اندر هن جي ذات آهي. مان اهو واسديو يا وس ۾ وياپڪ آهيان. مان اهو وس ۾ وياپڪ آهيان.

(شانتي پاٺ)

اوم ڀدرو ڪرڻيڀهہ اوم سوستي نہ ايهہ

اوم شانتيهہ شانتيهہ شانتيهہ

معني - اوم ديوتائون مان ڪنن سان شُڀ وچن ٻڌان .........

اوم اسانکي تندرست رک - اوم شانتيهہ شانتيهہ شانتيهہ.



# گل پنجويهون

## ڇانڊوگيہ اپنشد ۾ آيل ودياؤن

ڇانڊوگيہ اپنشد ۾ برهم وديا پائڻ پائڻ جي اڌڪارين لاءِ گهڻن نمونن ۾ بيان ڪيل آهي.

اداڪ رشي سويتڪيتو پٽ کي تت توم اسي مهاواڪيہ جي رستي برهم وديا ستين نمونن ۾ بيان ڪئي آهي. هي اڳ بيان ڪيل آهي. شانڊليہ وديا ۽ دهر وديا هن گل ۾ ڪجن ٿيون تہ اپاسنا جي مدد سان گيان پرپڪ ٿئي. مهاواڪين رستي ادويت آتما جي ڄاڻ وارو پرم گت پائي ٿو جو هُن لاءِ نہ آهي ڪرم ڪندڙ ۽ نہ ڪرم. اوديا هنجي ناس ٿئي ٿي، تنهن ڪري سارو وستار جو اوديا جو رچيل آهي سو هن لاءِ اصليت نہ ٿو رکي. جڏهن اوديا روپي ناڱ ناس ٿيو تہ رڳي سچي نوڙي رهي. تهڙيءَ طرح برهم گياني دويت کائي ادويت آتما ۾ قائم ٿئي ٿو. گيان، مهاواڪين جي سروڻ منن نڌياسن سان حاصل ٿئي ٿو. سروڻ الم جگياسن لاءِ آهي، جي سڀئي ساڌن سمپت آهن. ۽ پنهنجي اچنتيہ شڪتيءَ ڪري ئي پڙهڻ سان ئي سچي سکيا گرهڻ ڪن ٿا. مڌيم جگياسن کي، سڀ شاستر لکشڻا شڪتيءَ ڪري مهاواڪين جو ارٿ سمجهائين ٿا تہ هو ايشور ۽ جيو جي اپاڌي ۽ انهن ۾ عڪس جو تياڳ ڪري نج ڪُٽست ۽ برهم جي ايڪتا جو ويچار ڪري پاڪي آتم ورتي ۾ قائم رکندا رهن. جي ڪنشٽ اڌڪاري آهن تن لاءِ ويچار سان

ڏڌ اپاسنا جي گهرج آهي. اهڙيءَ طرح هو من کي ٻَنهي آڌار تي ڀاري حقيقت ۾ قائم ٿئن. هن مان معلوم ٿيندو ته رواجي جگياسو جيتوڻيڪ آتما جي خيالي جاچ رکن ٿا، تڏهن به هنن کي آتما ۾ قائم ٿيڻ لاءِ اپاسنا جي درڪار آهي؛ جنهن ڪري اوم جي اپاسنا. اوم جي اپاسنا جو بيان هن کان اڳ ماڻڊوڪيه اپنشد موجب ڏنو ويو آهي. هتي شانڊليه ۽ دهر ودياءُن جو احوال ڏجي ٿو ته ڪيئن ته ڪيئن ڪري به جگياسو پنهنجي بدي، وديا، ويراڳ ۽ ابياس سان برهم گيان جو ڦل پوري طرح حاصل ڪري.

شانڊليه وديا ڇاندوگيه اپنشد جي ٽئين باب جي چوڏهين کنڊ ۾ ڏنل آهي. هنجو ترجمو سوليءَ سنڌيءَ ۾ ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي.

(١) حقيقت ۾ هيءُ سڀ برهم آهي. هنمان سڀ ڪجهه پيدا ٿئي ٿو. ۽ هنمر سڀ ڪجهه لئه ٿئي ٿو. سڀ ڪجهه هن جي آسري رهي ٿو. هن جو ڌيان شانت چت ۽ وشين کان هٽيل من سان ڪيڻ گهرجي. ماڻهو پنهنجي نشچي ڪري وڌي ٿو. جهڙو نشچو رکي ٿو تهڙو ئي ٿئي ٿو. اهڙيءَ لاءِ برهم جو پورو نشچو رکڻ گهرجي.

(٢) هن جو روپ من آهي. هنجو بت پراڻ آهن. رنگ هنجو روشني وارو آهي. سنڪلپ هنجو سچو آهي. هنجي آتما آڪاش آهي. سڀ ڪامنائون هنجون آهن. سڀ ڪار ڪم هنجا آهن. سڀ خوشبوئون هنجون آهن. ۽ سڀ رس هنجا آهن. سڀ ڪي ڍڪي ٿو. هو اکي ڳالهائي ٿو ۽ اکي گهبرائجي ٿو. (سمجهاڻي - من سان ڌيان ڪجي ٿو. پراڻن سان جاپ ڪجي ٿو. آڪاش کي سواميءَ اچ به چيو آهي اهڙي نهچي واري جا سنڪلپ ۽ ڪامنائون سڌ ٿئن ٿيون.)

(٣) هو منهنجي دل ۾ آهي. هو اَن، جَوَ، اَهُر ۽ ڏاري جي ٻج کان به هلڪو آهي. اهڙو روح مون منجهه آهي ۽ هن دنيا کان وڏو آهي، آڪاش کان وڏو آهي. آسمان کان وڏو آهي ۽ سڀني ديشن کان وڏو آهي. (سمجهاڻي: ٻه اسٿان چيا ويا آهن. هڪ هردي آڪاش ٻيو ٻاهريون وياپڪ آڪاش)

(٤) سڀ ڪرم ڪار هن جا آهن؛ سڀ ڪامنائون هن جون آهن؛ سڀ خوشبويون هن جون آهن، سڀ رس هن جا آهن، سڀ کي ڍڪي ٿو، نه ئي آواز ۽ نه ئي گهٻراهٽ آهي. هيءُ منهنجي اندر ۾ آتما آهي اهوئي برهم آهي. مان هيءَ ديهه ڇڏي هن کي پهچندس. جنهن کي هي نشچو پڪو آهي، ۽ هن ۾ شڪ شبهو ڪو نه اٿس، سو هن نشچي جو ڦل پائيندو. هي شانڊليه جو چوڻ آهي. شانڊليه جي (سمجهاڻي سڀ جاءِ ڪندڙ مان خوشبوءِ نڪري ٿي. سڀ کي ڍڪي ٿو معنيٰ نه ڪلپت وستو هن ۾ سمايل آهن. شانت روپ آهي) مٿين شرتين مان هي ثابت ٿيو نه برهم پورڻ يا پرپور آهي، سڀني جي اندر ٻاهر آڪاش وانگر وياپڪ آهي. جيڪو پرش وشين کان من کي روڪي شانت چت سان هن جو ڌيان ڪري ٿو نه اهڙوئي نشچو هن جو پڪوئي هن کي پرپور ۽ وياپڪ ڪري ٿو. وري جي ڦرلي ڪري ڦهلائجي پاسي ٿو سو به اهوئي برهم آهي. هن جون خواهشون پوريون ٿين ٿيون يعني ٻي خواهش هوندي ئي نه جي ڪلپنا ڪري ٿو نه هن جي سڌ ٿئي ٿي. ۽ اهڙيءَ طرح صدق وارا هن مان سک پائين ٿا. هو وري شانت ۽ اچل ئي آهي. هو سوکم ۾ سوکم منهنجي هردي آڪاش ۾ آهي نه وري سڀني کان وڏو به آهي.

(شنڪا) هيءَ سکيا آتما کي وڏي ۾ وڏو ڪري ڏيکاري ٿي ته هردي ۾ هن کي ڪٿي ٿي ٺهرائي.

(جواب) جي ڪنشٽ ٻڌيءَ وارو هن کي ٻورڻ ۽ ستيه منيه ۾ لڏو اليو ڪري سگهي ته پنهنجي دل ۾ هن جو ڌيان ڪري ته هو جيتوڻيڪ منهنجي دل جي آڪاش ۾ آهي ليڪن به ساري سرشٽي ۾ وياپڪ آهي. اهڙي ابياس ڪري هن جو ابيو ڪلندو.

ڇاندوگيه اپنشد جي ٽئين باب جي چوٿين کنڊ ۾ دهر وديا جي ٽالي سان بيان ڪيو ويو آهي جا هيٺ ڏني وڃي ٿي.

(١) هري اوم، هن برهم پوريءَ (سرير) ۾ ننڍي ڪنول جهڙو محلات آهي ان ۾ ننڍو آڪاش آهي. ان جي اندر جيڪي آهي سو ڳولڻ يوگيه ۽ پوڇڻ يوگيه آهي. (دل جي صورت ڪنول گل جهڙي آهي. ڪوٺيون دل ۾ ايندڙ ۽ دل مان ويندڙ ناڙيون آهن)

(٢) هن برهم پوريءَ ۾ ننڍي ڪنول گل جهڙو محلات آهي. ان ۾ ننڍو آڪاش آهي. انهيءَ جي اندر ڇا آهي جو ڳولڻ يوگ، آهي ۽ پوڇڻ يوگ، آهي. (اهڙو سوال جيڪڏهن ڪو شِش ڪري ته ان کي جواب ڏجي ته "اهو".

(٣) جيترو ئي وڏو هي ٻاهريون آڪاش آهي، اوترو ئي وڏو هردي اندر آڪاش آهي هن ۾ ديوتائن جو لوڪ، ۽ زمين، ٻنهي جي وچ لوڪ يعني منشون هيٺيون ۽ وچ وارا لوڪ سمايل آهن. ٻئي باهه ۽ هوا، ٻئي سج ۽ چنڊ، ٻئي بجلي ۽ تارا جيڪي ڏسڻ ۾ اچي ٿو يا جيڪي غائب آهي، سڀئي هن ۾ موجود آهن.

(٤) جيڪڏهن ڪو (شش) سوال ڪري ته جيڪڏهن هن برهم پوريءَ ۾ سڀ لمه ۽ سڀ ڪامنائون سمايل آهن

۽ جڏهن هن جسم جو پيدائو ٿئي ٿو ۽ هو مري ٿو ۽ هن ۾ کهڙو تتو باقي بچي ٿو؟ ۽ (سنتکرکي) جواب ڏنو ڪيئي:-

(۵) نه هن جي پيدائي ۽ بيماريءَ ڪري (اصلي تتو) ضعيف ٿيو ٿئي، هن سرير جي مرڻ ڪري هو مري ٿو. هي جو سچو تتو هن برهم پوريءَ ۾ آهي ۽ جنهن ۾ سڀ ڪامنائون سمايل آهن، سوئي آتما آهي. پاپن کي رهت، پيدائي کان رهت، موت کان رهت، شوڪ کان رهت، بک، اڃ به هنکي دک ڏيئي نٿي سگهي. هنجون ڪامنائون ۽ هنجا سنڪلپ سَتِيه آهن (پوريون ٿين ٿيون) جهڙيءَ طرح راجا جي مجتا وارا ٿي پرجا کي سندس مرضيءَ موجب سندن ملڪ يا زمينون ملن ٿيون.

(٦) اهڙيءَ طرح ڪرمن ڪري جيڪي حاصل ٿئي ٿو سو هميشه لاءِ نه آهي تهڙيءَ طرح آتما کان جيڪو اڻواقف ٿي هن جهان مان وڃي ٿو تنهنجو به اهڙو حال ٿئي ٿو، يعني نه هن جون ڪامنائون ۽ سنڪلپ هميشه لاءِ قل دائڪ ٿيا ٿين. پر جيڪو آتما کي ڄاڻي سرير ڇڏي ٿو، تنهن جون سڀ ڪامنائون ۽ سنڪلپ قل دائڪ ٿين ٿا.

سري مولارام صاحب جو شبد مٿين وديائن کي بلڪل صاف لفظن ۾ بيان ڪري ٿو. انهيءَ لاءِ هيٺ ڏنو وڃي ٿو:-

آتان جانان ميري لهن — هر جگهه پرپور هولجي

(۱) گهٽ مت جنسي مها آڪاش ساري
مانهه ملها مارا نور هوئي

(۲) منصور نون سوري دا حڪم دِتا
چر سولي اوپر منصور هونجي

(۳) چمتن ايڪ اکنب مولا
تانهن لکمت تانهن دور هولجي — (سري مولارام)

اوم شانتي!

